Roshni Book No. 105

"گلدستي ۾ گيت"

شاعر: استاد بخاري

پهريون ايڊيشن : © جنوري 1996ع

ٻيو ايڊيشن ©1999ع

ڪمپوزنگ: بشير احمد جمالي ۽ حبيب قادر قريشي،

عبدالبرادرز ليزر ڪمپوزنگ سسٽم لجپت روڊ حيدرآباد.

ڇپيندڙ: فائين آرٽ ڪميونيڪيشن حيدرآباد سنڌ.

ڇپائيندڙ: روشني پبليڪيشن، ڪنڊيارو، ضلعو نوشهرو فيروز سنڌ.

قيمت 300.00 رپيا.

ٽائيٽل ڊزائين

عبدالرسول عباسي

**GULDASTEY MAIN GEET**

(A Collection of Sindhi Poetry)

by USTAD BUKHARI

Composed by Bashir Ahmed Jamali & Habib Qadir Qureshi,

Abdul Brothers Laser Composing System Hyderabad Sndh.

Printed by Fine Communications Hyderabad.

Published by Roshni Publication, Kandiaro, Sindh.

First Edition: © January 1996

Second Edition ©ع1999

# نه ڪم نبريو نه غم نبريو

# لهري لهري ۾ لالاڻ

# زندگي زندگي

# نر کم نبریو
# نر غم نبریو

---

استاد بخاري

# نه ڪم نبريو نه غم نبريو

تعريف تنهنجي مونکان پوري نہ ٿي سگهي.
توڙي جو پاڻ توبہ چيو ٿي، وڏاءَ آ.
استاد کي پهاڙ نہ سمجهو، جي سمجهو ٿا،
چوٽيءَ تي برف آهي، اندر ۾ اُلاءَ آ.

تنهن جو پيار ڪتوريءَ وانگر.
بعضي ساڙي ڪوريءَ وانگر.
ڪاتر ڪيم پئي ڳالهہ بخاري،
اڌ ۾ ڇڏيم اڀوريءَ وانگر.



نہ هي ديد آهي واندي، نہ هي ڏيان آهي وانڊو،
چو درد ايڏو لمبو تو داستان آندو؟

ڪيڏي حسين دنيا، ڪيڏو عزيز جيوَن!
پر شرط آ تہ ماٹهو بيوس هجي نہ باندو.

هي شهر ڏيري ڏيري جنت مان تي ويو دوزخ،
هر شخص پڙڪي شعلو، هر لفظ جهڙو ٽانڊو.

يزدان بي نياز آ، شيطان بي لحاظ آ،
انسان تي اياريو، انسان ۾ اورانيو.

منهن– مرڪ دوستيءَ جي، اک عڪس دشمنيءَ جو،
ڪيڏو ڏُيو لڳي تو ماحول جو مهانڊو.

پردا ٽُلها سبائي، حاڪم لِڪو پلي پر،
ميڪاولي جو انگ انگ ان ۾ بہ آهي نانگو.

هي ڪائنات سمجهو مومل جي ڪاڪ آهي،
هت حسن، پيار، دوکو هر جاءِ آ هيڪاندو.

استاد عيد ڪهڙي جي ديس درد وندو،
مشتاق ڪهڙو ٿهڪي، محبوب جنهنجو ماندو.





هستي تاجي، پستي پيتو، اٿندو هان.
ساجهہ سان سَرمستي ويئو، اٿندو هان.

پوڄيان تنهنجي سونهن کي سامهون ويهاري،
خوشبو توسان، جهئونڪو جهئونڪو، اٿندو هان.

شعر اهي تا جهَرڪن، جهُومن جن ۾ من،
تنهنجو جلوو، پنهنجو جذبو، اٿندو هان.

آس اٿڻ جو اهڙو هينئڙو ماهر آ،
ويٺي ويٺو، بيٺي بيٺو، اٿندو هان.

مون جو توڪيومانس نڪمو گذرين ٿو،
ڏينهن ڇيو، مان ڇانءِ ۾ تڙڪو، اٿندو هان.

ڪارو خطرو، پيلو الڪو، وقت ڏنو،
پوءِ بہ رتڀ کي اوتي، ريتو، اٿندو هان.

ونئڻ عنايت تنهنجي ڪڙمين جا چونڊي،
جهونجهارن جو سورهيہ سندرو، اٿندو هان.

تاريخن کي ننگو رکٽو نـاهي يـار،
قومي غيرت، قومي جذبو، اٿندو هان.

قسمت، قدرت جو ڪو ايڏو ناهي قصور،
پنهنجي هٿ سان پنهنجو قندو، اٿندو هان.

موت، حياتي بٽجي، دوزخ جنّت ٿئي،
هـاٿي بخاري اهڙو سپنو، اٿندو هـان.





مون پِتيو رات سڄي، شهر سڄو ڪونہ سُتو.
تون جو ويڄهو مونکي رڳ رڳ کان رڳو تو نہ ٻُڌو.

عشق جي حق ۾ رقيبن جو طريقو نہ پُڇو،
جيترو شوق لُڌو ايترو ڪردار ڪُڌو.

گفتگو دل تي سڄي رات پنهي پئي پيتي،
تو ڏٺو ڪنڌ ڪُٽي ڪانہ، نہ ڪو ڪير ڪُٽو.

دل چيو عيد نہ تي، ڪين پرين جو پرتو،
مون چيو ساهہ ٽٽي تو جو سندس روح رُٺو.

تو هنيان تير چٽائي نہ، لنوائي ترڇا،
تنهنجي نظرن جو ڪرشمو جو گٿوسوبہ ڪُٽو.

جي نہ اٿندؤ تہ اچي ڪعبو يا قبلو نہ اٿو،
جي اٿو تا تہ تي تاريخ جو طوفان اٿو!

يا تہ گهر قبر تي پوندا يا تي محشر اتندا،
دؤر در در کي هٽي دُون ۾ تورروزتنڌو.

اڄ جي تاريخ ۾ استاد جو فرياد لکو:
ڏوڌ تي رات آ، پريات مهل، ڏينهن ڪٿو.

عشقباز آهي بخاري اهو ڪاٿي ايريو؟
يا تہ معشوق يا مشتاق، پَتو ڪنهن تہ پڇو.





بستيون شديد برف ۾ ٽنيجي، ٺري ويون،
سوچون اسان جون سِيءَ ۾ سِگريون ٺري ويون،

منصور سپ جلوس ۾ حملو ڪري هليا،
ٽَڙڪا پيا ٽِياس ۾، سُوريون ڏري ويون،

هي عشق اسم اعظم آ اهڙو، ٽَڏي، پَڏي،
آڏو پهاڙ آفتون آيون، ٽري ويون،

آيون ٻڏي بهشت، جهنمَ ڏسي، هٽيون،
”حورون“ وڏيڪ آگ لڳائي، وري ويون،

ڪڪريون حَسين چلڪٽا تارا ڳهڻ لڳيون،
ڦولهار چڻ تہ سرنهن جي، ٻڪريون چري ويون،

هي ڪائنات آهي ڪوتاري، هَري هَري،
سورج هتان رَجهي رجهي صديون ڳري ويون،

استاد ذات تنهنجي اچي دستگير ٿي،
مايوس آسپاس جون پيڙيون ٽري ويون،





دل جي ڪاروبار جو هڪ قاعدو آهي،
ڪيترو نقصان ٿئي تہ بہ فائدو آهي.

عشق گهاٽي ۾ يا قاسي گهاٽ تي گرجيو،
موت جي منهن ۾ مگر ماناڻتو آهي.

جي مران، جيئان، مران، جيئان سوين ڀيرا،
هر دفعي توسان وفا، هي واعدو آهي.

رعب جي گهر ۾ گهٽو پر کهڙي ڪم جو آ،
قرب سچي جو ڪٽو ڪارائتو آهي.

سونهن تي سچ تي ۽ سنڌ تي او امر شاعر،
شعر تو جيڪو لکيو شاناڻتو آهي.

تجلو ٿيو تارو ڪڙيو، تارو ڪريو، بس-
زندگي ۽ موت اهڙو حادثو آهي.

سنڌ ڌرتيءَ سان ۽ سرتيءَ سان بخاريءَ جو،
ڪجهہ بلالي، ڪجهہ لطيفي رابطو آهي.





جي سمو ساگر تہ تون اوتر تکو.
وقت واري وهکري کان تر تکو:

ڪرٽي ڪان پاڇو پڇي ڪيڏي پڇي،
تِير کان پرمار جو ڪو پر تکو؟

گهگهہ ڏي اونداهہ گهليندو وڃي،
گور کان پاهر تہ گوهر ٻر تکو.

تنهنجي سعيي، سوچ کان ڪجهہ اڳيرو،
تي سگهي ٿو پوڻ آڇي پر تکو.

مان مٽي، پاڻيءَ جو پتلو پر هوا،
مونکان ناهي ٻر تکو ڪو جر تکو.

راهہ ۾ ڪٿ بزم آ ڪٿ رزم آ،
بينسري سان گڏ ڪٽو خنجر تکو.

بحث هو استاد، ڏيک ۽ ڏات جو،
بت ۾ پربت، جوت ۾ جوهر تکو.



پِيڙبو پيار، ڪجھہ پڌائي ٿو.
پاتڙو پار، ڪجھہ پڌائي ٿو.

چـو پکيئڙا تِکا اڏيا تا وڃو!
ڪاٽبو ڏار، ڪجھہ پڌائي ٿو.

ٿورو خاموش، هانءَ جون باهيون!
هانءَ جو تارِ، ڪجھہ پڌائي ٿو.

چو تا بوڙيا پيلا هي ٻُڙٻُڙ ڪن،
هي ڪڏو- تار، ڪجھہ پڌائي ٿو.

مونکي الهام ڪونہ ٿو ٿئي پر،
يار جو يار، ڪجھہ پڌائي ٿو.

پيو تہ ناهي گواهہ، نيڻن تي،
ننڊ جو بار، ڪجھہ پڌائي ٿو.

تون تہ استاد ڪان الي ٿو وڃين،
تنهنجو سينگار، ڪجھہ پڌائي ٿو.

ڪيل ٿي ختم ويو بخاري تہ بہ،
تنهنجو ڪردار، ڪجھہ پڌائي ٿو.





دل چيو، ڪائنات تي لکجي.
ڪنهن ڪويءَ جي ذات تي لکجي.

منهن اڳيان محبوب، مُرڪ تي لِک،
پيٽ ۾ ڌڙڪات، آت تي لکجي.

هجر جي رات تي لکيو وانڌن،
هاڻ دهشتڪار رات تي لکجي.

ڪوڪ ڪوئل جي، مهڪ انبن جي،
جهات پائين تہ جهات تي لکجي!

ڏيتان مشغول يار جي ڏن ۾،
وقت ڪونهي جو "واهيات" تي لکجي.

ڳائيبو ممات کان پوءِ بہ،
گيت استاد پيو حيات تي لکجي.





سونهن تنهنجي سنگيت جهڙي آ.
گفتگو، لوڪ گيت جهڙي آ.

تنهنجي گهر جي پٽ تي هٿ رکيم، پَٽ ڪرا
چو تہ مون لئہ مسيت جهڙي آ.

پيڙ تي پيڙ، جاري جيوت ۾،
پو بہ پياري پريت جهڙي آ.

عشق ۾ شرم، عيب آهي پر،
ڪا حماقت ڪريت جهڙي آ.

اوت، استاد، تنهنجي امرت چو،
جوت تر جي اجيت جهڙي آ.





نظر مان شوق جي خوشبو اٿي، سُنگهي ڇڏيو!
هي عشق روشني بنبو، اِهو ٻُڌي ڇڏيو!

جڏهن جڏهن بہ اُتان تو تہ ڪجهہ لڇو تا ڇو؟
اهو اوهان بہ ڪڏهن پاڻ کان پُڇي ڇڏيو.

مان لوهہ هوس مگر ڪوبہ هِت نہ هو پارس،
پري بزار ۾ هر شخص مون ڇُهي ڇڏيو.

هُيس هميشه اڪيلو، مگر مَتل هيو ميلو،
مِليو هجوم غمن جو جِتي خوشي ڇڏيو.

سمونڊ، پوڻ جي پِٽ پِٽ مٿان وَسيو هوندو،
تہ مون بہ يار جي ڇاتيءَ تي هو رُئي ڇڏيو.

هوا رَئو ڪٽي، رومال اُس ڪٽي آئي،
مگر مون پاڻ رُنو پاڻ ئي اگهي ڇڏيو.

ثبوت زندگي جو ڏيو، وِڏيو پيو پرجي،
ضرور ناهي تہ ڳايو، نچو، لُڇي ڇڏيو!

غرور ذات تي ڪونهيم، ڏاتِ تي پَرُ ٿَم،
ڪلامُ منهنجو ڪُهي جي سگهو، ڪُهي ڇڏيو.

ڪتاب ڪير تہ ڪولي، ڪلام گونجي پيو،
پڙهي سگهو نہ بخاري تہ ڪجھ ٻُڌي ڇڏيو.





مـــون کي سُــڌ آ منھنجو اندر کنڊر آ،
تـوکي ڪنھن تڙپايو مون ڏي ھر ھر آ.

تون آيو آن منھنجا شعلا تيز ڪرڻ،
منھنجي آڳ اجھامي وئي ڪالھـوڪر آ.

عشق- اجي کي اوتي ھڪڙي سُرکي ڏيـن ٿو،
مـان ٿر آھيان مونکي گھربو ساگر آ.

ننھن تي منھنجو نينھن نچي ويو اولوڪو،
جويـــن ھن جو بوقلمون جادوگر آ.

ميندي رتڙن ھتڙن کي ھٿ لاتو مون،
ھي مون ايڏو ڏوھہ ڪيو جڻ ڏونگر آ.

چنڊ ڏسين ٿو ھيٺ چڪور تہ چنبڙين ٿو،
پنھنجون اکيون پوري چڏ تون بھتر آ.

تون چو ايڏو منهنجي ويجهو وهندو آن،
باهہ ڪپهہ کي ڇهندي، ٽيندي ازگر آ.

سونهن ڪيو آ، ايڏو جادو دل تو تي،
جوبہ ڏسين ٿي سهڻو، چئين ٿي دلبر آ.

پاڳل ٿي استاد پڇي پيو دلبر جو،
هي خوشخبري ڪر وارن جي گهر گهر آ.





تـوڙي جو اِنهـي نيـنهن ۾ نـافت آهـي،
ڪـيڏي نـہ نئين تـانگهہ ۾ طـاقت آهـي!

هِن عشق جي هر نقش تان صدقي صدقي!
هر زخم ضـميرن جي عـلامت آهـي.

جي پيـار ملي عُمر، خِضـر کـان کسجي،
ري نيـنهن تـہ آڌ ڏيـنهن بـہ آفت آهـي.

هڪ حُور چوي پهچ، فرشتو روڪي،
مـون لاءِ تـہ چـڻ روز قـيامت آهـي.

اڄ شـام بهرحـال شَفـق چُمـڻي آ،
اڄ شام چـون تـا تـہ ڪـا شـامت آهـي.

جي ڏوهہ ڪـيا هَمِ تـہ ڪـريان ها دِل تي،
جذبات جي غفلت تي ندامت آهـي.

ڪئي ڪاڪ محل، خاڪ خزانـا تي ويـا،
هڪ حسن پيو عشق سلامت آهـي.

اسـتـاد بخـاري بـہ اُڏارو نِـڪـتـو،
هي شعر بہ او دوست، امـانت آهـي!





آ، سهڻو موت سُنو، ڪنهن ڪوجهي جيوَن کان.
هڪ زندهہ گيت پلو، سَوَ مُئلن بيتن کان.

دل عشق اجهل چونديو، سوداءَ چڏي سارا،
هڪ سورهيہ يار پلو، سوَ ٻچڻن سڄڻن کان.

او عشق نہ چج مونکان او سونهن نہ چڏ پاسو!
نہ تہ مان تہ ٻچان تو پيو هِن هانوَ جي دَهڪن کان.

هالار هجي ڏرندو، مهراڻ لڇي مرندو،
جي خوف کسي وٺندو دل ديس جي دودن کان.

نانگن کان ڏنگيو هوندو، چيتن کان چڪيو هوندو!
پر ماڻهو بيمانو تيو ماڻهن ڏاڍن کان.

گُلَ پوکينديون، چِنديون انسان جون آڱريون،
هي سهَج، ستم ٿيندا ڪوڪن کان نہ ڪندن کان.

طوفان تِکو بنجي جهرجهنگ جهنجهوڙيو تم،
تي هير ڪنيم خوشبو پيچ گل گل پَن پن کان.

ڪا ڪُوڪ: ڏڪيا ڪنگرا، ڪا دانهن: ڳليون جاڳيون،
ڪي گيت گجي گذريا محلات ڪان مَنَهَن کان.

مجنون جو برپٽ کان، فرهاد جو ٽَڪرن کان،
استاد جو جُهد پڇو هن يونء جي يُونگن کان.





ڪنهن حسن بي قياس کي ڪُهندو ڏٺو اٿم،
ڪنهن حسن بي گناه کي ڪسندو ڏٺو اٿم.

ماٺهو ستئي سمونڊ تري ٿو سگهي مگر،
پنهنجي پگهر ۾ پاڻ ٿي ٻڏندو ڏٺو اٿم.

نئين ڳالهہ ناهي پيار ۾ پڃري جي پيرسن،
بعضي پتي بہ پاڻ کي دڪندو ڏٺو اٿم.

نر، ماد تان نثار، پتنگ ۽ پکي تہ ڇا،
آڪاس کي زمين تي جهڪندو ڏٺو اٿم.

ڪا ٻاڪ سرخ خون جي ميندي مکي، ٻکي،
ڪو سج، صبح - سيج تي لڇندو ڏٺو اٿم.

پنجئي حواس پوبہ نہ هنڪي ڇهي سگهيا،
ڪنهن وقت تي ڇهين کي تہ ڇُهندو ڏٺو اٿم.

محبت جو معجزو يا ڪرامت شباب جي،
استاد، عشق- آڳ ۾ گهمندو ڏٺو اٿم.





هُو ڏُنڊ تي هسوار هو، انڌو هو،
هر دَؤر کان هي دور گهٽو گندو هو!

اوڏِرِ تي وَتئين جوت، ڊَہايئين تارا،
هي چنڊُ نہ هو اُپ جو غنڊو هو.

اخبار – خبر، گندي کان گندي، پڙهندي،
هُن پوءِ بہ چيو شهر جو ڏنڊو هو.

”تسڪين ۽ آرام“ اسان جي تر ۾،
سهراب نگر کان بہ تہ سستو هو.

هُن مونکي چيو: تون تہ کو گونگو آن،
مون هن کي ٻڌايو تہ هو ٻوڙو هو.

تقرير هلي منهنجي تي مندڪائي،
احساس جي ڪاپار ۾ ڪنڊو هو.

اغيار جي ڊڪ – ڊوڙ، ڏڏڙ يارن جي،
دل منهنجي نئي شهر جو رستو هو.

ڪو• نانءُ غلاميءَ کان ندورو ڪونهي،
چئبو تہ بخاري بہ ڪو چنڊو هو.





مان تي اٽليو ويس تو ڪنارو ڏنو.
ڇا تو سوڙهو ڪيو يا سهارو ڏنو؟

مون جو فوٽو منگيو، تو ڇيو، هل ٰهلون،
شوق شعبو گهريو تو ادارو ڏنو.

پيٽ سِڪ جو بخاري بڪارو هيو،
جُوهہ هر هر تي تو ڏانهن جهارو ڏنو.

ياد ڪر پُور جوين ۾ سينگار جي،
”پيار ڪر“، تو ھِو مونکي اشارو ڏنو.

بزمہ ڪمزور دل، سوُنهن نازڪ طبع،
عشق آواز ڏاڍو سگهارو ڏنو.

روح منهنجي کي گهربو نئون رنگ هو،
ڪنهن تي ڳاڙهو ڏنو ڪنهن تي ڪارو ڏنو.

هڪڙو آڙاهہ هائي اجهامڻ تي هو،
تيل جو تو اچي پيو ڦهارو ڏنو.

زندگي جي طوالت جو تت ايترو،
يا تہ جهاتي وڏي يا تہ جهارو ڏٻو.

ديد، دل سان ڪتي ديس، دنيا جئي،
نينهن منهنجي هميشه هي نعرو ڏنو.

مان تہ مڙسيءَ سان مخمور، مسرور تيس،
جام، ساقي هو ڏاڍو ڪسارو ڏنو.

منهنجي سورهيہ ارادن ڪيو سوجهرو،
هُرڪرن هرقدم تي انڌارو ڏنو.

پونءِ پونچال هئي، آسمان ڏور هو،
پيار استاد پئي تي پنارو ڏنو.





اندرءِ ڏئي اوچنگارون رئان،
مگر تهڪ تنهنجا تو ٻهڪي ٻڌان.

خوشي، شادمانيءَ مان لوڏي ڪڍيو آ،
جي ماتم نہ ڪوئي تہ ڪاڏي وڃان!

وڃن هوش پيا جوش ۾ جهانجهہ تي،
نہ تون ڪجهہ ڪڇين تو نہ مان تو پڇان.

گنهگارِ مونکي ڪيئي يار زوري،
خطا مون هٿان ٿي ٻچي تو مٿان.

ڪنيون پير منهنجو هو ڪرڻ تو وٽي،
گهڙي ڪن تہ تنهنجي اڱڻ تي هجان.

جتي تنهنجي يادن جا ميڙا مٿا،
اتي پٽڪندو تو اڪيلو وٽان.

جي بيٺو تہ اوتار، پٽر تي پيو،
جي ٻوڙيو تہ تڪڙو هو طوفان ڪان.

جي آهي تہ هوندمُ جي ناهي تہ تمَ،
ميان پيو خدا کي اچا ڪيئن ميان!

انهي عشق امڪان اهڙا ڏنا،
بخاري مري پوبہ جي تو سگهان.





هٿي نگاهہ، چپيائين تہ ڪانُ هو يا نہ؟
چيمہ تہ جنهن بہ پچايو، جوان هو يا نہ؟

هزار داستان چهرو، ڪئي قصا آنسوُ،
زبان بند هئي پر بيان هو يا نہ؟

اتاهہ مينهن اٿو پئي اجهاڳ آڳ ٻري،
اهو جنون نئين جو نشان هو يا نہ؟

سوار دار تي منصور، تيغ تي سرمد،
عظيمہ عزمہ لڏو مانِ شان هو يا نہ؟

الائي ڪير هو ڪارو تہ ڪير هئي ڪاري؟
ٻنهي جو خون ٿيو هو، زيانِ هو يا نہ؟

هي منهنجي شاعري، لڙ ۾ لڙهي ٻچي سسئي،
ڳچي ڏسوس، تنهَنِ جو نشان هو يا نہ؟

اِسان پڇي لطف وَٽِيو رنگ، بوءِ، گلشن جو،
اوهان پڇي بحث ڪيو، باغبان هو يا نه؟

تنڪي ڏسو ته تضاد پڇي تضاد ڏنتا آ؛
يقين لفظ جي ڏل ۾ گمان هو يا نه؟

هيئو هميشه هي استاد آئينو تنهنجو،
الائي تنهنجو انهيءَ ڏي ڌيان هو يا نه؟

مِلي جي صاحب- معراج؛ مان پڇان ان کان،
جو ميزبان هو سو لامڪان هو يا نه؟

ڪڏهن خيال بخاريءَ ڪئي اهڙو ڦيرايو،
زمين مون نه ڏٺي، آسمان هو يا نه؟





جڏهن به مون کي زماني ڏکي ڇڏيو هوندو.
تڏهن جهان نئون مون اتي اڏيو هوندو.

ڪڪر نه سمنڊ نه ڌرتي مگر ٻنهي سان گڏ،
اتين خيال اڏائو ڪڏهن ٻڌيو هوندو:

زمين اداس؛ زمانو اٻاڻڪو آهي؛
ضرور ڪونه ڪو شاعر وڏو لڏيو هوندو:

بدن بهشت، نظر نور، قد قيامت جو،
اهو شباب ڪڏهن خواب ۾ گڏيو هوندو.

ڏٺو بهشت؛ فرشتا ڏکيا، خدا ڏمريو،
جوان مرد؛ جوان زال سان گڏيو هوندو.

اُتن اڃا به پڙاڏي. منجهان پڙاڏا پيا،
ڪري پڪار ٻخاري يڪو سڏيو هوندو.





ڪيئن بہ ڪري پر آوازن ڪي جاڳايو.
ماڻهن سان نہ تہ ڳلين سان ئي ڳالهايو.

خاموشيءَ جي مُهر لڳي ڇو محفل ڪي،
نغما، ناهِن نوحائي پر ڳارايو.

صبر متان تي سڪتو پئي ۽ سڪتو موت،
ڪنهن بہ طريقي ساٿي تَن ڪي تڙپايو!

تحريڪون نہ تہ تدبيرون نہ تہ تجويزون،
ڪجهہ تہ بڪارين تاريخن ڪي ڪارايو!

نڪري پونديون اندران ننگيون معنائون،
ڇو تا منهنجي لفظن جي ڳَلَ لهرايو؟

شعلا شعلا شعر وَتي ٿو ورچيندو،
اوندهہ آ استاد بخاري آٿايو.





بيت مون جو بہ پڙهيو، ڳوٺ جو پُونگو هوندو!
ڏيان جنهن ڪونہ ڏِنو، سيٺ جو ڪوٺو هوندو!

شعر ڪنهن تِير تي چيتي ڪي چُنيو دوڏن ۾،
شعر ڪنهن باغ ۾ پوپَٽ وجي پڪڙيو هوندو.

سمنڊ چدڙو هو سو هر هير تي ڇُلڪي اٿليو،
ڪوهہ گهاٽو بہ تہ ڪنهن چوٽ تي تڙپيو هوندو!

ڇا ڪجي گهُرج ۾ سنسار جو گولو آهي،
تنهنجي انعام ۾ فردوس جو تحفو هوندو!

تون گهُرين آءُ گهران، نانءُ ڪٽي نينهن رکونس،
سوچَ گهَرِي جي ڪريون ٿا تہ هي سودو هوندو.

هر نئين ڏينهن نئون رنگ سندس فطرت آ،
وقت وانگي تہ بخاري بہ ٿيو پوڙهو هوندو!

توتہ استادَ صفا ساپيان سمجهو جيوَن،
او چريا، ڪنهن ڪيو توسان اهو چرچو هوندو!





هيترو ڪِڏهين نہ هُس ٻُڏتر ۾ مان،
صبح ساڳر ۾ ۽ سانجهي تَر ۾ مان.

پيڙ صحرا ۾، سَرِءَ ۾ سُرهي هير،
شعر ڪو سنسار جي دفتر ۾ مان.

تو گهِٽو روڪيو اِتان اِڳتي نہ وڌ!
پر وڌيو اڳتي اڇان ويسر ۾ مان.

غار مان گِسڪيس تہ چمڪيس چنڊ تي،
ايترو اينگهي ويس اوسر ۾ مان.

هر هتوڙي سان تہ هوندس مان هميشه،
پر غرض ۾ جذب ۾ جوهر ۾ مان.

ديد شاعر قوم جي، دل ديس جي،
مُلڪ سَڪتي ۾ اگر گيسر ۾ مان.

"مان" چڱي ناهي بخاري، پر ڀلي،
جي تونگر تي أتي نوڪر ۾ "مان."





ڳيت منهنجو رنبي ڍڳي وانگي،
ڳوٺ جتي لفظ ڏي ڳبي وانگي:

جو نہ هر شعر ليڙ تي لکجي،
لوڪ ڀائي سبي لٽي وانگي:

يونء تي بسترو وڏو ياسي!
ڏيهہ، اڀ کي ڏسي اجهي وانگي.

تنهنجا طعنا ها تيل جا ڇندا،
طبع منهنجي تٿي تتي وانگي.

عشق منهنجو ڇوي ڦوان وچ تي،
ڳالهہ دل جي ڪريان ڳڙي وانگي.

دم بدم دور، ديد، دل نشين نشين،
ڪوبہ انگل نہ ڪر اڳي وانگي.

ديس قيدي، وديس پيڇي تو،
روز امداد پر پَتي وانگي.

دور سوري تو پاپڙو- پارڻ،
ديس اُبري تو ديڳڙي وانگي.

تاءُ، ڏينهنِ جي تاڪ منجهند جان،
سانت، راتين جي ٻِي وڳي وانگي.

پيار مون وٽ. بہ آ بخاري پر،
سوبہ توکي ڪپي سِڪي وانگي.





چيلا لُچن چڙهڻ لئہ، ڪولي چڏيون يا واڙيون؟
ڳوڙها ڪڙهن اکين ۾، ڳيتي وجون يا ڳاڙيون؟

سامهون سجڻ سهائو، ڪوليو رباب ڳايو!
آڏو اچي انڌارو، ڳوليو اُلا، اماڙيون!

گهر، گهات راتِ ٻاتون گهيرڻ لڳيون تہ جَر، تر،
جاڳي پيا اُجالا، ڪرڻن ڪنيون ڪُهاڙيون.

هي کهڙي ڪُنڊ ڪان تي آيون، سَڪيون سجائو!
ڪيهون بنهہ بڪاريون، آهون صفا اگهاڙيون.

وِک وِک تي نانگ شوُڪن، گهٽ گهٽ تي وات پٽونڪن،
لوهن پٻن، ڪڙين سان لوڪو هلو لتاڙيون!

پرِيات جهات پاتي، تارا لِڪا ڦِڪا تي،
سامهون ڏسي سچن کي ڪوڙا ڪنهن ڪياڙيون.

هت فرش ڪان پڇو مون، هُت عرش ڪان پڇو مون،
ڪِٿ سونهن جون اڳياڙيون؟ ڪٿ پيار جون پڇاڙيون؟

استاد جون صدائون گونجن لکن ڪَنن ۾،
هوندءِ هزار ڦاڙيون، هوندءِ هزار ساڙيون.





جگر ۾ جهرڪي، ڪانگ ڏارياسين،
عقاب واٽ سان اڏارياسين.

اڄو تہ پوڻ جو سڳون پڳڪو،
گهٽائي آسمان ڏارياسين.

سوين صليب تي سٿي جيئرا،
مٿا مقام مان اٿارياسين.

ڏسو ڪو ترورو آٿيو يا نہ؟
شعور، شوق، هول ٻارياسين.

پلاند عشق، حسن ڪان ولندو،
ميون ڪٿين تہ پاڻ مارياسين.

فريب تي فريب او بابا،
الائي ڪيترا اڪارياسين.

سدا حيات زندگي سچ جي،
گهٽائي زهر ڪيس پياريا سين.

غرور ياتَ جو ٽٽي ٿي نہ ٽو،
هزار سوجهرا اپارياسين.

وجود وهمَ جو ڳري تہ ميون،
پهاڙ ڪوڙ پٽي پگهارياسين.

”تباھہ عشق ۾ بخاري ٿيين؟“
”جناب، عشق ٿي اُجارياسين.“





ڪي سِڄ سهڪي ساگر وانگر،
پو پيو ڏسبس تر، بر وانگر.

يارن پاريو مينڻ بتيءَ جان،
ڌارين ڌاريو ڏونگر وانگر.

ڪي ڪي وارَ ڪَڪَرَ جون ڇائون،
ڪي ڪي ڇڻ ڪاريهر وانگر.

واٽُن وانگر توڏي تائيم،
اُيري، اُلري در در وانگر.

صورت جو تون ساگر، تو ۾،
ڳهُور ٽپايم ڳهاڳهر وانگر.

ساندهہ رهہ سقراط بخاري،
ڪنهن ڪنهن وقت قلندر وانگر.





سوُنهن ۾ سوُر جي سنگت کهڙي؟
مور ۾ نانگ جي محبت کهڙي.

اک ۾ ڪوڪا، ڪُکَ ۾ ڪاتي،
دل تي پٿر، فرحت کهڙي!

ساگر تڙپيو، صحرا پڙڪيو،
هڙني سان تي حالت کهڙي!

هُن کي آکيم ڪجهہ غيرت ڪر،
گرندي، پئونڪيو، غيرت کهڙي!

اٿ اٿ غفلت مان او توتي،
شاعر ٿوڪئي بي لت کهڙي!

خادم آ، استاد وطن جو،
ان کان وڌ بي عظمت کهڙي.





رُوح ۽ رَت جو رِيجھڪ سمجھو،
جوڙيءَ دل جو جيجڪ سمجھو:

ڪير ڪنيار آ، ڪير آ؛ ڪوري؟
جڳ ڪي چرخو يا چڪ سمجھو.

ڪوندي، ڪاتر ڪان بيزاري،
آجو ڪاڄي جو اڪ سمجھو:

شاهه دماغ تہ سچل دل آ؛
سامي ساهت جو نڪ سمجھو.

ساري تر جو سيواداري؛(1)
بندو رب جو بيشڪ سمجھو.

آزادي استاد تنواريان؛
لاشڪ زنده ليکڪ سمجھو:



(1) سيوداري = خدمت گار



نئين نگاهہ ڪنائي ڇڏيو اڳر ڪنجي!
اميد، آس وڌائي ڇڏيو اڳر وڌجي!

عظيم عزم، جوان جهد، هارهہ جو اونڙ،
هلايو زور هنائي ڇڏيو اڳر هنجي!

سوير صبح جو ٿيندو تہ سڀ ڏسي ونبو،
ٽڪي ٿي رات ٻنائي ڇڏيو اڳر ٻنجي!

ڏرو ضمير جو هوندو ضرور حق چوندو،
وڃا، ووڪ وڌائي ڇڏيو اڳر وڌجي!

وڌيو وڌيو تو زمانو نئون اچي زوري،
اهو بہ چونہ جهلائي ڇڏيو اڳر جهلجي!





جاني توبن جيوت ڪهڙي!
قادر ڏاران قدرت ڪهڙي!

جيئري ڏمچر، مرندي محشر،
پيار ڪرڻ لئہ فرصت ڪهڙي؟

آس نہ ڳوڙهن منجهہ پڏڻ ڏي،
جر ۾ جڙندي تربت ڪهڙي؟

هڪ ڪم ٿيندو ٻيو ڪم ايندو،
ڪوشش جي ٻي قسمت ڪهڙي!

يا نہ چمان ها يا نہ مران ها،
هِن ڪان وڌي ٻي حسرت ڪهڙي.

عشق ڪيئہ ڪلتار بخاري،
تو ۾ آ نہ تہ طاقت ڪهڙي!





حملو شديد عشق ڪيو، اوچتو نہ هو،
پر دل کي توڙي ديد کي پورو پتو نہ هو.

تو اشتياق منهنجو هميشه بکيو رکيو،
جڻ پيمر ڪنهن کي قيد ۾ ملندو يَتو نہ هو.

ڳل حسن جو هو، نرڙ هو هن جو، چهان ته ڪيئن،
گل ڪونہ هو ڪنول جو، پپر جو پتو نہ هو.

آيو تہ سخت تڙپندو، ڪوڪون ڪندو، ڏنوَ،
ڪيئن تا چئو تہ آدمي توڙئون تتو نہ هو!

ڪو دور پنهنجي قند ۾ قاسي نہ تو سگهي،
درياهہ پنهنجي ڪُنب جي گپ ۾ گتو نہ هو.

محشر جي پيڙ پيڙ مان گذريس، سڄڻ پڇيو،
مُرڪي چيمر تہ هيل هي ميلو متو نہ هو.

شهباز جي اڏامر پنيان دامر چا پوي،
آواز منهنجو واءَ وڪوڙي وتو نہ هو.

تي تو سگهي پٽر کي ترازي ۾ تورجن،
بازر ۾ ڪيرتر تہ بخاري ڪتو نہ هو.





پيار چاهي، لذيذ خوشبو آ.
خار چاهي، غليظ بدبو آ.

پيار سان زهر ڏين تہ بہ پي ويندم،
خار سان کير ڏين تہ ٿوٿو آ.

روشني چنڊ جي ڏيئو سمجهون،
ريشمي آسمان تنبو آ.

ساٿ ڀرپور ڏي حياتي تون،
موت مشهور آ تہ مَسَهُو آ.

چوطرف پونءِ جي چڪر ڪاٽي،
قرب ۾ ماهتاب قابو آ.

آءُ موسيٰ نہ سامري يارو،
شاعري معجزو آ، جادو آ.

ديد استاد جي سڄي دنيا،
ساهہ آ سنڌ، هاڻ دادو آ.





هڪ شخص هڪڙي شهر ۾ دانهون گهٽيون ڪيون،
بي درد لوڪ بند ڪٽي در، دريون ڪيون.

بازار ۾ انهن جا لڳي اشتهار ويا،
ڳالهيون جي تو نہ مون سان نہ ڪي توسان مون ڪيون.

تنهنجون اکيون ڪڪوريون، منهنجون ڳنيون ڳنيون،
گونگين گهٽيءَ گهٽيءَ ۾ سموريون سچيون ڪئيون.

هت ڪن اٿئي ڳتين ڪي ۽ جاسوس ٿئي هوا،
هل چنڊ تي چڙهي تہ ڪي ڳالهيون ڳجهون ڪيون.

پرٿو ٿہ ڪون، دوستو، پرچي پوي بہ مَن،
پئي گيت گيت يار ڪي منٿون يڪيون ڪيون.

هڪ گل قطار ڳنڍ تہ هڪ ڳنڍ گنج گل،
هن باغ جي بهار جون ڪهڙيون ڪچيون ڪيون.

ٻوٽي اکيون نہ پيار جو استاد پيچو ڪر،
ڪيئي وتن ٿا قرب جون ڪاتيون تکيون ڪيون.





ڪڇي ٿو سونهن جي مُنهن تان نقاب آهستي آهستي.
اچي ٿو عشق جي گهَرِ انقلاب آهستي آهستي.

ڏيڻ وارو شباب آهي، ملڻ وارو شراب آهي،
هِتي جو ڪجهہ بہ ملندو آ جناب آهستي آهستي.

متو ڦاڙي وڏو فرهاد چو ٿا چئو تہ هڪ ڏڪ ۾،
انهي ڪمہ ڪار ۾ ٿيو ڪامياب آهستي آهستي.

زمانو ڏاڍو سادو هو ۽ سهڻو هو، سدورو هو،
خدا ڄاڻي تہ ڪيئن ٿي ويو خراب آهستي آهستي.

غريبي پنهنجي گيرب ۾ ائين ڏيري هلي ٿي پئي،
جئين ديري تي هلندو آ نواب آهستي آهستي.

تاري تازي جي گلي تي . وقت تو ڪاتي،
ڪهائي رات پيو ٿو آفتاب آهستي آهستي.

اٿڻ سان زندگي مونکان پڇيو تو جو سوال آهي،
جيان تو پيو ڏيان تو پيو جواب آهستي آهستي.

ملاقاتون ۽ راتيون ڏيري ڏيري جهومنديون آهن،
رڳون استاد جون بنبيون رباب آهستي آهستي.





عشق جو حُڪم مجي حُسن سنواريو هوندم!
جوش جي جرڪ ڏئي هوش اجاريو هوندم!

قافلو حال سندو ڪالهہ قطاريو هوندم،
وقت ويران، بيابان گذاريو هوندم.

جو بہ جبّار يا مجبور سو نِڪتو ماڻهو،
پوبہ انسان ٿي انسان پڪاريو هوندم.

ڪي نوان گيت، نوان چيٽ ڦُٽي پيا هوندا،
پاڻ ڪي پيار ڪري يار پساريو هوندم.

ميڙ جو مُنڍ نہ معلوم، پَچاڙي ڪهڙي؟
هاءِ حيران، پريشان پَڏاريو هوندم. (۱)

جيترو مُند بَچي ماٺ، رُني مُنڊ ۽ مَٺي،
تيترو گيت، غزل، بيت تنواريو هوندم.

آڻ گهڙيو ڪاٺ اڳي.هوس، ادب ري استاد،
ڪنهن مِني قرب سچي ساٺ سڏاريو هوندم.



(۱) پڏارڻ: اچڻ ۽ وڃڻ ٻنهي معنائن ۾ استعمال ٿئي ٿو.



منهنجي هٿ ۾ قسمت آهي.
چو تہ هٿن ۾ همّت آهي.

تون وهمي آن، مان فهمي هان،
پنهنجي پنهنجي فطرت آهي.

اٿيّ مُقام نجومين جو آ،
تارو تارو تربت آهي.

مونکي مقدر مڃرائين تو؟
پو تہ يزيد تي رحمت آهي،

افضل ذڪر آ، لاالہ الاالله،
ڪجهہ بہ نہ آهي قدرت آهي.

دوزخ ۾ ڪهرام مچي ويا،
ڪاٿي رب جي رحمت آهي؟

"هوڏيءَ" کي ڇڏ، باقي مون سان،
صوفي هرڪو سهمت آهي.

بي سُڌ تارن کي سُڌ ڪهڙي،
ڇا استاد جي عزّت آهي!





موکي عشق پچايو عرشن تي.
چَپ چند مٿان، هٿ ڪڪرن تي.

ايئن جيوَن جهومي لمحن تي—
جيئن خوشبو واء جي جهوٽڪن تي.

جذبات اتيا ايئن نخرن تي،
چڻ چور وڙهي پيا بخرن تي.

هٿ منهنجا هيڃي، مڃري پيا،
چڻ لنگهڻو پهتو گدرن تي.

ڪو اوتر ڪي روڪي بہ نہ ٿو،
پَر پهرو آهي پَن پن تي.

تي پَن چڻ جي رُت رقص ڪري،
بُڏ چمر چمر راهُن، رستن تي.

اندر کي ڏکيان تو شعرن سان،
اوتر تو وڇايان سمنڊن تي.

ڪنهن ليليٰ تي ڪنهن ڪنبي تي،
مون عشق پچايو اکرن تي.

هي بيت بخاري تو وارا،
تا مور ٿهوڪن مَنهنِ تي.





ڏات پرور، شعر پيغمبر آمر، ڳوليان ٿو پيو.
جاتي چاهيان تاتي پهچان اهڙا پَرَ، ڳوليان ٿو پيو.

دل چوي ٿي سنڌ جا سنسار کي نئين سر اڏيان،
شهر گهر آهن سٺاوا بحر بر، ڳوليان ٿو پيو.

بعضي ٿو واهڙ ولوڙيان، بعضي ڇاڻيان ريت ٿو،
سونهن سهٽي جي ۽ ميهر جي نظر، ڳوليان ٿو پيو.

دل بہ بيحد، درد بيحد، دنيا بيحد دوستو،
مامرو هن عمر جهڙو مختصر، ڳوليان ٿو پيو.

تون سنجهي آئين، وئين، پر صبح تائين مان يڪو،
چنڊ جهوليءَ ۾ ۽ ٻانهن تي ڪڪر، ڳوليان ٿو پيو.

مان ڪنيون محبوب ڏي ڳجرا تي ويس، غنڊو مليو،
هُن ڪي هٿ ۾ ها سروٽا، مان ڀٽر، ڳوليان ٿو پيو.

سوچ ۾ سايبان سنجيدو دوستو گفتو اٿم،
موڊ آ محفل جو چرچن تي چٽر، ڳوليان ٿو پيو.

مون ڏٺو سپنو تہ ٻوٽا تي پيا ڪاريھر جا ڪَر،
ڊوڙندو، ڳجندو گلستان ۾ ڍنگھر ڳوليان ٿو پيو.

پُٽ ڪلھي تي پوڙھي ڪي، ميلي ۾ پٽ پچندو وتي،
بخت منھنجو، منھنجي ھٿ ۾ مگر، ڳوليان ٿو پيو.

ڪاتي ڪاٽي ديرو دمٽو عشق کي استاد آ،
دربدر موٽڪي نہ چئو، دلبر جا در، ڳوليان ٿو پيو.





اتم جيءِ ۾ چرون چيرا، نہ تو پڙڪان.
اڪين ۾ ڪنهنجا آڪيرا، نہ تو پڙڪان.

وٺي هل باهہ مونکي ڏور صحرا ڏي،
هتي هِن دوست جا ديرا، نہ تو پڙڪان.

اڪيون ساڙيان، جلايان دل، لهي پئي لُڙ،
اتم پر ڪنهن سان آڏيرا، نہ تو پڙڪان.

چيو دل پَرُ، هِتي ڪائي وسهن ڪانهي،
هوا ۾ واسَ واهيرا، نہ تو پڙڪان.

جلايان خار ليڪن يار لڱنديون باغ ڪي باهيون،
لڪايا ڪڏڪ ڪانديرا، نہ تو پڙڪان.

پَٻڻ ڪان پنبٽين تائين سِڪي سانڍيم،
پريءَ جي پيار جا پيرا، نہ تو پڙڪان.

متانِ سي جنّتون تڇڪي جهنّم تين،
هجو شاهد مٿا، جيرا، نہ تو پڙڪان.

بخاريءَ جو رڳو پاڇو بچيو آهي،
ڇهايو تا گهٽا ڇيرا، نہ تو پڙڪان.





خواب تو واري جي خوشبو، اڄ بہ منهنجي من ۾ آ.
باغ جي هبڪار هوندي واءَ جي جهلڪن ۾ آ.

آس هڪ اپري تي پئي پر پوهہ جي سورج جيان،
روشني، سردي وَڏي ڪئي قيد ڪوهيڙن ۾ آ.

زندگيءَ جي سرخروئي ڪجهہ تہ منهنجي سڪ ۾ آ،
ڪجهہ تہ تنهنجي ريشمي ميندي رتن هٿڙن ۾ آ.

چنڊ جو چمڪو، گلن جي مهڪ، چقمق جي ڪشش،
دلڪشيءَ جو ڪيڏو سهڻو سلسلو سهڻن ۾ آ.

گفتگو ماڪي بہ آ مصري بہ آ ڪشمش بہ آ.
ڪُل مٺاڻن جو مزو تنهنجي مِٺن گفتن ۾ آ.

تون نہ ساقي، مان نہ ميڪش، بزم ناهي ميڪدو،
شوق جو آ ڪرشمو، ڪيڏو نشو نيڻن ۾ آ.

عشق ڪوتو، حسن ڪوجهو، تي چڪو هي حادثو،
چونءَ پچونءَ ڳوٺن ۾ آهي، هوشرو شهرن ۾ آ.

جرڪ پنهنجي مرڪ جي استاد جي ڳوڙهن ۾ ڏس،
سج جي ڪرڻن جي رونق ماڪ جي قطرن ۾ آ.





روز سينگارجان تو ائين چڻ تہ سهڻو اِجهو تو اچي؛
درد دل مان ڪڙا تو ڪيان، چو تہ منهنجو مِتو تو اچي.

خوبصورت نظارا ڪنيون، ڪهڪشان، چنڊ، تارا ڪنيون،
سونهن جا روپ سارا ڪنيون، ديد جو دادلو تو اچي.

مَهڪندو مهڪندو تو اچين، مُرڪندو مرڪندو تو ملين،
اڻ ميو پيار تو يار ڏين، مونکي ڏاڍو مزو تو اچي.

موت جهڙا مهاندا ڪنيون، بت، تباهين جا پاندا ڪنيون،
اڪ، جهنّم جا ٽاندا ڪنيون، ڪو ڏهاڙي ڏچو تو اچي.

سوچ، اوتر تي ڊوڙي تي پئي، ديد، منجر تي اٿلي تي پئي،
دل جي ڌرتي سا لرزي تي پئي، ظاهر آ زلزلو تو اچي.

دل فريبي سان دوکو بہ آ، عشق سان گڏ عقيدو بہ آ،
قافلو هي قطاريو سچو، اتڪلي فلسفو تو اچي.

هي آ جيون جي جادوگري، آرزو جستجو ۾ چري،
ڏس تہ جيئون ٿا هرهر مري، رنگ رت جو رتو تو اچي.

مونکي ڪوٺيو موالي پلي، منهنجو ميخانو هن جي ڳلي،
عشق مون وارو اوڏهن وڃين، پڪ ڪري ڪو نشو تہ اچي.

وقت ڪو زهر جهڙو ڪڙو، وقت ڪو کير- ماکي مِٺو،
وقت ڪو بيسوادو، ڦِڪو، وقت ڪو ڪتمنو تہ اچي.

ڪير ڪوڙو آ ڪير آ سچو، بحث آهي بخاري ڏکھو،
پاڻ کي تہ کپي پروسو، پر ڪٿي پروسو تہ ملي.





هي معجزو آ، تنهنجي ڀرپور دوستيءَ جو،
مضبوط عزم ٿي ويو، ڪمزور زندگيءَ جو.

طوفان تي اُٿان ٿو، رهڙي ڪنوڻ ڪڙان ٿو،
اڄ پهچ عشق سوڌو، سڏ آهي سنگتيءَ جو.

هن دڳ تي آهي مقتل هن در تي شور محشر،
جيڪو پڇي مان ٻڌائي هي شهر آ انهيءَ جو.

آڪاس تي ويو ٿامون، تارا پتر ٽٽا ها،
اڌرات جي اکين ۾ هو خواب ڌرتيءَ جو.

هُت رند ڇرڪ ڇوڙن، هِت يار پير پوڙن،
هو سير جو حوالو، هي حال آ ڪنڌيءَ جو.

استاد ڪان پڇين تو دل، ديس جو زمانا،
هِت راڄ چيٽ جو آ، پر ڪاڄ آ ڪتيءَ جو.





يار جي بزم ۾ گمنام بہ حيرت جهڙو.
هون سڄي شهر ۾ بدنام بہ حيرت جهڙو.

ٿهڪ ڪوڪن ٿا، لِڪي رقص لڇن چيرن ۾،
مون ڏٺو ملڪ ۾ ماتام بہ حيرت جهڙو.

نہ ڏسي ٿو نہ ٻڌي ٿو نہ ڪُڇي ٿو بيهوش،
آيو بردي ڪي آ آرام بہ حيرت جهڙو.

زندگي تائين جيڪا جيئري اجهامي نہ سگهي،
جي اُجهي تاس تہ هو جام بہ حيرت جهڙو.

جي شروع ٿي تہ چڙهي چوٽ گهمي اپ آئي،
آ انهيءَ خاڪ جو انجام بہ حيرت جهڙو.

تو زماني جو سڄو حسن سمايان سِٽ ۾،
تو ڏيان عشق کي انعام بہ حيرت جهڙو.

ٿي خدا پاڻ مون ٿي پاڻ ڏي جبريل مڪو،
هو انهي خواب جو الهام بہ حيرت جهڙو.

آءٌ مجبور بہ مختار بہ استاد بخاري،
ڏيان آزاد وڌو دام بہ حيرت جهڙو.





هوا، صبوح سان اوريو، حوال منهنجو هو،
نئين بهار. نکاريو، خيال منهنجو هو.

پکم بهشت جا قانون تنگ تي زوري،
ڪئين بہ قيد مان نڪرڻ ڪمال منهنجو هو.

صليب، توب، سزا مان صدا گجي منهنجي،
مسيح، مِير، حسن جو مثال منهنجو هو. (١)

نمائندو آءٌ انسان ذات جو آهيان،
مصيبتن ۾ تسلسل بحال منهنجو هو.

هُيم تہ شعر ۾ شرناءِ، پر نہ تي چيڙيم،
ملول شهر سڄي جو ملال منهنجو هو.

پڙهي سگهي نہ نئين سنڌ ترجمي ڏاران،
ڏسي سگهي نہ سِڌو ڪو جمال منهنجو هو.

”اچي جناب بخاري، نئون غزل ڳائي،“
جواب ڪوبہ نہ آيو سوال منهنجو هو.



(١) عيسيٰ مسيح، ميرداد، حسن ناصر.



ڊيد گلابي دلبر تنهنجي، مُرڪ چنبيلي، ماشاءالله!
نازڪ انگڙا، ريشم ڪپڙا، دل پٽريلي، ماشاءالله!

طرحين رنگ طبيعت تنهنجي، دنيا وانگر دَور نيارا،
ڪٿ نخريلي، ڪٿ اربيلي، ڪٿ شرميلي، ماشاءالله!

ڪڏهن اڪيلي مون وٽ منهنجي،هوء سَرهائي ناهي آئِي،
اِڄ بہ اتس ڪا ڳوڙهي ڳٺتي ساڻ سهيلي، ماشاءالله!

پيار پڪيئڙا جيئڙا جيئڙا پيار ونديون پيا هيڏان، هوڏان،
تاڙي تي پئي ڪنهن ماريءَ جي، گهُورَ گُليلي، ماشاءالله!

سهسين تارا هڪڙي پاسي، باک بخاري هڪڙي پاسي،
ميساري پئي ڪئين مايوسيون، آسَ اڪيلي، ماشاءالله!

عقل آلايو: آڳو، پيچو جاچي پنهنجو پير وڏاءِ،
عشق چيو: استاد، اتي پئو "عيلي عيلي"، ماشاءالله!





اکيون ٻنهي جون اُجون هيون ۽ بدن ٻنهي جون ٻکيو هيو،
دُکي دُکي ڪجھہ پڇيو هيوُ هُن، ڏٻگي ڏٻگي مون ڪُڇيو هيو.

ندي ڪناري ڏسي اجارا، ندي تہ ڇا خود ڪنڌي رُنو،
هوا ڇو جھوُنڪو، وڻن جو جھُڳٽو اِنهي لقا تي لڇيو هيو.

رفيق ٻُوٽن ٻلاند ويڙهي اُتي اسان کي ڍَڪي ڇڏيو،
شَڪي زمانو ڪري بهانو شڪار ڍونڊڻ اٿيو هيو.

بدن سڄڻ جو چَمن ڇوان ڇو، اهو تہ دل جو وطن هُيم،
گهٽي گهٽي ۾ گهُميو ڇوان ڇو، ڇَپو ڇَپو مون ڇُميو هيو.

سڳنڌ منهنجي سِتن منجهان ڇِي سڄي پڇي ڪجھہ اڇيوَ ٿو!
شعور منهنجي شعاع جهڙو هُٻڪاء هُن جو سُنگهيو هيو.

مسيح، ميهر، بلال، سرمد، نظير، بختي، ڪٿي ڪُنا،
سِڪڻ سٽائو حضور ناهي اِهو اڳيئي سُجهيو هيو.

ڪُلي فضا ۾ مَلهي ملياسين زمين جهومي پٽي بخاري،
اٿين لڳو تي ازل - ابد جو حسين جهُولو جهُليو هيو.





سمنڊ پهچي، پي وڃا مان، سو سراب، آءُ آهيان،
اهڙو تاسو، جهڙو ڪاچو، جي جناب، آءُ آهيان.

جنهنجو شاعر، جنهنجو چاپڙهار ئي خدا آهي،
شاعريءَ جو، سوبہ سنڌيءَ جو ڪتاب، آءُ آهيان.

رات اوندهہ، مينهن، اوتر، هانوَ- ڦاڙڪَڙڪڙ ۾،
پوبہ چمندو وڃ ڪرندڙ جو شباب، آءُ آهيان.

ڪين قسمت ڪي ميان تو، آءُ پاڻ ڏوهي هان،
جي مقدر ڪي ميان پو، چو خراب آءُ آهيان.

بيٺ هڪ تي، هيرَ جهُوٽو، جنهنجي پاند ۾ خوشبو،
خواب ۾ بيو خواب تنهن ۾ ٽيو بہ خواب، آءُ آهيان.

اڳ۾ ٽبڪو، پوبہ ٽبڪو، هڪ قطار ٽبڪن جي،
منهنجي ير ۾ هڪُ هجي هو، بي حساب، آءُ آهيان.

ڪربلا ڪان ڄامشورو، شهر شهر محشر آ،
ارتقا جو شور هوندو، انقلاب، آءُ آهيان.

سڄ ۾ نہ تہ ٻڄ ۾ ٿي جرڪ ڄاڄجو منهنجي،
عرش تي نہ تہ فرش تي پر آب تاب، آءُ آهيان.

رات ٿيو استاد ڏاڍو ڏات، ذات جو جهيڙو،
جيت آخر گيت جي ٿي، ڪامياب، آءُ آهيان.





نيڻ ڳولا عظيم قدمن جا،
ڪنڌ تي موت، پنڌ جنمن جا.

هاڪ بنبو وڃان حقيقت جا،
واڪ ڳِهندو وڃان تو وهمن جا.

ڪربلا، قتل عام، راتاها،
سي بہ ها نام منهنجي صدمن جا.

روز تحفا ملن تا ماتم جا،
ناز مونکان پُڇو نہ نغمن جا.

عڪس حق جا، هُما جا پاڇا ها،
مون کي اوتار تنهنجي چشمن جا.

هُن جي هٿ ۾ وڏو منڊيئڙو آ،
پيش پوندا شمار پدمن جا.

تـوڪي سـوداءَ پنهنـجي قـسمت جـا،
مونکـيءَ ڪمر ڪار لوح - قلمن جا.

پيءُ، آب- حيات اِسڪندر!
نوٽبوڪ ڳول منهنجي نظمن جا.

سير دنيا جا، عزم اڳتي جا،
تاب استاد منهنجي تَن، من جا.





نہ جي دل عقابي، نظر ڇا ڪري!
جگر ڪانسوا اک اثر ڇا ڪري!

پڪا پير ناهن تہ "گهوڙو ڪچو"،
تِکي ٻانهن ناهي تبر ڇا ڪري؟

عذاب آهي دولت وڏي، دل ننڍي،
دَنير ڏوڙ ٻنجي تہ ڏر ڇا ڪري!

ڊنا ديس دودا، ڏيان ڏڍّ ڇا،
ڏري ڏار پياڙي، ڇپر ڇا ڪري!

(١) ڪيئين ڪلڪ ڪارِي، ڪٽاري ڪٽي،
ٻخاري مياري، مگر ڇا ڪري!



(١) ڪارِي: تکو اوزار – اٽرانتو ڏک



حڪيمو، طبيبو، طريقا ڪيوا
لڳا تئون ڪليجي ۾ ڪوڪا ڪيوا

نہ قسمت مڃي هُن نہ ڪوشش ڪئي،
تڏهن تا اوهان دل جا تختا ڪيوا

جي منهنجي جگر کي وڪوڙين پيا،
سي منهنجي رڳن مان تا رستا ڪيوا

سٽي ڪير تو ساز هن دور ۾،
وڄايو وٺن کي ڪي واڪا ڪيوا

هو سِبجي ۽ سٽجي اٽن تي چڪا،
هٽو هاڻ نعرا تا: پورا ڪيوا

نہ شهر آهي جيئرو نہ ڪو تو مري،
پہ ٿي پيا بيانن جا صدقا ڪيوا

هي ڌرتي لڳاتار بيمار آ،
ڪي ڪايا پلٽ يار نسخا ڪيوا

چٽيم چيچڪا پئي تہ ڪيٽيءَ چيو،
بخاري وڃي پهريان وايا ڪيوا





تنهنجي خوشبو پڙهان خطن وانگي،
تنهنجا نياپا چمان چپن وانگي.

جوش: جهمريون، ڇهاءَ: ڇيرون ها،
دل تي دهہ دهہ ڪئي دفن وانگي.

تنهنجي محبت لذيذ شاهد آ،
مشڪلون مون ڪٽيون مزن وانگي.

خوبصورت خيال جا سپنا،
توکي سمجهيم لطيف فن وانگي.

اَڳ وچڙيو وچي امنگن کي،
ڪابہ وينگس سڏي وڏن وانگي.

شعر ساقي، شراب موسيقي،
لفظ، اوتي ڏين هٿن وانگي.

شوقُ، منهنجو جهاز تي گذريو،
خوفَ، مون ڏي ڏنو مچن وانگي.

جهومندي يون لچي، پڇيم چو؟ چي-
آسمان تو تڪي ڪفن وانگي.

چو نہ پهرو مري بخاري ڏئي،
تنهنجو پاڙو مِنو وطن وانگي.





مان حق جي ڳالهہ ڪريان نہ ڪريان، چوٽيءَ تي چڙهي حقُ ڪُوڪي ٿو.
مـان در در گيت چـوان نہ چوان، سڻ: پٽڪو گهرگهـر جـاڳي ٿو.

هـا ڪـوهہ برابر ڪـوهہ آهـن، پر ڏڪنـدا پـوءِ بہ ڏوهہ آهـن،
جنهـن پـونءِ ۾ تا پونـچـال تنبن، تنهن پـوَن جـو سينو ڌڙڪي ٿـو.

تـو ميڙو ڏسجي ماتم تي، تي محفل مچري چم چم تي،
جنگاهہ يا جلسي گاهہ هجي، جڳ جذباتي آ جهـومي ٿـو.

تشبيہ بـرابـر بيچڙي آ، تصويـر ٿي تـرَ جي اهـڙي آ،
هِت ڀُهڪـارڻ ۽ ٻوڪڻ ۾، ڪـو پـونءِ ڪـوي جڻ پـٿـونڪي ٿـو.

استاد اُڪائي وچٽـو آ، پر مينهن تـہ وسندو، وسٽـو آ،
هي بادل ايندا ويندا پيا، پـر سمنـڊ سـدائين ڇيڇڪي ٿـو.





تنهنجي آئي چين ڪٿي آ؟ انگ آ بي چين!
پر جي وچڙي لوچ بچين تو، پو تہ صفا بي چين.

عشق، عقل بئي گهورا تنهنجي هڪڙي حسن سندا،
هوش الڳ تو تولئہ تڙپي، جوش جدا بي چين.

تاڻ، تڙپڻ مون تي لازم، نازڪ، توتي ناهہ،
درد، دوا لئہ بي چين آهي، ناهہ دوا بي چين.

ڪويل ڪي ڪُوڪايو هوندو شايد پيٽ ۾ پيار،
پر ڇو آهي باغ سڄي جي بُوءِ، هوا بي چين؟

ٻچپن جي ڪَل آيل ڪي آ، جوڀن جو تون شاهد،
سونهن، سڪڻ جي ياڪُر ۾ ڇو آءٌ الا بي چين!

جام جواني، مئي مستاني، ٻيءُ هيءُ جِيءُ جاني!
چنگ وڄايون، ڇيڙا آهن چاهہ سوا بي چين.

پيريءَ ڪي پاڻي ئي سمجهو، پاڻي پڻ بي چين،
جوڀن بيشڪ باهہ بخاري، آڳ- اُلا بي چين.





سڌي سِڪ، ٻڪي دل، سَري ڪانہ ٿي.
رنيي ڦر، لڇي ڳڻون، چري ڪانہ ٿي.

رڻ سان نہ ٿي پيڙ پگهري ڏنم،
تہ پاڻيءَ ۾ پٿري ڳري ڪانہ ٿي.

ڪُسي ڪو تہ چو ڦير ڪِيهون ڪري،
اهو ڪم بہ دنيا ڪري ڪانہ ٿي.

محبّت مري ڪانہ ٿي، شڪريو،
مصيبت بہ مولا مري ڪانہ ٿي.

وِسائينس، دونهون ۽ ڌپ ٿي ڪري،
ٻري دل ٿي، چمني ٻري ڪانہ ٿي.

وڏي ويڪري ٿي پوي ٿي مگر،
ندي، سمنڊ ۾ وئي وري ڪانہ ٿي.

مٿان برف هيٺان جوالو ڌڳي،
ٺِنيي ٿو ڇڏين دل ٺري ڪانہ ٿي.

خدا جي خدائي وڏي آ، مگر،
بخاريءَ جي اک ڪي ڀري ڪانہ ٿي.





ڪنهن ڪنهن ڏينهن تہ ايندي ڪر تون،
نئون نئون روح پرينديِ ڪر تون.

منهنجي آس، اميد تہ آهين،
مونکان مُنهن نہ متيندي ڪر تون.

مايوسين جو چارو مون تان،
روز اچي روڙيندي ڪر تون.

منهنجو شوق شفق ۾ رڱجي،
ميندي روز مکيندي ڪر تون.

اک، اک ۾ تہ ڪپہ کي تيلي،
هٿ، هٿ ۾ تہ نہ ڏيندي ڪر تون.

ڪنهن سگهي جي سامهون ويهي،
چيگم ڪين چبيندي ڪر تون.

ميھر وانگر مان تو تڙپان،
سھٽي تي سوچيندي کر تون.

ويني ويني چا تي وجئي تو،
پاڻ کڏھن پرکيندي کر تون.

ساز آھيان پرسوز، مزي سان،
ڇھندي کر، ڇيڙيندي کر تون.

درد وَندو استاد بخاري،
ويھي سوُر ونڊيندي کر تون.





چار اکيونْ تيون، چار چپ تي پيا.
سونهن اجري پئي، پيار نکري پيا.

بند درياهہ توڙي تہ جوڙي وجهون،
هي تہ جذبات ها جيڪي اٿلي پيا.

شرمہ پڇرا وڏا، ڪنبي ٻُڏتر ٻَڏا،
پوبہ توڏانهن انگ انگ اڏري پيا.

عشق بيباڪ جون حرڪتونِ- برڪتون،
حسن محجوب جا منڊ اڏڙي پيا.

رات سپنن ۾ بوسا ڏنمہ، صبح جو،
شوق، تصوير تنهنجي کي چهتي پيا.

تنهنجي سينگار محفل کي گلشن ڪيو،
بُوءِ ڳائڻ لڳي، رنگ جهومي پيا.

رات دل جو اڱڻ آسمان تي لڳو،
چنڊ، تارا، ڪتيون ڪوڙ ايري پيا.

هوُ قدم تي قدم ارتقا جان وڌي،
چاھہ آهستي آهستي چمڪي پيا.

پيار پرتو تہ جڻ يار پرتا سيئي،
صحن جھوميو تہ جھرجھنگ جھومي پيا.

عشق اعظم جي پاسي ۾ استاد جا،
هوش روشن ٿيا، جوش جرڪي پيا.





استاد جي ارداسَ، نئين سال جو تحفو.
مايوس کي ڏي آس، نئين سال جو تحفو.

پريات جي پردي ۾ ڪري بند مُکو آ،
اڌرات ڏي آڪاس، نئين سال جو تحفو.

ڪي- ٿوُ ڪي ملي برف، مليا سجّ کي بادل،
۽ ٿر کي مِلي تاس، نئين سال جو تحفو.

تخريب ۽ تعمير پريو تالھہ ورھائن،
هي وهم هي وشواس، نئين سال جو تحفو.

ڪٿ صبح سويري سان نئين نُور جا ڪرڻا،
وٺ واءَ وتان واسِ، نئين سال جو تحفو.

استاد جي تقرير ۽ تحرير ۾ آهن،
احساس ئي احساس، نئين سال جو تحفو.





هر شخصِ شهر سمجهو، هر دل بزار آهي.
ڪيڏو غمن، ڪمن جو هِت ڪاروبار آهي.

جنهنجي وڳن جي خوشبو تي ڪنهن ڪي نور بخشي،
سو حسن عام سامهون تيو تينوار آهي.

منهنجي چپن جي خواهش آهي ڪٽڻ ورهائي،
تنهنجي لبن تي سرخي جنو ڪجهہ تہ بار آهي.

تو مُرڪي گُل ڏنو سو، گلدستو تي أتي پيو،
سپنن بنايو ان مان هڪ سبز زار آهي.

اوتر تو هِير ڪائي، سورج ڳهي ستارا،
هرڪو سَگهو شڪاري، هيٺو شڪار آهي.

استاد ۾ بظاهر ٻي ڪابہ خوبي ناهي،
هڪ سونهن جو پڄاري ٻيو سند- يار آهي.





ٺوڪ ڪري يا شوق ڪري، هن مونکان پڇا ڪئي؛ شاعر آهين؟
مونچو، منڙا، ڪنهن مومن کان پڇبو ناهي ڪافر آهين!

مُرڪَ ڏڪي هيو وار ڪيائين: سونهن پرست بہ سڏجين ٿو؟
هيڙو سهڻو پيو ڪو شاهد، تون جو سامهون حاضر آهين!

پٿر مان تہ نہ چوندس پر هي ڪهڙي طرح جو قادر آ؟
بانها باري جنگ- جهنم، ۽ تون حاضر ناظر آهين.

سچ ۽ سنڌ کي، پيٽ ۽ پيار کي لازم ۽ ملزوم ٿو چئين؟
هي ڪو اوکو معمو ناهي، ايترو تون بہ تہ ماهر آهين!

علم، ادب جي ساٿ سان آهيان، ڪاٿي آهيان ڪا ڪٿ ناهي،
جو ٿا بندو، ربّ بنايو، چوندي: اوّل، آخر آهين!

ذات امرتا پريتم توتي از خود عاشق ٿي پئي آ،
لوڪ تڏهن ٿو سمجهي تون استاد سخن جو ساحر آهين.





نينگر اڪثر ايندا آهن منهنجو وقت وڃائڻ ڪارڻ.
۽ ڏيڍ ڏئي ڪو ويندا آهن منهنجو هاڻ وڌائڻ ڪارڻ.

مون وٽ وَٽ ويچارن جي ۽ هوندو تيل طلب جو آهي،
تنهنڪي تيلي هو تہ هٿن تا جيون جوت جلائڻ ڪارڻ.

شام شفق تي تارو چمڪي، صبح ڪليءَ تي پنڙو ٽڪي،
ڏينهن تتي جو ڳيرو ڏوتي، منهنجو چاهہ وڌائڻ ڪارڻ.

شهري ڇو تا شرمايو پيا، حڪم ڪريو ۽ فرمايو،
ڳلي ڳليءَ ۾ ڳارايو، مان، آيو ٿي آهيان ڳائڻ ڪارڻ.

ڪڪري مينهن ڇٽيندي ويندي، خوشبو هير وندبيندي ويندي،
ذات اسان جي جيتر جيئندي، جيئندي جوت وندائڻ ڪارڻ.

محفل ۾ ڇو مچ مچايم، جان جلائي رنگ رچايم،
ٽِچڪي ٽچڪي نينهن نچايم، پاليو هوم پچائڻ ڪارڻ.

وِڪ وِڪ تي وانگاري سمجهو، دَر در تي ڍُهلاري سمجهو،
بانگو يار بخاري سمجهو، ڪُوڪاري جاڳائڻ ڪارڻ.





بازار ۾ ڏٺو هوندءِ،
اخبار ۾ پڙهيو هوندءِ.

ها، پيار منهنجو آوارو،
هر موڙ تي مليو هوندءِ.

تارو ڪڙيو تہ مان ڀوڙيس،
اڌ رات جو سڏيو هوندءِ.

آرام جو دلاسو ڏئي،
آزار ۾ وڌو هوندءِ.

اوطاق تان اٿيو، مچريو،
جنگاهہ ۾ گڏيو هوندءِ.

تحريڪ ۾ ويو گم تي،
تاريخ ۾ لڌو هوندءِ.

ڪرٽن ڊڪي، جھٽي ورتو،
اونداھہ ۾ سٽيو ھوندءِ.

مون جو سڏيو سچائي ڇڏ،
ھر ڪوٺ سان ڪٺو ھوندءِ.

رڳ رڳ ٽُڪيو، جھُڪيو ناھي،
منھنجو اھو ادو ھوندءِ.

ھڪ پيار ڪي ٻيو پاپيءَ ڪي،
استادِ جو پتو ھوندءِ.





هيڏانهن تمنّا جو طوفان اٿي ٿو.
توڏانهن اِهو چا جو درياهہ لِڇي ٿو.

تون مِينهن نہ آهين من ۾ آءُ نہ ڪاچو،
چو مونکي جيابي لئہ سر تنهنجو سُجهي ٿو.

لِڳ چٽنگ بہ ساڙي ٿي، پر باهہ نہ چٽبي،
پل شوق جي دعويٰ ڪر، پر عشق پڇي ٿو.

جنهن ياڻ تي دونهون آ، پڪ آ تہ وسهن آهہ،
ويران نہ آهيان مان ڪو درد دکي ٿو.

جوين ڪي سَڏيوَ انڌو، پيريءَ ڪي زهيري،
هر عمر ۾ ماڻهو ڪجهہ بي شرم هجي ٿو.

ڪاليج جي ڇورن کان زاهد بہ تہ گهٽ ناهي،
جنّت ۾ گهڙي زوري حورن کي ڇهي ٿو.

گل، پنئر سنگهي ويو هليو پر شمع ۽ پروانو،
معشوق جي شعلن کي مشتاق چمي ٿو.

جيئڻ موت جو ڏپ ٿو ٿئي، جِيوَن کي وجهون پڪ ٿا،
انسان تضادن جي جِهولي ۾ لڏي ٿو.

هي هيڏي اڪيلائي، هي هيڏي اداسائي،
اونداهہ جي ساگر ۾ ويساهہ ٻڏي ٿو.

مشتاق جي مرضي آ، دل آهي مجاهد جي،
محفل ۾ کسي ٿو هو،مقتل ۾ کڏي ٿو.

ڇا حسن ۽ عشق بنا مضمون نہ هو ٻيو،
استاد بخاريءَ کان محبوب پڇي ٿو.





آڪاس وجهي فال ڏي احوال مونکي!
ياڻ پوندو نہ يا پوندو نئون سال مونکي؟

مان پيار جو پندار، خيالن جو خزانو،
هو سيٺ ٿو ڪوٺي ويٺو ڪنگال مونکي.

مان چنڊ کي خود پاڻ چمي سگهندس پاڻهي،
تون پنهنجا چمڻ پير ڏي في الحال مونکي.

يا ديد ۾ يا دل ۾ تہ يا ڌيان ۾ آهي،
جڳ ۾ تہ نظر نايو آ جڳپال مونکي.

مان روز نہ پر عيد تي اگهندس ڳوڙها،
تون موڪلي ڏي ريشمي رومال مونکي.

هر شام شفق اوڙهي آ، ايندي مون ڏي،
هر باک چمائيندي آ، لب لال مونکي.

ڏسجو تہ ڪچهري ۾ شعاع آهي يا ناهي،
هر شعر تہ منهنجو لڳي مشعال مونکي.

هڪ ضحرا تتو لنگهڻو آ، ننگين پيرين،
هڪ سمنڊ وڏو ترڻو آ هر سال مونکي.

گهمسان ۾ گهبرايو نہ تہ چو تہ بخاري،
طوفان ڪري پاليو آ، يونچال مونکي.





تون سونھن تو پسائين احسان جي نموني.
مونکي نہ پيار گھرجي ان دان جي نموني.

مضمون حسن جو تو چيڙي ڇڏيو آ جاني،
مان چو نہ عشق آچيان عنوان جي نموني.

برباد دل جي ٻوڻ کي مس مس ملي تو ڪاتي،
ياڪر بھار، بوسو بستان جي نموني.

زلفن ۾ يا زنجيرن ۾، قرب يا ڪڙن ۾،
ھي زندگي تہ تِني پٽي زندان جي نموني.

خوشبو حبيب جي ھئي، بدبو رقيب ڪئي مان،
ڪجھہ هِير جي طرح ڪجھہ طوفان جي نموني.

مسڪين اٿلي پٿلي ھر رات پئي پچائي،
ڪنھن تانگھہ جي تئي تي دلا نان جي نموني.

سنسار - گهر لڳي تو بز ۾ سراءِ وانگر،
تون، ماڻ مڪي، مِيان، پر مهمان جي نموني.

آدم، حوا خطا ڪئي آخر تہ آدمي ها،
الله چو خفا ٿيو انسان جي نموني.

مينار روشنيءَ جو او دوست عشق منهنجو،
گوندر گهٽائي آيا گهمسان جي نموني.

آزاد ٿيندو ويندو استاد هي زمانو،
آواز ٿيندو ويندو اعلان جي نموني.





جنهن نينهن تي مونکي ناز هيو، تنهن نينهن بچي ناسور ڇڏيو.
هي ديد هِتي پُڄندي ٿي وتي، هُن ديد گهٽوئي دُور ڇڏيو.

هر هنڌ نِدائون دوست ڪريو، هر وقت دعائون چو تہ ڏيان،
هِن سڪٽي ڀانڊي ڀانڊي ڪي ٿا مفت ڪري مشهور ڇڏيو.

يا ڪوئل جي ٿي ڪُوڪ ويو يا اَنبن جيڪو بُور جهليو،
ڪجهہ ياد اٿم ڪي ڏينهن ٿيا هِن پَٽَ ۾ مون هو پُور ڇڏيو.

هي مشهوري هي بدنامي، جيِوَن جي ڪمائي آ جاني،
گمنام هُيم، گمنام رهان، بس مون وٽ منهنجو مُور ڇڏيو.

يا پهچي چيرون چَم چَم ڏيو، يا وچڙي واڪا، ماتم ڏيو!
ڪا ياد بخاريءَ ساڻ رهي يا سُور ڏيو يا سُرور ڏيو!





ڪجهہ جهوم تہ جهومر مان.
سُرڪيان سُر سندر مان.

تون ساڻ تہ مان بازر،
نہ تہ ڪندر- ڪندر مان.

سُرهاڻ مِني تنهنجي،
يا هير اني- تر مان؟

جڻ ڏيهہ ئي ڏيديءَ ۾،
جو ديد ڪدان در مان.

چا ناهي مجي جر ۾،
چا پيار ويو تر مان؟

هٽ هٽ ۾ ڏيَ تہ سهي،
تقدير ڪريان سر مان.

ها، سونهن جو سرور تون،
پر پيار جو پرور مان.

استاد نہ ديد پري،
دنيا مان، دلبر مان.





يار ڪان ٿو خار ڪي پيارو ڪرين!
سوجهري سامهون ٿو انڌارو ڪرين.

تون بہ منهنجي چاهہ کي کوٽو چئي،
لوڻ ٻرڪي ڪوهہ ٿو کارو ڪرين.

نيڻ لاهيارا، ڀرون ڏاتا تکا،
وڻي وينو يار لاڀارو ڪرين.

منهن تي تنهنجي مرڪندي چڳهہ ٿو ٿهي،
ٻاک تي ٿو صبح جو تارو ڪرين.

چيٽ، چانڊوڪي، ڇُڪي، زوري رُسي،
مند جو ٿو يار منهن ڪارو ڪرين.

ماٺ تي وينئين تہ ڀارو پيو ڄمي،
جي اٿي ڪوئين تہ اونهارو ڪرين.

منڊ تنهنجي مرڪ ۾ ۽ ڪرڪ ۾،
چاهي سيارو، چاهي اونهارو ڪرين.

تنهنجو هر هڪ شعر، دفتر ٿيو پوي،
معجزو، قطري ڪي تـو ڏارو ڪرين.

عـشق جو انداز آوارو ڪـري،
حسن تو هر هنڌ هاڪارو ڪرين.

ها، بخاري تون بہ سـرجڻهار آن،
سونهن کي ويتر تو سونهارو ڪرين.

تون ڪٿي ڪجهہ بي هجين استاد پر،
عشق اڙڏو چو تو ويچارو ڪرين.





منهنجي سپني جي هر جهَونڪي ڪي، تنهنجو خوشبو خواب ڇُهيو ته وڃي.
جڻ منهنجي شوق جي شهر منجهان، تنهنجو شوخ شباب گهُميو ته وڃي.

هر ٺُبڪي ۾ اک تُڙڳي تي، هر جملي ۾ دل جهولي تي،
تنهنجي سونهن جي سِٽ سِٽ بابُ وڏو، جڻ قرب ڪتاب کُليو ته وڃي.

مان ڳوڙها ڳاڙي سُڏڪان ٿو، تون مون تي مُرڪين، سوچان ٿو،
جڻ موتين تي ٿو موتي ڏين، ها، هينئن بہ حساب چُڪيو ته وڃي.

ڇو پڇري پاڻ پڳهارين ٿو، ڇو ڦوهہ وَهي هِينئن هارين ٿو؟
ڏي ساقي مونکي مٺي اوتي، شيشي مان شراب اُڙهو ته وڃي.

جي عشق بخاري اٿندو آ، ٻئي پار وڪوڙي ويندو آ،
بيباڪ تي مان جي ڀِڙڪان ٿو، هُن جو بہ حجاب اُٿيو ته وڃي.





هزار پيرا ڪَکر ڪَرمہ جو اُتو هيو.
اچا بخاري قسمہ ڪٽين جو اُچو هيو.

سُڪون ڪاٿي، فراق ۾ يا وصال ۾!
نَدي جو ڏارو سمونڊ ۾ چا سُتو هيو؟

ڪَرنٽ ھوندو اچا بہ ڪنهن ڪنهن اچار ۾،
هِنن چَپن سان مون بجلين کي چُتو هيو.

سُتو چئي تا چِڙيوس هي ڪا ٺنا نہ ٿي،
سُتا تہ آهن سوين، سَون ۾ سُتو هيو.

سُتا ستارا، هَوا هنيان ڪونگهرا مگر،
الائي ڪاٿي بَهيو تہ پئي ٿي، ڪُتو هيو.

خسيس خواري وقار منهنجو وڃيو پئي،
ڏيان منهنجو رفيق تو ۾ رُڌو هيو.

عجيب سپنو ڏِٺو بخاري، سيئي ٻُڏو!
جتي نہ ماٿهو مُتو نہ ڪوئي ڪُتو هيو.





توبہ محبوب نہ سڪ منهنجي سچاتي هوندي!
تُنهنجي نظرن ڇُهي منهنجي رڳو ڇاتي هوندي!

پيار منهنجي ڏڪيو اُن رات رڳو جذبو هوندو،
سونهن کي تو رڳو سرهاڻ ئي پاتي هوندي!

مان ميان تو تہ مليو هوس زمانا توساڻ،
ڪا گهڙي سوچ ۾ ذاتي نہ صفاتي هوندي.

گيتَ چپَ تي تو ٻُڌا، ڪِلڪ ڏٺي تو هَٿ ۾،
ڇا پتو تئي تہ ڪليجي ۾ ڪا ڪاتي هوندي!

روح جي راڄَ ۾ تي ڪاڄ ڪياسين تہڪي،
موت جي قيد ۾ آزاد حياتي هوندي!

ڪنهن تہ لپڪي تکي تلوار سان لاٿون لڏيون،
ڪنهن تہ ميندي نئين تاريخ کي لاتي هوندي.

سالها سال ڪيون لوڪ ڪئين تعبيرون،
ڳالهہ هرحال مون هڪ خواب جي ڳاتي هوندي.

رات استاد جو انگ چُميو چاندوڪي،
چنڊ پر سوچ ۾ پاتي ڪتي جهاتي هوندي.





هي تِڪي تانگھہ، تاڻ تون ۽ مان!
ڇو رُسون پاڻ ساڻ، تون ۽ مان؟

ماڻِ ماڻيون، ڪنار ڪينجھر جي!
ڪنوڙ خوشبو، ڪِڪاڻ تون ۽ مان.

پيار، سُرهاڻ، سُونهن هر رنگي،
رنگ - بُو جي رهاڻ تون ۽ مان.

جوت جاتي، اُتي پلي پاڇو،
عيش هوندي اُباڻ تون ۽ مان.

هي عجيب اتّفاق استاد آ،
هي هوا هي وٺاڻ تون ۽ مان!





جِيوَن جو جڳ سان واسطو ايڏو وڏو نہ هو.
هڪ حادثو هو ٿي بہ ويو، چڻ ٿيو نہ هو.

ڪي ڏينهن ها يا سال ها تو سان معاملا،
محشر جو وقت ڪنهن بہ شريعت ڪٿيو نہ هو.

آئين جو عيد بنجي تہ روزو پيچي وڏمہ،
موٽئين تہ مون پِٽيو پئي محرم ڏٺو نہ هو.

درياهہ درد جي ۾ ٻري باهہ پئي، ڏسو،
هي سڪ جو ڪرشمون هو ڪوئي معجزو نہ هو.

چو قرب جي ڪمال جا قائل نہ ٿا ٿيو،
ڇا ڪو ڪڪر، ڪنوڻ سان نشانبر نچيو نہ هو!

نئون دور جيستائين اچي، نينهن پئي ڪيمہ،
هي دور منهنجي عشق جي لائق تہ ڪونہ هو.

رحمان، جي امان ملي، حالِ دل سليان،
قهّار نانءُ تنهنجو ڪڙو هو، مٺو نہ هو.

ايڏو تہ زندگي ۾ مزو هو جو چيا ڪٿيان،
پر جيترو گهريو تي اسان ايترو نہ هو.

بي پير، بي زبان نچي، ڳيچ پيو چوي،
انسان خواب ۾ تہ سگهو ڪيترو نہ هو!

سڀ فلسفا ها ڪالهہ جا، سڀ فيصلا سيّان،
اڄ چيا چوان تہ ڪير سچو هو، سچو نہ هو.

استاد تنهنجي عشق ۾ جهوميو جتي ڪٿي،
تڙپيو ڪٿي اهو پورو پتو نہ هو.





توبه ڪئي تَمہ پيري پيري.
پيارَ پَڳي تمہ پيري پيري.

ديدون ڏَڪبيون رهبيون آهن،
دل بہ ڏڪي تمہ پيري پيري.

ڪَڪڙي اک ڪان، تڪڙي وِڪ ڪان،
چوٽ چڪي تمہ پيري پيري.

"سَير ڪتي هئي"، سهٽي يٺڪي،
لِيڪ لنگهي تمہ پيري پيري.

مريمہ، زينب، ٻاگهي ٻنجي،
ٻاهہ ڦڪي تمہ پيري پيري.

ڪنبيَ ڪُتاتمہ، ڇُهنب ڇِتي تمہ،
ڪُوڪ ڪَتي تمہ پيري پيري.

تاسَ لٿيءَ مان تيز بخاري،
تاسَ لڳي تمہ پيري پيري.





پنهنجو پاڻ بڻائي نڪتو آهيان، ڪنهنجي ڪاڻ.
جذبن کي جرڪائي نڪتو آهيان، ڪنهنجي ڪاڻ.

تازي ڪوسي چوٽ لڳل جي چانهہ چُڪي چاڙهي،
دل سگريٽ دکائي نڪتو آهيان، ڪنهنجي ڪاڻ.

ڪاڙهي وانگي ساڙي دنيا، مان سمجهانس ملهار،
چاهَ جو چشمو پائي نڪتو آهيان، ڪنهنجي ڪاڻ.

گهٽ وِجهي، منهن موڙي دنيا، مُرڪي مُنهن لائي،
سڀ ڪجهہ مان سهسائي نڪتو آهيان، ڪنهنجي ڪاڻ.

عشق ڪرايون ڪاريون آهون، پيليون پوڪارون،
ڳاڙها راڳ رچائي نڪتو آهيان، ڪنهنجي ڪاڻ.

جِيوَن ڊوڙي، جِيوَن دڳ تي، جِيوَن منزل لاءِ،
ڪيڏو پنڌ پُڄائي نڪتو آهيان، ڪنهنجي ڪاڻ.

محبت جو ميدان مچي ويو، موٽڻ ممڪن ناهہ،
سِر استاد سهائي نڪتو آهيان، ڪنهنجي ڪاڻ.





وڏي اچين تہ وڏي وِير جان چڙهي ٿو وڃانَ.
وري ورين تہ جنئين چِرَ لهي، لهي ٿو وڃان.

پرين جي پيار جو درياهہ ٿو ڪٿي پَلٽين،
جنئين نہ ڪانهنَ جي تِيلي لُڙهي، لُڙهي ٿو وڃان.

عذاب مونکي بہ دنيا ضرور ڏيندي آ،
الائي ڪنهن جي ڪري او سچڻ، سهي ٿو وڃان.

مثال ڪَت جي نِڪت جي سڄڻ وتين ڦِرندو،
قُطب ٿي مان تہ اتي جو اتي ڪُپي ٿو وڃان.

نراڙ نڪ تي پسينو، حجاب منهن تي ڇو،
نشي ۾ نينهن جي شايد تہ ڪجهہ چئي ٿو وڃان.

لحاظ چئہ يا هيڪ يا ادب سبب استاد،
چوڻ گهريم ٿي گهٽوئي مگر مُڙي ٿو وڃان.





جي جلوو تو جهَل پَل مان جهَرڪي پوي.
تہ جذبو تو تن من مان تڙپي پوي.

ينيا وار، ڪڪرن جي ڪڙڳاهہ مان–
کِلي کنوڻ تنهنجي تي چمڪي پوي.

جوانيءَ جا جذبا جِتي روڪجن تا،
اتان ئي تو درياهہ اٿلي پوي.

تِنئين دل تي تولاءِ تڪڙي تنبي،
جيئن دل تي دلدار ڌمڪي پوي.

مِلين تو مَسين، هَٿ، چِڄين تو اِجهو!
اچين تو تِي چاتيءَ ۾ ڇڪڙي پوي.

نہ تي لهر پاڻيءَ مان تڪجي، تہ چو–
ڪڌهن تو مان استاد ڪڪ تي پوي؟





حسن خاموش هو، عشق بي چين آهُن جو پندار هو.
غنچو محبوب هو، واءِ بي شرم، بيباڪ، هوشيار هو.

اک سِڪي ٿي ڏسي، هٿ چڪي ٿو چُهي، دِل ٿپي ٿي مِلي،
اڄ ڪي آب جو، بُک ڪي طعام جو، ڪيڏو درڪار هو!

آءٌ قسمت جو قائل نہ آهيان مگر هي بہ قسمت ٿئي ٿي،
هو تہ پوپٽ وٽيو پر پتنگي ڪي شعلي جو رخسار هو.

تورو گهوري ڏسو، ڪوتہ مظلوم، ظالم بہ آهي وڏو،
شمع جو روپ اهڙي انوکي نظاري جو شهڪار هو.

عشق احوالُ مونکان پڇين ٿو تہ هڪ ڳالهہ ڪن کول، ٻڌ!
عشق آزار جيڏو وڏو ايڏو جيوَن جو آڌار هو.

چنڊ کي داغ هو، سمنڊ پاڳل هو، ڏونگر ٿي گونگو لڳو،
جنهن ڏي جنهن ڏي چِتائي ڏِسو او طبيبو تہ بيمار هو.

مان تہ عاشق هيس، عشق بي چين، بيتاب ٿيندو ٿي آ.
واءُ سان ويل ڪهڙو هو، ساگر کي ڇا لاءِ ڦٿڪار هو.

زندگي ڪم جو ساگر تہ آ، غم جو صحرا بہ آ،
سمنڊ، صحرا ڪنيون ٿي وٺيو آدمي هو يا سنسار هو؟

بند ٻوڪر کي يا تيل کهني کي يا جهوني مشتاق کي.
جنهن جلايو ٿي تنهن روشني ٿي ڏني، ڪر نہ هو يار هو.

تيز تڙڪو تلاون کي بادل بنائي ٿو همدرد ٿي،
واءُ، خوشبو کي گهر گهر گهمائي ٿو ڇئبو تہ غمخوار هو!

ڏس تہ اندو ڪِلي پيو، هي بيمار پوڙهو پيو ٿي وي ڏسي،
هي زمانو عذابن جي هوندي بہ ڏاڍو مزيدار هو.

يا تہ اول ٿي هو يا تہ آخر ۾ ايندو ڪندو مالڪي،
مونکي پهرئين کان ڇو، توکي پوئين کان ڇاڪاڻ انڪار هو؟

جو بخاريءَ سان ناهي مِليو، اڄ مِلي ڪجهہ پڙهي ڪجهہ ٻڌي،
هر غزل ان جي تن من جو آئينو، جذبن جو اظهار هو.

آخري عمر استاد جي زندگيءَ جو مون فوٽو ڇڪيو،
تجربو پيرسن، ولولو نوجوان، شوق ۾ ٻار هو.





چوان ٿو تہ توڪان ڇڏيان موڪلائي.
متان اوچتو مونکان مان موڪلائي.

بہ ٽي منٽ ترسو پلي پوءِ هلجو،
ڪچي ڪان پڪي ڪان اچان موڪلائي.

اِهو ڪير ڏاهو ڏسي جان، جند ڪان،
ڪٿين موڪلائي، ڪٿان موڪلائي.

پلي پوءِ توکي چمان پرپٺي پيو،
رڳو هڪڙو پيرو وٺان موڪلائي.

انهي حادثي کي پلا ڪوئي چا،
زمين کان ٿو چڙهي آسمان موڪلائي.

ٽٽي پوندي استاد، دادوءَ جي دل،
بخاريءَ ڪان مورو متان موڪلائي.





هوا کي چئو، پرينءَ جي گهر گهڙي آهستي آهستي.
ٻڌي ٻانهون جُهڪي خوشبو چمي آهستي آهستي.

ڪڪر پرتي هٽو هاڻي تہ ڪا تارا زيارت ڪن،
پري ٿيو روشني پيرين پوي آهستي آهستي.

سويري سج جا ڪِرڻا ڪرڻ ديدار ايندا سو،
آسُر سان ماڪ ٿيهو ٿي ڌڻي آهستي آهستي.

اُتان طوفان ٿي پهتس، هِتان نڪران تہ دم نڪري،
ڪٿي ماٺهو اڀرو آ، ڪٿي آهستي آهستي.

طَلبَ واريءَ جي پِڪ ناهي، ڪٿي منجهر جي چر سمجهو،
تپي آهستي آهستي، ٺري آهستي آهستي.

ڊڪي راڪيٽ ڪان تڪڙو، پوي ڪاٿي نہ ٿاپڙجي،
صلاحون ڏيو زماني کي هلي آهستي آهستي.

متان محسوس ٿئي دل کي متان معلوم ٿئي من کي،
تہ ذهن استاد ٿو تڙپي لڇي آهستي آهستي.





بند دروازو تہ کوليو روبرو پهچڻ تہ ڏيو.
جاءِ ويهڻ جي اِتي ڪانهي هِتي بيهڻ تہ ڏيو.

چپ چهن ڪنهنجي چپن کي هي تا بي ادبي چون،
اک ڏئي بوسا اکين کي، گهٽ ۾ گهٽ گهورڻ تہ ڏيو.

تنهنجو آ، يا منهنجو آ، سو فيصلو پو تا ڪريون،
سوجهرو سپ ڪنهن جو آهي، چنڊ کي چمڪڻ تہ ڏيو.

حسن آهي باهہ، شاهد شمع جا شعلا ٿيا،
عشق آهي آگ، پروانو رڳو پهچڻ تہ ڏيو.

هِير سڪندي وئي مري ۽ حور سڪندي پئي جيئي،
سونهن کي چو آ سِڪايو ويو مونکي سوچڻ تہ ڏيو.

سيج سسئي کان ڇڏي ۽ ڪيچ آريءَ کان ڇنو،
عاشق ۽ معشوق کي جهنگل ۾ ٿي گڏجڻ تہ ڏيو.

عيد کان اڳتي مهينو دوستو ماتم جو آ،
عيش ۾ استاد کي ٿوروئي پر تڙپڻ تہ ڏيو.





سُور آهن ڪائنٽا سي ڪائبا، پر ڪيتري تائين؟
دَمَ– دِلاسا ويس سمجهي پائبا، پر ڪيتري تائين؟

مشڪلون چوڦير پنهنجون محفلون گهيري ويون پيارا!
راحتن جا راڳ ڳولي ڳائبا، پر ڪيتري تائين؟

(۱) سانجهہ نايو، صبح ايندو، صبح نايو سانجهہ مَن پهچي،
ڏينهن، رات اتلائبا پتلائبا، پر ڪيتري تائين؟

پونءِ ۽ اڀ جي وٽي آهي چڪور ۽ چنڊ ۾ ٽي وئي،
نيڻ، نيڻن سان رڳو سرچائبا، پر ڪيتري تائين؟

تون سَتين سَن کي سنيارين ٿو، هي ويهين صدي پهتي،
دَور دنيا جا مِيان موٽائبا، پر ڪيتري تائين؟

ڪير اوير جي ابي، اولهہ جي آقا کان پُڇائي هِي،
عرش تي آتش فشان سَٽرائبا، پر ڪيتري تائين؟

تيز اوٺر سمنڊ ٿي سانڍي سگهيو ناهي بُخاري سو،
نيٺ واڪا ڳوٺ کان ڳيتائبا، پر ڪيتري تائين؟



---

نايو = نہ آيو.



تو ري منهنجو روح خلا ۾.
باقي بُتُ آ وات - بَلا ۾.

جِيوَن مون انعام بنايو،
تو تہ ڏنو هو سخت سزا ۾.

باک، شفق جي پوتِي پاتي،
تو تِيئن ساندِي سونهن حيا ۾.

چُپ چُپ چَپڙا، ڪجهہ ڪجهہ چوري،
گُم سُم بوسا ڏي نہ هوا ۾.

درد مگر شاعر جي دل ۾،
دوست وجهي ڏيو دادُ، دوا ۾.

خوشيون منهنجون خونُ ڪيون تئي!
ڏي ڪي بوسا خون- بها ۾.

تنهنجو منهنجو ميل بخاري،
جِيوَن جوتيو جُهد- بقا ۾.





ڪلھ جي ڪک ۾ اڄ جا سپنا.
اڄ جي اک، ۾ تازا سپنا.

پِرهہ ڦٽي، پريات ٽُٻي پئي،
تا تہ ڇمي پيا ٽڪڙا سپنا.

شھر سمورو گهر وکوڙيو،
ٽنيا، ٻنيا، ڪنيا سپنا.

ٻَنيي يونءِ نپائيندي پئي،
مائو ۽ لومبا سپنا.

ميزائيل متي ۾ پائي،
گول لهي پيو گندا سپنا.

سپن جي ميڙي ۾ سيڪو،
ووڙي پنھنجا پنھنجا سپنا.

آس، اچا جا کهڙا ڪاچا،
جيڏا جذبا ايڏا سپنا.

جهرٽن هيئان، ڪرٽن سامهون،
رات نچيا ڪي ننگا سپنا.

آزادي اعلان بخاري،
سايان بنبا سچا سپنا.





پڙهندڙ پڇن ٿا: نثر ۾ ڇا لئي نہ ٿا لکو؟
قافئي، رديف، شعر جي اولي ۾ پيا لکو.

مان ٿو چوان ڇڏي ڏيو مضمون مُنهن ڏيکيل،
پيرين، متي اگهاڙا عنوان ئي ڏسو.

هن شهر جا نظارا آتا، اُجا، بُکيا،
تنهنجي اکيان نہ آهن، منهنجي اکيان اِجهو!

بيمار ماءُ، ڪڪڙو، ڪِڪڙي ٽئي پڻ،
لرزي ويون زڪاتون،صدقو ڏکي ٿو پيو.

ڪلهہ هُن کي نانگ ڏنگيو ۽ منڊ هن پڙهيو،
اڄ هِن کي واٽ ويندي ڪاڻي ويو چتو.

هڪ ديو منهنجي تر ۾ هاٿي پريون ڪڙيون،
ڪنهن دور جو پراڻو ڪوڙو نہ آ قصو.

او ڏاند ڳاڏي وارا، ڪيڏو ڏيڳا ڏڪائين!
هو ڪار وارو آهي توکان گهٽو تکو.

ڏيندو نہ آهيان يارو ڏور ۾ ڳجهارتون،
ڪولي اندر رکان ٿو سولو صفا سڌو.

اهڃاڻ ۾ اشارا سياڻا گهرن گهٽا،
ليڪن لکين چون ٿا ڇئو ڪجهہ اجا ڇٽو.





سوچ- سِج تي ڪو ڪڪر ڇايو آ ڇو؟
ڄَر مٿان ڄارو الا، ڄايو آ ڇو؟

پونءِ بي واھيون پِٽون، سانگي سَٿُون،
عڪس ھي اپري اڳيان آيو آ ڇو؟

ڇِرڪندي، ڇُھندي بہ ڇيھون ٿا ٿيون!
عزم پنھنجي قوم جو ڪايو آ ڇو؟

ڪِڪ، خوشبوءِ ۾ لِڪي، ناسُون وٺيون،
بُوءِ، بدبوءِ راڄ جو رايو آ ڇو؟

ڏينھن اوڏو آ، گھٽا منھنجا گواھہ،
چنڊ، تارن، رات شرمايو آ ڇو؟

”لاک لاھيو سجّ جي، ابتو ٺنگيوس“،
باڪَ، ڳاڙھو ڳيچ ھن ڳايو آ ڇو؟

ڏينم آزاديءَ جا دلدادا جواب!
ڏات ڪي استاد تو ڏايو آ ڇو؟





هاءِ وٺي ويا يارن هوندي، اڳ اغيار.
محبوبن منٺارن هوندي، پڇرن پيار.

ڪَڪر ٻُرا يا پلر رُڪا يا پَدر ڪُڏا؟
وسيءَ وسيءَ وسڪارن هوندي، تاسَ تنوار.

آءُ چوان چا، سياڻا ساٿي سوچو پاڻ،
آوتارن، ريبارن هوندي، مارو مار.

(۱) مَن موهن ٺر، ڏيل ڏِجي ۽ هاڻُ پنيور،
ڪندر ڪندر هينئڙي هوندي، مان مينار.

ينيت ينيت پونءِ، حبيبي حيّا حيّا!
نيروتي بمبارن هوندي، شوق شڪار.

لات لطيفي، عشق عنايت ساڻ هجي،
ها تہ هجي يڪتارن هوندي، تيغ ترار.

وهم وڪوڙيا آهن ورنہ هينئن حمير،
چئني پاسي چارن هوندي، سُڪَ سنگهار؟

توکي دلڙي ٿاندن سگري ڪوٺيان آءُ،
چوڏاري چمڪارن هوندي، چائِي چار.

---

(۱) موهن: موهن جو دڙو (۲) ڏِجي: ڪوٽ ڏِجي.



ڪالهہ مُنهن ڪارو رقيب آيو تہ مونکان "دل" ڦري.
دل ڦرڻ کان دلشڪستو ٿي، ويو محفل ڦري.

غيرتون، تلوارَ مڙسن کان ڪسي سگهندي نہ آ،
تون ٿي چئہ تاريخ، دودي کان سگهيو ڪو دل ڦري!

دُور جا دوکا ڏئي سيڪي وٺي واعظ وٺين،
بس بچي ڏرتي سا مونکان خود خدا مشڪل ڦري!

ڪنهن بہ ٻڪري ڪوبہ ڪاسائي ڪڏهن ناهي ڪٺو،
ڪاتَ جو دستور آ، قاتل کان ڪو قاتل ڦري.

پار پهچون پر ڪنارو سامري واري رَسي،
ڪو نٿون موسيٰ مَچي هي ساحري ساحل ڦُري.

قافلا لُٽبا هئا، رقمون وَٺون ڦُربيون هيون،
هي نياڱي رهزني ٿي ماڳ کان منزل ڦري.

ٻُونءِ ناهي ٻار جنهن کان چُرِچَ ٿي چالاڪ ٻَور،
جاهلن جا جهُنجهٽا ڏيئي وٺين عاقل ڦري!

دوستو، استاد اهڙي حادثي تي چا لکي،
ڏنُڊ دولت جو پکيڙي آنڌ تو عادل ڦري.





چا تہ تشبيه هئي، جلوو، جذبو!
رنگ گلشن جو تي اُسَ سان ڪيڏيو.

گهُور سان گهُور، افق جو گهيرو،
ڪوتہ ميلاپ ٿيو تنهنجو، منهنجو.

ڏيان جي پُونءِ ڏکن سان پَرتُو،
آسَ جو اُپ ـ وڏو پر ڪوڪو.

تنگدل عُمر ڪيو هو ڪَڪ نہ تہ،
ڪيترو وقت هو منهنجي آڏو!

سونهن جي برف پوي ٿي پگهري،
جي هجي عشق جو ڪوسو بوسو.

اڄ تہ استاد سان آجو اورِڄ!
چو تہ آزاد آ قافيو ڪيڏو!





ڏينهن ٿيا مهراڻ اڏريو، وهڪرو ويو پَر ڪري.
پيش پيو هرڪو ڏُبي پنهنجي جي هاڻي چر ڪرَي.

گگهہ اوندهہ چانوٽيون شعلن جي سيڻ ۾ هنيون،
ڪِک ٿي خوشبوءِ تنهنجي سَنڌ سنڌ ۾ گهر ڪري.

ترجمي جي لاءِ منهنجي شاعري تڙپي ٿي پئي،
ڪوتہ گونگي گفتگو جي ترجماني ير ڪري!

گهر گذرگاهہ آهي بنجي ويو، وراندبو شاهراهہ،
بزم ڪي بازر چڏيو آ دَور بازيگر ڪري.

بحث ڏِيئي، شمع، تاري، سج جو بلڪل فضول،
رهبري انَ جي بِلي جو روشني گهر گهر ڪري.

ڪينسر جو تونہ ڳوليو آ اجا تائين علاج،
مان مري ويس، او عظيم انسان، تنهنجي ڍَر ڪري!

چر تہ ناهي جو چُلي، استاد آهي ڪيرتر،
آسمان ڪي چئو يلي اوتر متان اوتر ڪري.





اڪ اگهاڙي تي لِڪي لهرون ڏِڪي،
دِل بڪاري باھہ جا شعلا ڦِڪي.

زندگي يا وهڪرا يا زلزلا،
جيستائين جَر تڪني يا تَر تڪي!

ڪِڪَ، خوشبو ۾ لڪائي تي هوا،
بيت بازيءَ جي بهاني تي بڪي.

گِگَ پاري گوٺ ساڙيا ۽ نہ مون،
باھہ، موسم جي مٿان بيٺي بکي.

ايتري ايتم بمن ناهي ڦَٽي،
جيتري ڏوڏ آ وِڏي ڏرتي ڏڪي.

دوستو، ڌرتي بہ ويندي آ ڏُڏي،
ڏوهہ ڪهڙو جيڪڏهن دل تي ڏڪي.

آءِ آهيان ڏَوُر جي ناهيان تہ ڏَرَ،
هي پکو نڪتو پڙهايو ڪنهن پکي.

چنڊ کي چهنيس تہ ڪونيس ڪهڪشان،
تانگهہ تي هر ماگ تي اگتي تڪي.

گفتگو منهنجي گلي پنهنجي منجهان،
گاڻٽا استاد گائيندا تہ ڪي!





ڏئي جهير نئين آس جو احساس نہ جهوريو.
انگ انگ امنگ آهي رڳو ساز تہ سوريو.

گجگاهہ بنيو گاھُ، انهي گاهہ کي گـُـڏَ ڏيو،
آڙاهہ اُجهاڻو بہ تہ ڻانڊا تہ ٽڪوريو!

سنسار جي گهوڙي تي چڙهيو گهوٽ زمانو،
ڪو مِينهن ڪو طوفان ڪري گهور تہ گهوريو!

هو باک رڱيو مَهڪ کي ۽ شام، شفق کي،
ڪو ڪنهن کي ڪڪوري پيو، ڪنهن، ڪنهن کي ڪڪوريو.

جذبات ۾ ايڏو نہ ڏڪو، ڪاتَ سنياريو!
مون ٿهر چيو، هُوڙهہ ڪري قُربُ نہ ڪوريو!

استاد جي پيغام جو انعام اهو آ:
هر دَور جي تاريخ سان تحريڪ تي اوريو!





هر ڪُوڪ تکي تيز تي ڪاتي نڪتي.
پر چڻ تہ ڇَپَر وقت جي ڇاتي نڪتي.

جيئن تيز وَسن نيڻ، ڪڍي دل شعلا،
هي باھہ تہ برسات جي تاتِي نڪتي.

مشهور هو؛ هر ڏينهن تي جُهومي گذريو،
پر ڪُوڙ هو، هر عيد تي آتي نڪتي.

تي ڏور ٻُڌيسين اچا ڪيڏي بہ نہ آ،
نزديڪ ڏٺيسين تہ هو ڪاتي نڪتي.

ست سال جيُس، سال جو هڪ هڪ لمحو،
ڪنهن ٻار جي ڪنهن جهنگ ۾ جهاتِي نڪتي.

مختار بہ مجبور تہ مشهور بہ رسوا،
استاد جي ڇا ڇا تہ حياتي نِڪتي.





هاڻي تہ چِتو ناهُ، تِکو ڏينهن نريو آ.
هاڻي تہ وڏڻ لاءِ صحيح وقت سريو آ.

دل، ديگ تتي عشق جي، هٿ، برف تڏا ڇو؟
ڇا جوش وڃي هوش جي جهوليءَ ۾ ڊريو آ!

هي ٿاڪ ڇو ڳاڙهي ۽ اها ڊاڳ ڇو ڪاري؟
ڇٽبو تہ انهي ماڳ تي ڪو مڇ ٻريو آ.

هِت پوئتي هڪ پهر بہ موٽي نہ سگهيو آ،
هڪ شور آ: هڪ ڏور وريو آ، ڙي وريو آ.

دل، ديد ڪي همدرد ٿي هڪ ڏينهن ٻُڌايو:
مون ڏوهہ ڪيو آهي ۽ تو ڏنڊ ڀريو آ.

هن شوق لڳاتار ڪيپ آ حسن جي ڳولا،
ڪلهہ ڪاڪ تي، اڄ چنڊ تي انسان چريو آ.

تعمير ۽ تخريب تي تنقيد ڪريو پيا،
سنسار اهو آهہ، ڪِڙيو آ يا ڪرَيو آ.

برباد بہ آباد آ استاد بخاري،
ميهر جو ٻڌي ماس ويو واسُ تريو آ.





هو ڏيھہ تي ڌھڪار ڏکن جو.
گھر، گھاٽ ۾ سُرہاٽ سکڻ جو.

ساوا بہ ڏڪي آڳ ۾ ويندا،
ساڙيو نہ جگر يار سُڪن جو.

مَڇرن تہ تريون تيز چَپاٽون،
سَھمن تہ مُکو روپ ٻُکن جو.

پولار ۾ پرواز ڳِجھن جا،
بازار ۾ آواز ڪُتن جو.

ڪِيئن عاشق ۽ معشوق ٻُڌا پئي،
هي عشقَ ڏٺو ڪيس ڪُنن جو.

ڪنھن نظم جو هر بند وٺي چو،
ڪو ڳوٺ سچو ناهي سُٺن جو.

هر دَور ۾ تعبير ٽٽي پئي،
استادِ لڌو خواب جُڳن جو.





سانوڻ، سياري کي پنهنجي پنهنجي خُو.
گرمي، پاري کي پنهنجي پنهنجي خُو.

راتارو تارو، ڏينهارو تارو،
تاري تاري کي پنهنجي پنهنجي خُو.

گنگا، جمنا کي، سنڌو، دجلا کي،
ڌاري ڌاري کي پنهنجي پنهنجي خُو.

دل ۾ ديپ جَلي، اک ۾ ڦول ڪِلي،
جاري جاري کي پنهنجي پنهنجي خُو.

اولهہ، اوير جو تون تو ڦير ڪٿين!
باري باري کي پنهنجي پنهنجي خُو.

پٺتي ماضيءَ ڏي، اڳتي آئيندي،
چاري چاري کي پنهنجي پنهنجي خُو.

”ڏاڍو سو ڳاٻو“، ”جيئو، جيئڻ ڏيو،“
نعري نعري کي پنهنجي پنهنجي خُو.

هڪ ساهيڙي جو ٻيو آهيڙي جو،
ڳاري ڳاري کي پنهنجي پنهنجي خُو.

قاسم ڪالهہ ملهيو، استاد آهہ هينئر،
واري واري کي پنهنجي پنهنجي خُو.





الائي تہ چا چا وچايو وجي تو،
هِتي اُيَّ هو کو، نہ ڳولئي ليي تو.

پري چِرک تاريخ، تحقيق تڙپي،
جمِي بُرج ۾ سِجَ، گنوجي وجي تو.

کٽي باھہ جو بُت ڳگڙاٽيو پيو آ،
کٽي برف جي دل ۾ يميت ٻري تو.

جڏهن بوجهہ غم جو وڏي تو، رئان تو،
ڳرو بار پاڻيءَ ۾ هلڪو لڳي تو.

غريبن جي دل آهي ٻاڙي جي بازر،
جتي روز ميڙي ۾ جهيڙو مچي تو.

سڏيون چو نہ مسڪين انڌو اوهان کي،
نہ لولو نہ چولو نہ اولو ليي تو.

ڪريو فيصلو جلد جڳ جو تہ چاهي،
هو جنت چوي، هي جهنم چوي تو.

فرشتن پٽيو وات، حُورن کنايو،
قيامت ۾ استاد قطعو پڙهي تو.





مون ڏنو جاڳ ۾ ڪو خواب هو انڌي وانگي.
تي اها ڳالهہ ڪيم ڳوٺ سان گونگي وانگي.

مون ڏنو پيار، منگيو پيار جياپو سمجهي،
تـو ڏنـو ڏيان بہ بازار جي ڏنـڌي وانگي.

آءِ طوفان، ڪـٽـي هِيـر هِتـي پهتـو هـان،
ڪُوڪَ ڪٿي تنهنجي ڪچهريءَ ۾ مون رونگي وانگي.

ڏُور پــاتــار ڪـان پـولاز اڏامـي، ٻوڙي،
قوم هر موڙ تِڙي راهہ ۾ لنگڙي وانگي.

توڙي هر پهر ڏني جڻ تہ صدين جي پيڙا،
پوبہ هي عمر لنگهي راند جي وقفي وانگي.

گيت استاد جو غمگين مسافر تي لڳو،
بزم تنهنجي تي وئي شهر جي رستي وانگي.





صبح شام جي سمڪ ڪاٿي؟
ڏينهن جو چنڊ جي چمڪ ڪاٿي؟

زندگي مون مجو مدامي آ،
پاڻ کي پهر جي بہ پڪ ڪاٿي؟

ديد ڦڙڪي پئي دل بہ ڌڙڪي پئي،
عشق کي لوڪ جي اٽڪ ڪاٿي؟

هيل احساس ڪمتري ورتو،
هيتري يار هٿي هبڪ ڪاٿي؟

عيش ۾ چرڪ هي ڇهين حس جا،
چير کي جڻ لڳي چمڪ ڪاٿي.

ٻُٽڪندو روئندو بخاري ويو،
ٻاهر جي دل ڪڏي ڀڙڪ ڪاٿي.





يار ڇڏي ويا ڇا تو سوچين، پنهنجو پاڻ بہ ڇڏڻو پوندو.
لوءِ لوءِ ڪارڻ سِڪ سڏڪين ٿي، لڱن لڱن مان بہ تہ لڏڻو پوندو.

چم چم ۾ هي غم جو نغمو، ٿوڪين ٿو تون ڪوڪ ڪيم ڇو،
ڪو جو ڏنگ لڳي ٿو گهرو، تورو ڇرڪ تہ پرڻو پوندو.

پاڻمرادو هوت نہ ملندو، هوت تہ ڇا پر موت نہ ملندو،
ڪوتہ ڪشالو ڪڻڻو پوندو، تڻڻو پوندو تڏڻو پوندو.

خاڪي سان گڏ نُوري ڇوندي، فاني سان گڏ باقي ڇوندي،
ماڻهو تنهنجي، مان رکڻ لئہ، پاڻ اسان کي پڌڻو پوندو.

ويس بسنتي، خوشبو وايون، جوتون راهون، جهرمر جايون،
اهڙي سهڻي سپني ۾ ٿي آڪيرو ڪو اڏڻو پوندو.

هِن جو پيلو، هُن جو نيلو، ڪنهنجو ڪارو ڪنهنجو ڪمرو،
گلدستي ۾ گيت بخاري، توکي گلابي گڏڻو پوندو.





مبارڪ! پلصراطي پيچري تان زندگي گذري!
قيامت هئي نسوري، اڌ صدي، پر ساہ تي گذري.

زمانو هو بيابان، مُنهنجي وِڪ وِڪ پر خيابان هئي،
لڳو تي دوزخي دڳ تان سواري جنتي گذري.

گهڙي محفل ۾ مچئو هو، گهڙي مقتل ۾ ملهئو هو،
دما دم ڪشمڪش ۾ پنهنجي پُوري زندگي گذري.

گواهہ آهن ٻئا ياڪر، ڏکها بوسا جوان وِچ جا،
وَهي منهنجي ڇهي شعلا، شرارن کي چُمي گذري.

الائي دلڪشي ڪهڙي آ، آئيندي جي ديدن ۾،
تڪيندي، سهڪندي، ڏڪندي تي ايڏهن هرگهڙي گذري.

مئو هو يا ڪڙو پر عشق جو آواز پئي گونجيو،
لَنگهيو تي چيٽ ڳائيندي، ڪندي ڪوڪون ڪتي گذري.

جڏهن تنهنجون ملاقاتون بہ ٿي ڪاتيون ڪتيون اک ۾،
تڏهن عيدن جي ڏينهن تي بہ ٿي ويڏن وڏي گذري.

اڪيلائيءَ جي موسم ۾، اداسائيءَ جي واديءَ ۾،
تصوّر جي اُني برسات، يادن جي ندي گذري.

بخاري، زندگي محبوب آ، هڪ هڪ ادا هنجي.
ڪڏهن سهٽي سُکي گذري، ڪڏهن ڏاڍي ڏکي گذري.





محبوب موجَ تنهنجي مَستي نہ ٿي پوي.
سنجيدگي لڪن جيءَ سَستي نہ ٿي پوي.

تون جام جام تي ٿو هٿ ساڻ پاڻ پيارين،
غلطان تي ڪتي ڪا غلطي نہ ٿي پوي.

سنڌوءَ ڪان سِينڌ سُهڻي، ڌرتيءَ ڪان دل ڪشادي،
سنسار، سا تہ منهنجي سَرتي نہ ٿي پوي.

روڪيو تنديو وچوڙو، وگهري متان وڏو ٿٽي!
هلڪيءَ منهنجان ڳري هيءَ ڳٽي نہ ٿي پوي.

ايڏو نہ ڪو اڏامي هلڪو سڏي زمانو،
هستي پلي هجي پر پستي نہ ٿي پوي.

پڙڪن هزار بجليون، تنبن لکين تباهيون،
برباد رنگ بوءِ جي بستي نہ ٿي پوي.

استاد سان اُتوتي ايڏو نہ ٿي زمانا!
اڳتي هلي هي تنهنجو سنگتي نہ ٿي پوي!





اڄ آسمان، لاش تي ڪارو لـٽو لڳو.
ڌرتي سچي شهيد جي در تي تَـڏو لڳو.

هي منهنجو ڏوهہ هو جو مون ۾ ماٺيو ، هو،
جنهن رول کي اَجهو تي ڏِنم سو ڏچو لڳو.

خوشبو کي بانس، روشنيءَ کي ينب گهيريو،
جنت جي باغ باغ ۾ دوزخ – اڏو لڳو.

ايڏو عذاب، ڪيڏو، اهو هِن مان سمجهو جو،
هڪ ڏينهن تي هزار ورهيہ کان وڏو لڳو.

بعضي جهاز تِرندو ۽ تاپڙندو تي هليو،
ڪِٿ ڪٿ تہ تي هوا ۾ بہ کوهو، ڪڏو لڳو.

تصوير عُمِر پنهنجي سچِي جي مَري ڏِنم،
چڻ پيرُ هو ڪو ڊاڳ تي سو بي ڊَتو لڳو.

تقرير جي ڪمال ۾ ڪيڏو زوال هـو،
لفظن جي هيرقير ۾ ڪُوڙو، سچو لڳو.

تِي اوچتو پُڪارَ ، بخاري تيار تي(۱)
هر ڪم جو هٿ ۾ هئو سو اڏوگابرو لڳو.



(۱) تڏو: عذر خواهي يا فاتحہ پڙهڻ لاءِ تڏو ڪرڻ



اسان جي پُور تي پَلجن پريشانيون.
سُجهن ٿا سُورَ جي سَلجن پريشانيون.

حياتي ٿي وڏي تيئن تيون وڏن ويتر،
گهٽايون، پر نہ تيون گهٽجن پريشانيون.

اوهان آيا، اسان ٽهڪيو، اندر مَهڪيو؛
هنيون نعرا ٻهر نِڪرن پريشانيون.

اوهان آنسو چئو، موتي چئو، جو چئِو،
اکين ۾ تيون چِڻيون چمڪن پريشانيون.

هي دم آهن تہ ڪم آهن تہ غم آهن،
اسان جي جِند سان جِيئن پريشانيون.

سُڪون ۾ سانت، مشتاقن لئہ موت آهي،
لُڇن، لوچن، ڪُڇن، ڪُوڪن پريشانيون.

اها جا آنڌ مانڌ استاد جي آهي،
تہ ڪنهن جي لاءِ پيون تڙپن پريشانيون.





نہ توکي لهون تا نہ توکان ليون تا.
يڪو هڪ ٻئي کي وڃايون وتون تا.

اسين سمنڊ ناهيون جو ڪو ڏنگ روڪي،
اسين وقت وانگي اورانگهي لنگهون تا.

نہ ڪو عشق چرچو نہ ڪو حسن چَسڪو،
ٻنهي جي مچڻ ۾ پچون تا نچون تا.

پري کان نهارين تہ تاڻيون ملڻ لئہ،
ملون تا تہ اڳتي کان اڳتي وڌون تا.

گهڙيءَ کي گهڙي زندگيون تا سنواريون،
ڪتيءَ کي ڏسي ڪهڪشائون ڪتيون تا.

لُڇون چونہ جاني، پُڇون چو نہ پيارا!
نگاهون اٿئون ۽ زبانون رکون تا.

دوا ئي اها آ تہ ٿيون درد پائي،
جدائي ۾ بيجا بخاري رَجهون تا.





منهنجو سڀ ڪجهہ سچي، پچي ويو آ.
تنهنجو انگ اُنگ تي چپي ويو آ.

آسرو ڍير هو ڪپي ويو آ،
هڪ نئون پروسو ليي ويو آ.

پيچرو انچ انچ ٿاندا هو،
رند ڪو ٽچڪندو ٽپي ويو آ.

ترس هاٿي نہ، نان هڻ بوسا،
شوق تندور تي تپي ويو آ.

جستجو نئين جنم جي جيون کي،
هڪ جنم ٻيو جنم تہ جي ويو آ.

سونهن تو جي ڪٿي ستار ڪٿي،
نينهن منهنجو بہ تي نبي ويو آ.

ٻاهران جهومندو بخاري ويو،
دل منجهان زلزلو لنگهي ويو آ.





هي زلف هي زنجير، نئين سال جو تحفو.
هي نيڻ تِکا تير، نئين سال جو تحفو.

مشتاق ڏي معشوق ڪڏي موڪلي آهي،
منصور جي تصوير، نئين سال جو تحفو.

خوشبوءِ جي آلاپ ۾ بدبوءِ جو نياپو،
هِت آئي ڪٿي هِير، نئين سال جو تحفو.

هڪ هٿ سان رکي وقت ڦٽن تي مرهم،
ٻئي هٿ سان ڏِنئين جهِير، نئين سال جو تحفو.

ہر سال مُکا مِير، دلاسا ڪئي تہ ڏي،
تعويذ ڏِنس پير، نئين سال جو تحفو.

تا باز چوڻ مور اسان ساڻ مِلايو،
تا نانگ گھُرن کير، نئين سال جو تحفو.

سنسار کي پيغام ۾ استاد ڏئي ٿو،
انسان جي توقير، نئين سال جو تحفو.





مانَ تہ سمجھان تو توکي مَن وانگي.
فِکر کي تو عزيز فن وانگي.

ڏيان تنھنجو اٿاھہ ڏَن ٿو لڳي،
پيار تنھنجو ڪپيمہ آن وانگي.

منھنجا بوسا وَڪر پکين جا ھا،
تنھنجو جھوميو بدن چمن وانگي.

بوءِ، گل مان نِڳي تہ ننگي ھئي،
واءُ پاتئين ڪٽي لٽن وانگي.

رات پھچي وڏي لفافي جان،
کوڙ تارا پڙھان خطن وانگي.

جي جلون تا تہ پو جوالا ٿي،
خلق کِلندي ھِرون ڪکن وانگي.

لفظ ڇا لاءِ يار ڳولين ٿو؟
مون سان ڳالهاءِ دوستن وانگي.

تنهنجون ڳالهيون طويل تاريخون،
تنهنجو ڪمرو مِنو وطن وانگي.

عُمِر استاد جي وڏي نہ سگهي،
شوق اِينگهڻ لڳو جُڳن وانگي.





سونهن جي گود ۾ اچان تو مان.
موت جي پهچ ڪان بچان تو مان.

هي تہ ڏس آسمان، ڌرتيءَ جي،
جهول ۾ ڪيترو جچان تو مان.

شرم پيلو تہ شوق ڳاڙهو آ،
ڪرمچي رنگ ۾ رچان تو مان.

رات جي ٻاٽ، سرد آ سڀ ڪجهہ،
تون بہ تيلي تہ هڻ مچان تو مان.

لوڪ ڀانيون لڇي بخاري تو،
نينهن سمجهي تو پيو نچان تو مان.





دل تہ ڏکي تي سِڳري وانگي،
ديد وسي پئي ڪڪرن وانگي۔

صبر سِبي چا تُنبيل دِلڙي،
ٿهمر تي وئي ٽِڳڙي وانگي.

جِيوَن- ڄورو چوڙيان ٿو پيو،
موت متي تي پڳڙي وانگي.

ٿَڪِرن جهڙا ماڻهو، ٽانئي،
جي نوڪر ۾ ٽِڪري وانگي.

پاڳل لنگهٽي چندُ تڪيو پئي،
گول لڳس تي ڍِڳڙي وانگي.

سونهن بخاري رڳ رڳ ڊوڙي،
چاهت چنبڙي چَمڙي وانگي.





جذبات جي ڳالھہ نہ ڪر، هڪ آڳ جو ساگر هو.
ان رات جي بات نہ ڪر، ان رات تہ اوتر هو.

ٻانهوُنتي ٻنهي تنهنجي خوشبو کي وڏو ياڪر،
هڪ ساھہ جو اندر هو، ٻيو ساھہ جو ٻاهر هو.

ماحول ۾ مستي هئي جو جهول ۾ جوڀن هو،
آڪاس نچيو بيٺي، چوڏول ۾ جرتر هو.

هڪ عشق ببرنر تي گجڪار ڪري گذريو،
اڌ عمر تہ جهنگل هو، اڌ عمر رڳو ٻر هو.

هڪ شوق هو جو پاڳل، هر روپ لڳو پوڄڻ،
ٻيو ڪوبہ نہ هو حاضر، محبوب جو منظر هو.

هر چئونڪ تي پهچي مون ميزان کي پئي ڳوليو،
مونکي هي پتو پيو هو، هن شهر ۾ محشر هو.

هو يار سان خار ڪنو، استاد بہ اڌ تي پيو،
هڪ ديد ۾ بهتر هو، ٻي ديد ۾ بدتر هو.





اداسائي عطر ناهي جو ڪيسي ۾ وجهي ڇڏيان.
اڪيلائي غزل ناهي جو پنهنجي منهن چئي ڇڏيان.

جواني آهي جنهنڪي آڳ رڳ رڳ ۾ لڳي وئي آ،
ڪهاڻي ناهي جا ڪنهن نوٽ بوڪ ۾ ئي لکي ڇڏيان.

چَپن سان نہ تہ چُني، چولي جي دامن سان اگهين ها مَن،
گهڙي ڪن پير هيڏي ڪر تہ هي ڳوڙها اگهي ڇڏيان.

نہ تو جاني نہ تي ننڍڙي اچي، مڃري چوان تو مان،
نپوڙي چنڊ جو چهرو، ڪٿي، تارا ڇِني ڇڏيان.

محبت تنهنجي سُرهي سرخرو تازي مِٺي ماڪي،
سموري جي نہ تو ڏين، توري ذرڙي ڏي چکي ڇڏيان.

گهڙي ڪانپو مِٺيءَ جو ڍير هوندس، هينئر سوچيان ٿو،
نچڻ جو موقعو ناهي تہ چاهي، ڪجهہ لچي ڇڏيان.

جي جيئڻو آهي جڳ جڳ سوبہ انسانن ۾ عزت سان،
تہ پو ملهجي مرڻ ابن- علي توڪان سِکي ڇڏيان.

نيايان رنگ بُو سان دوستي، استاد چاهيان ٿو،
سِٽون چَڪيون ڪري تو يار، راهن تي رکي ڇڏيان.





مجبوري آ هتِ هر ڪنهن کي، مجبوري مجبوريءَ جهڙي.
ميهر لئہ پُر سُوريءَ جهڙا، سهڻي لئہ ڪٽ ڪوريءَ جهڙي.

ڪنهن جو ڪنهن کي لاتو چاتي، وچم ٽبي پئي ٿهري ڪاتي،
هن جو ڳاٽو جنڌ ۾ ڪُدو هو، هن جي ڳچڙي موريءَ جهڙي.

هڪبئي کان سب سهڻيون آهن؟ ڪَلمک، دل- من مهڻيون آهنَ،
پيڙ پيڙ منهن، جهجهڙ جهجهڙ دل، ڪاٻہ نہ آ هُنَ پُوريءَ جهڙي.

ٻَرندي شمع ۾ رقص ڪرين ها، شعلا شعلا گيت چوين ها،
ڪِڪ، پن تي ويهي پروانا، پُٽڪ نہ ڪر پنيوريءَ جهڙي.

پنئرو تي چو ڦير قران ٿو، دم دم گونجي داد ڏيان ٿو،
تنهنجي تن ۾ خوشبو آهي، شعرن جي مشهوريءَ جهڙي.

خاڪي، نُوري عشق بنايو، عشق جو ڪِرندڙ وچ مان چايو،
عشق ڏکيو جا ڏوڙ اڏائي، سابہ تہ چمڪي نوريءَ جهڙي.

طياري ۾ اڏرڻ وارا، پر ڪتريل تئي پيجري ۾ آن،
تنهنجي بولي طوطي واري، تنهنجي روزي چوريءَ جهڙي.

هي سارو سنسار الاڙي، آنڌاري ۾ آهي ڏياري،
سسئي- دنيا رڻ ۾ ڳائي، ڪوهياري، معذوريءَ جهڙي.

چانڊوڪيءَ کان هير ٻُڏي وئي، هير کان ساگر- وير ٻڏي وئي.
تنهنجي واتان رات بخاري، ڳالهہ ڪُلي خستوريءَ جهڙي.





ڪاڇي قلات وانگر مون زندگي گذاري.
بعضي جهڪون ۽ جهولا بعضي مزا، بهاري.

همدرد ٿي وئي مون سان هرچيز هن خطي جي،
ٻيلا سڪي سڙي ويا، سنڌو ڏڏڙ اٿاري.

ڪنهن ڏور ۾ اچي وئي يا زور آهي روڪي،
پهتي نہ توڙ تائين جا آه مون اڏاري.

ڪٿجي تہ ڪيئن ڪٿجي دل داغدار منهنجي،
ڪجهہ مون روئي اُجاري ڪجهہ تو ڪلي اجاري.

جو ڏور ڪان تڪيوسون چوڏهين جو چنڊ آهي،
ويجهو وڃي ڏٺوسون بيڪار چار ڪاري.

هي ٽر شڪار گاهہ آ، هيٺان شڪار آهن،
هر زور وارو ماڻهو آهي ٻٽيو شڪاري.

ڪنهن تي وڃي پڪاريان ڪنهن وٽ وڃي پڪاريان.
انسان ئي ڪٿو آ، انسان ڪي بخاري.

سڀ ملڪ مہ لقا پر هي ديس دلربا آ،
گهوري چڏيان بخارا، دادوءَ مٿان بخاري.





ماٺهن جا تہ ميڙ آهن، ري پيار اڪيلائي.
انگ انگ امنگ آهن، پر دل ۾ اداسائي.

رنگ آس جو سونهري، جذبي جو گلابي آ،
پيلي آ پريشاني، نيلي آ نراسائي.

ڪئي سال سِڪي دلڙي، تولاءِ تہ پئي تڙپي،
تون آئين تہ وئي چنبڙي، تون ڇٽين تو ابهرائي.

مون سونهن کي وڏ ۾ وڏ سيني سان لڳايو آ،
توِن پيار جي اڄ دلبر ڪر ڪجهہ تہ پذيرائي.

سرخي سان ۽ ميندي سان دل، ديد جي دلچسبي،
زلفن سان زنجيرن سان تن، من جي شناسائي.

جيئن جهڙ ۾ کنوڻ تڙپي، جيئن جنگ ۾ رڻ گرجي،
بي چين ۽ بيباڪ آ، ايئن عشق جي آتائي.

بندوق جي قد جيڏي، ته خاني جي تر جيڏي،
انڌير جي اوچائي، انڌير جي اونهائي.

ڪو ٿهر کهي نہ ڪُسو، ڪو قرب کهي تہ ٻہ ٽچو،
رندن کي قبول نہ آ، ڪنهن ريت ٻہ ڪاسائي.

جنت ۾ غلامي هٿي، دنيا آ ڪليل ڪولي،
نہ ڪو ڪلهہ هٿي آ جائي نہ ڪو اڄ آهي آجائي.

ارمان، اميد ڪندي هي عمر ائين گذري،
هونائي صفانائي، مون سمجهو اِجها آئي.

هر ظُلم جو قاتل آ، هر گهُور جو گهائل آ،
هِي شهر جي گهر گهر ۾ استاد جي رسوائي.





دل جي دنيا سڌري ٿي پئي.
الجهي، الجهي، سلجهي ٿي پئي.

ڇڏجي ڇيڪ تہ دل ٿي ڀڻڪي،
پر جي روڪ تہ گهٽجي ٿي پئي.

ماڻهوءَ جي دل اهڙي ڳجهارت،
مالڪ کان بہ نہ ٻجهي ٿي پئي.

محبت سخت ضديري نڪتي،
روڪ تہ رهندو اُگهڙي ٿي پئي.

ماڪ نہ آهي پوپٽ، مڪڙي،
پنهنجي شرم ۾ پگهري ٿي پئي.

وقت عطار جي جدت سڏجي،
ڪِڪ، ڪتوري گڏجي ٿي پئي.

هرُ ماڻهوءَ جي آس بخاري،
ڪاش، جي لفظ ۾ ترڇي ٿي پئي.





قهر تو آڙاهہ ٻاري، يانحسي!
دور تو اوتر اٿاري، يانحسي!

ٽر سان تر ۽ گهر سان گهر پيو ٿو لڙي،
آهي ڪو هي قهر ٺاري، يانحسي!

هو ڏسو هابيل کي قابيل ڪيئن،
ماءُ، پيءُ سامهون ٿو ماري، يانحسي!

حرص هيروئن تي هيريو حسن کي،
ڪِک تي خوشبوءِ ڪاري، يانحسي!

ڪير آ جو قاز ٿو جيڏاهن ڏسي،
باز ٿو اوڏهن اڏاري، يانحسي!

ماٺهو پنهنجي ماٺهپي کي، روڊ تي،
پان وانگر ٿو ٿوڪاري، يانحسي!

باغ منهنجي ماڳ جا نيڪي ڪنيان،
هن دفعي آري ۽ آري، يانحسي!

دل تہ ڪلهہ استاد جي ڏڙڪي پئي،
ڏيهہ اڄ ٿو ڏاڍ ڏاري، يانحسي!





عشق مونکي شرمسار ايڏو نہ ڪر.
يار، پيريءَ ۾ تہ خوار ايڏو نہ ڪر.

سڪ ۾ تا تڪڙو قدم بيڙو چون،
مونکي بيڙو بار بار ايڏو نہ ڪر.

ڪر دلاسي کي ڏگهو دلبر گهٽو،
دل نہ بيهي اختصار ايڏو نہ ڪر.

ايڏي همدردي جو سمجهان دل اڙي،
اوفقط همدرد، پيار ايڏو نہ ڪر.

پيار ۾ پاڳلپڻو تي تو وڃي،
شوق کي ڏاهو شمار ايڏو نہ ڪر.

دل خزان، چوٽي بهارن تي مرين،
ويءَ تي ويران آر ايڏو نہ ڪر.

وڏ ۾ وڏ هو تنهنجي آهي زندگي،
زندگي جو انتظار ايڏو نہ ڪر.

عقل، مت ۽ شرم ٿئي ڏکجي پيا،
پاڻ تي استاد وار ايڏو نہ ڪر.





ڪيم پڪار، ڪِليو يار، واهوا ٿي وئي.
ڏنائين درد مگر درد مان دوا ٿي وئي.

لنگهيو مسيت جي سامهون تہ مرحبا گونجي،
گهڙيو بزار تہ بازار دنبها ٿي وئي.

ڪڏهن مقام ڪڏهن ڪهڪشان ڪچهري ٿي،
اٿيو تہ پينگ جي وِٿو تہ چهچٽا ٿي وئي.

خيال يار جي ڪنٽار ڏي نہ ويو ڪنهنجو،
خوار پيار جي پوڪار خواهمخا ٿي وئي.

گهڙي رقيب جي بدبوءِ تنهنجي گهر ۾ آ،
وري غليظ هي خوشبو پري هوا ٿي وئي.

ڪروڙ رات جا تارا، ڪروڙ ماڪ ڦڙا،
ڏبا ضرور اها باک جي بها ٿي وئي.

جي مان مڃان ٿيان ڪافر، تون ٿي بڪين تو پيو،
خدا جي رحم ڪان منهنجي وڏي خطا ٿي وئي.

ڪنيم تہ دوستي، ڪوليم تہ دشمني نڪتي،
انهي تضاد جي هن سال انتها ٿي وئي.

چو منهنجو عزم تا، ڪنهنجي ڪمال سان پيٽيو،
مون جيڪا ڳالھ ڪئي، ساب معجزا تي وئي.

مون ڳوٺ ڳوٺ ۾، وِرڇي ڇڏي بخاري هئي،
ڇڱو تيو چوٽَ لڳي، دل ڳيا ڳيا تي وئي.





ساڪ ڪنئينسين، ساڪ پڳيسين.
ڪوڙ هٽون چو، ڪانہ سريسين.

هو جو سامهون جرڪي مُرڪيو،
عيد تہ تي پر ديد ڏڪيسين.

بوسي رَس ڪي پيئتيان چا سان،
ڪابہ نہ اهڙي چيز چکيسين.

ڳائي ڳائي، ناچ مچائي،
لڇ پڇ تنهنجي لَڇَ رکيسين.

لڇندي لڇندي چئو تہ پلي چئو،
لِڪندي لڪندي رات ڪٽيسين.

هيڏان رهبر، هوڏان رهزن،
وچ تي پنهنجي واٽ وتيسين.

ماضي مردو، حال لڇي پيو،
آئيندي ۾ آس رکيسين.

جهيڙو جانيءَ ڪارڻ جوٽيو،
ڪلفت، الفت لاءِ ڪٽيسين.

صحرا هاسين، سمنڊ گهريوسون،
پِنيپ منجهان تي باڪ تڪيسين.

چاهہ چُڪيءَ مان رات بخاري،
رهندو ويتر تاس وڌيسين.





دَرد ورتي زندگي ڇا ٿي وئي.
رات وو وو، صبح وهوا ٿي وئي.

پاڇا پاڇا آس، مايوسيءَ ۾ هئي،
شوق ڀڙڪائي تہ شعلا ٿي وئي.

جيتري دنيا وڌائي دلڪشي،
تيتري منهنجي تمنا ٿي وئي.

تنهنجي منهنجي تانگهہ جي ڳنڀيرتا،
ڇَوَنڪ تي تڙپي تماشا ٿي وئي.

گفتگو تو پٺي ڪچهريءَ ۾ وندي،
مون ڏِٺي، مصري، پتاشا ٿي وئي.

ڪوهہ تي ڪونجون تہ ڪينجهر تي ڪنول،
بات منهنجي بخرا بخرا ٿي وئي.

ڏيري ڏيري دل جي بستي دوستو،
درد ڪان گذري ڌماڪا ٿي وئي.

منهنجي دل ۾ ڪوڙ جهوريون جهوپڙيون،
بزم تنهنجي باغ- بنگلا ٿي وئي.

ٽيپو ٽيپو ٽي ٽِمي، ڇُهجي وئي،
قوم شايد قطرا قطرا ٿي وئي.

بزم سامهون رزم ڏسندي، شاعري–
بعضي گجرا، بعضي ڀالا ٿي وئي.

روشني باقي بخاريءَ جي بچي،
شاعري ڀهريان ئي شعلا ٿي وئي.





ڪلهہ شام مليو ڏنڊ ۾ هڪ انڌو غم،
چپ چاپ سڄي رات رُنو گونگو غم،

هڪ سونهن ۾ پيو سنڌ جو غم سهٽو آ،
مونکي نہ ڏجان ڏات ڪڏهن ڪوجهو غم،

مون دوستن، رنو ڪونہ ٿي تو چو روڪيو،
آ عيد اڳيان، ديد پئي ڏوتو غم،

هڪ رات خطرناڪ، خوشيءَ ساڻ ملڻ،
هو ساڻ، مگر چور ٿي ويو منهنجو غم،

بُت چرڪ پري، نرڙ تِمي، ننڊ ڦٽي،
هر ته ۾ سجاڻي ٿو وجان تنهنجو غم،

پوشاڪ خوشيءَ جي جووتي ڏک لاهي،
مون خود کي چيو، پاءِ ڪٽي چوغو غم،

غمگين جي نغمن کي نہ ماتم سمجهو،
پڪو نہ سڏيو يار، نچو هوندو غم،

مون پنهنجي بيابان ۾ واچوڙو ڏٺو،
هڪ ديد جو ازمان هو پيو دل جو غم،

مظلوم سڏيو، تير ٿي تڪڙو پهتو،
مون زوم ڏٺو مانس هٿو منهنجو غم،

طوفان تڏا ساهہ، ڳڙا ها سڏڪا،
پونچال ٿي استاد اٿيو تنهنجو غم،





هِن ڪي هُن وٽ سُڪون ملندو آ.
جڻ تہ زخميءَ کي خون ملندو آ.

الوداع چئي، شعور ڇڇندو آ،
مرحبا چئي، جُنون ملندو آ.

نان، ايمان آ، جي ان سان گڏ،
ميم ۽ الف، نُون ملندو آ.

عزم منهنجي عظيم ارڏي سان،
ظلم بڻجي زبون ملندو آ.

سنگمرمر جسم، نيڻ نيلم جا،
سُهڻو چاچو، سُتون ملندو آ!

برف هو، پاهہ تون بخاري آن،
جنوريءَ سان نہ جُون ملندو آ.





اڄ وري ڦٽجي، خوشي ڦاڙي ڇڏيم.
خار ۾ ڦاڙي، ڪٽي، ساڙي ڇڏيم.

تن جون ڇُٽڪيون اڄ وتان ٿو گڏ ڪندو،
چاهتون جي ڪالھہ ڇيهاڙي ڇڏيم.

پو پَتو پيئو، دوست تي ڏاڙيل پيا،
پريت پنهنجي سام هِن پاڙي ڇڏيم.

برف باريءَ ۾ رُلي، ڪمبل نہ آ،
رات لئي تنور ڪي تاڙي ڇڏيم.

ديد واڙي، چيلڙا ﮔوڙها هئا،
چال ڏئي نڪتا تي پر واڙي ڇڏيم.

سونهن تنهنجي عرش تي اڏري تڏهن،
چاهہ پنهنجا چوٽ تي چاڙهي ڇڏيم.

فلسفي جي بول ۾ ڦولهيو ٿا ڇا،
”ڇو ۽ ڇا“ دل ئي۾ڇيڇاڙي ڇڏيم.

مان لنگهيس خاموش محرم ماه جان،
رهزن ۽ رهبر ٻئي راڙي ڇڏيم.

سمنڊ پَلٽيو، ڇهرو صحرا ويو ٻُڏي،
ظاهري، ڳوڙها ٻہ ٿي ڳاڙي ڇڏيم.

ڇئو يلي پونچال تون استاد کي،
ڏوڙ جا مينار ڏونڏاڙي ڇڏيم.





گلزار ذات هُن جي، گلفام هوس نالو.
هڪ شخص هن جو عاشق، بدنام هوس نالو.

هي جهُومَ، جوش، مستي، ٿو رقص شرمندو ٿئي،
ماڻهن رکي ڇڏيو پر ماتام هوس نالو.

قدرت کي هڪڙي ڏي هڪ پُٽ آ، سيئي سڃاڻو،
هڪ جو سزا ۽ ٻئي جو انعام هوس نالو.

پامست مان نہ آهيان پر ايترو پَتو پيو،
آغاز جو ڏنم هٿ، انجام هوس نالو.

ليليٰ انا بنائي، مجنون ان تي ٿي پيو،
رهندو عراق ۾ هو، صدام هوس نالو.

هڪ عشق جي ڪري ٿيو استاد نامور نہ تہ،
بيڪار ڦِرندو هو پيو، ناڪام هوس نالو.





پيار ڪان جو ڪري پرهيز سو موڳو هوندو.
يا تہ ٻوڙو يا تہ گونگو يا تہ انڌو هوندو.

شعر ڪو تِير ٿي دشمن ڪي ڪُتو دوڏي ۾،
شعر ڪو هارُ ٿي معشوق ڪي ڀِتو هوندو.

ها ڪڏهن فرش بہ آ عرش ڪي ڏوڏي وجهندو،
تنهنجي گوڏي سان لڳي منهنجو ويو گوڏو هوندو!

بيت مون جو بہ پڙهيو ڳوٺ جو ٻونگو سمجهو،
ڏيان جنهن ڪونہ ڏنو سيٺ جو بنگلو هوندو!

ڇا ڪجي گهرج ۾ سنسار جو گولو آهي،
تنهنجي انعام ۾ فردوس جو تحفو هوندو.

يَرُ ڪري چوٽ ڪيائين تہ چڪيائين چوٽون،
ٽاڪئين مونکي ٽي سمجهو تہ ڪو شيشو هوندو.

هر نئين ڏينهن نئون رنگ سندس فطرت آ،
وقت وانگي تہ بخاري بہ ٽيو پوڙهو هوندو.

تو تہ استاد، صفا ساپيان سمجهو جيون،
او چريا، ڪنهن ڪيو توسان اهو چرچو هوندو.





دربدر استاد هو پر راهہ جو پٿر نہ هو.
انقلابي راهہ هو، درگاهہ ڪنهنجو در نہ هو.

جستجو درگاهہ کان گجگاهہ ووڙيندي ڏٺو،
دل نہ هئي ڪاٿي ۽ ڪاٿي دل تہ هئي دلبر نہ هو.

چو نہ هن کي دوست ڏوٺن، چاپڙون چوڪر هٽن،
ٿار ڳاڙهي بير جو هو، پاپرو ڏينگر نہ هو.

ڪڪ تہ ڏاڍو ٿي ڪري، ڪوڪا چيِن جيئڻ بوٽ جا،
زندگي ڦاڙي، چِني اچلي چِڏيان، ڪلتر نہ هو.

دل ۾ هو نہ تہ ڏيان ۾ هو، ديد ۾ نہ تہ دڳ تي هو،
ڪا گهڙي اهڙي نہ سنيران جنهن۾ ڪو محشر نہ هو.

چنڊجاڪرڻا يا ڇاڦون چشمي کي چيرين ٿا،
بيد جو هر پَن، هوا جي هانوَ ۾ خنجر نہ هو؟

تون هئين استاد سان، آڪاس سان هئي ڪهڪشان،
تون ڇڄي وئين ڇا چوان مان، ٽر تہ هو پر جر نہ هو.





الله کانپو آهي اکر تو وارو.
پارس جو پهڻ آهي وکر توٗ وارو.

در تنهنجي ٿي پهچان تہ سوين سجدا ڏيان،
وک وک تو گهري سجدو هي تر توَ وارو.

چوڏول جي لوڏن ۾ تہ پؤ ڪجهہ ناهن،
سنسار جي سِر ۾ آ چڪر تو وارو.

مشتاق سيارن جان وٽن تا ڦرندا،
مرڪز ۾ مگر سج آ، گهر تو وارو.

غيرن جا پٿر ڊير تي اڇلي بہ ڇڏيم،
محفوظ اتم دل ۾ پٿر تو وارو.

هر ٿيڙ تي ٻک غير ڪي، داسو مونکي،
وسري نہ تو وک وک کان مکر تو وارو.

هِن سال جي ماتم جو نان ڇا رکندين!
جو حشر جو پِٽڪو تہ هو پَر تو وارو.

استاد، بزرگن ۾ نظر تنهنجي آ،
ڏسجي تو جوانن ۾ جگر تو وارو.





هڪ عزم، امر، موتُ مچائي نہ وجي.
هي عقل کٽي عشق وڃائي نہ وجي.

مون شوق جا هر دل ۾ مچايا شعلا،
ماحول متان برف ڄمائي نہ وجي.

مشتاقَ، مکي چوس ۽ موڙي چوندس،
جاني جي اڳيان جان بچائي نہ وجي.

جهُوٽي کي چُمي خوشبو وئي، خير آهي،
طوفان اچي باغ پڄائي نہ وجي.

ڪو هُنکي جهلي گهور سان گهائي نہ مونکي،
درياهہ کي چئو، شهر کي پائي نہ وجي.

ماڻهوءَ جو مقدر تي رکي پيشاني،
ڪنهن جي اڳيان بہ نرڙ نوائي نہ وجي.

وڻ وڻ تہ وڳا، واڪ وڳا اڄ ڪي چٽو،
سنڌين جو سچو وقت وڃائي نہ وڃي.

هڪ روپ منافق جو هجي، اک ۾ رکون،
ڪو پوش ٿي ناهي جو هو پائي نہ وڃي.

سَڌ، پَتَ جو نہ آ، جنگ جو، غيرت جو آ،
جو شخص وڃي لوءِ لڄائي، نہ وڃي.

دل منهنجي لڳاتار دلاسو تنهنجو،
مُنهن ٻار ڪيڏوٽي ڪان مٿائي نہ وڃي.

مون ساڻ رليو تنهنجو تصور ٿي هلي،
الله ڪري رڻ ۾ رُلائي نہ وڃي!

هِن عشق ڪي چٽو هوڏ ۾ افلاڪ ٻہ آ،
بيباڪ بخاريءَ ڪي بنائي نہ وڃي.





توتان قربان، جند جان منهنجي.
تون زمين آهين آسمان منهنجي.

ڪنهن پُڇيو: آسَ وٺي ڪٿان تنهنجي،
هو هلي هينئر وٺي هتان منهنجي.

سونهن ڪان مُنهن مٽيان تہ منڪر ٿيان،
باقي هِن عشق ڪان آ، بان منهنجي.

آءٌ پٽ ڪائنات جو آهيان،
آسمان پيءُ، زمين امان منهنجي.

زندگي، نُور ۽ شعور جو سُنهن،
تون تہ الله، رسول آن منهنجي!

ڪهڪشان ڊوڙندي ڇيو چمڪي،
ڪاتہ طاقت آ پاسبان منهنجي.

گوڙجگ جو هو، شور محشر جو،
ڪوُڪ گونجي وٺي وچان منهنجي.

ذات، حَــقُ اليَقين اسٽاد آ،
بات، شايد آ بدگمان منهنجي.





هڪ سِڪ ساري عُمر ڏئي مون ورتي آ.
بخت پلو هو سُونهن ملي وئي سستي آ.

منهنجو رِشتو ڪنهن سان ڪنهن سان ٽوڙيندؤ،
دهشت گردؤ، سرتي سان گڏ ڌرتي آ.

سهٽي سهٽي، سسئي سهٽي، سپ سهٽيون،
ديد پوي ٿي جنهن تي سا دِلِ پَرتي آ.

نينهن نہ رڻ پٽ، سونهن نہ ڪنڌر تي سگهندي،
پينگ نہ ٻڌبي سچي سِڪ جي بستي آ.

سپ سهٽا، سپ سهٽيون مائٽ آجو پيار،
منهنجي تمنا، راڄوٽي آ رعيتي آ.

پاٿي هاٿي ڏيهن ڪي ڏس ڏيندي پئي،
بات سلي مون سنڌوءَ سان سربستي آ.

ديوانو استاد لڳي تو فرزانو،
مستي ۾ بہ تہ هوندي هڪڙي هستي آ.





بچيو شوخ جي شهر مان تو اچان.
وئيو زندگي موت کان تو اچان.

پريو، پهَليو تہ بہ مهڪندو پهڪندو،
اوهان پاڻ سمجهو ڪٿان تو اچان؟

مصيبت ۽ محبت وئيو تا هلن،
جهنم ۽ جنت وچان تو اچان.

تڪڙ آسمان توکي کھڙي لڳي،
ڪڏي پونء پاڪر، اچان تو اچان!!

پَرِيَن، پاڪُرن جي هِتي ڳالهہ ناهي،
وئيو قرب جا ڪاروان تو اچان.

پکين جون پڪارون هُڙين جون رڙيون،
دِهُن جا پُڏيو داستان تو اچان.

انڌاري مان استاد گذران تو پيو،
اکين ۾ ڪنيون کهڪشان تو اچان.





غمن ۾ گنوايو، خوشيءَ جي هُشي،
کيو اڌ مئو، زندگيءَ جي هشي.

پريل نال، سامهان، سڌو تو وجي،
انهيءَ کي اٿو خودڪشيءَ جي هشي.

چيو تو نہ مون، تہ بہ چوي مان حسين،
اها هُنکي آ، آرسيءَ جي هشي.

ڳچيءَ کي ڇهي تو ڳٽي کي چُهي،
رئي کي هوا حرڪتيءَ جي هشي.

ڪجو بخش معشوق ساري خطا،
بخاريءَ کي هئي عاشقيءَ جي هشي.





آه تي يار وري پوندو آ، پر هر هر نہ.
واءَ تي ڏار ڏري پوندو آ، پر هر هر نہ.

جهد مضبوط جهاز آهي، توڪل ترهو،
تار ترهو بہ تري پوندو آ، پر هر هر نہ.

وِڄُ اتفاق سان ڪرندي آ، ڪڏهن ڪنهن وڻ تي،
مهٽي سان مڙس مري پوندو آ، پر هر هر نہ.

هار، سينگار بہ اکين تي مگر پيار بہ ڏي،
ٿاٽ تي هاڻ ٺري پوندو آ، پر هر هر نہ.

اوچتو آگ بخاريءَ کي ٻچي برهہ وري،
دوستو ٻانڌ ٻري پوندو آ، پر هر هر نہ.





ڪَٽ مان ڪھڙي ڪريان، جيڏو مزو جيون ۾ آ.
جي ڪٽي توريان تہ ڪنھن سانَ، گھٽ وزن جبلن ۾ آ.

نا اميدي ڪان وڏي آفت نہ مون ڪاتي ڏٺي،
دل تہ ڇا ڏرتي بہ لڳندي آتہ ڇڻ ڏوڏن ۾ آ.

آسرو الله جو ۽ ڀروسو انسان جو،
هو الائي آ ڪٽي، ۽ هي تہ خود دردن ۾ آ.

زندگي پياري بہ ۽ سهٽي بہ سيني ڪان گھٽي،
زندگيءَ سان عشق ۾ دَم، سونهن معشوقن ۾ آ.

سال ڇا سَو سال ڪنھن جاَ ڇڻ تہ گذريا دم-گذر،
ڪنھن جو هڪڙو پھر ويندو واسجي ورهين ۾ آ.

ساهت آهي ڪيت منهنجو، ٻج سمجهو لفظ لفظ،
جوت مون ڏاڍي ڇٽي اونداهہ جي ٻيٽن ۾ آ.

اڄ مون پنهنجو پاڻ سان ڪيڏي ڪچهري آ ڪئي،
اڄ مون دل کي دلبري ڏاڍي ڏني دردن ۾ آ.

تو ڏٺو مچريو بخاري جنگ جي ميدان ۾،
مون ڏٺو نچندو بخاري امَن جي جلسن ۾ آ.





اسان بہ عشق ڪيو هو، اهو نہ تو وسري.
مچن ۾ شوق نچيو هو، اهو نہ تو وسري.

بلا تي پير نہ پيو هو جو ڇال ڏئي ٻچجي،
ڪنوڻ ڪي ٻانهن ۾ ڪيو هو، اهو نہ تو وسري.

سڳنڌ ساهہ ۾ هو گـود ۾ هيـو گلشن،
جگر تنور تتو هـو، اهو نہ تو وسـري.

اجهاڳ جهنگ ۾ ڪنهن گهُورَ جون جهلي گوليون،
شباب شينهن اٿيو هو، اهو نہ تو وسري.

رنگين باغ ۾ هڪڙي حسين هرڻي هئي،
اتي چتو بہ ڪتو هو، اهو نہ تو وسري.

هـزار تير هنيا موت هِن حَياتيءَ کي،
هزار بار ڳُتو هو، اهو نہ تو وسري.

گـواهہ آهي انهي لطف جو حـوا، آدم،
ڇُهي، بهشت ڇڏيو هو، اهو نہ تو وسري.

سواد عشق جو استاد زندگيءَ جهڙو،
عذاب ۾ بہ مزو هو، اهو نہ تو وسري.





جيون، آب هوا، پوڻ، آنُ.
تن کان پيارو تنهنجو تَنُ.

هاٺي سهٽي، تور غضب جي،
درشن دلبر، مرڪڻ مَنُ!

هڪ هڪ سَنَ آ سال سنواريو،
پهتو هاٺي پنڌرهون سن.

سرتيءَ جهڙو ڪوبہ نہ ساٿي،
ڏرتيءَ جهڙو ڪوبہ نہ ڌن.

تون ناهين تصويرون تنهنجون،
هي گهر پوءِ بہ ناهي بن.

نينهن نتگي ڪي کهڙي پروا،
تنهنجو منهنجو رهجي پَنُ!

لاتو تئي تہ نباهہ بخاري،
هي بہ تہ هڪڙو آهي فن.





نہ هئي بهار نہ خوشبو، ڪلامہ منهنجو هو.
ڪريو قبول هوائون، سلام منهنجو هو.

سمونڊ ديد هئي، دل هئي تَتو صحرا،
ڪيئن سنڀال ڪيم، انتظام منهنجو هو.

هزار وارَ سنواري هليا بزارن ۾،
جِتي بہ قيد ٿيو هوس، دام منهنجو هو.

ستمہ شعار ڏِسي، توب مون ستمہ ڏي ڪئي،
خدا گواهہ، اِهو اِنتقامہ منهنجو هو.

حساب جوبہ بچيو وارثن ورهايو پئي،
ڪتاب، گيت، قلمہ هي ڪمامہ منهنجو هو.

سچو جهان بنايان بهشت پيو، چو جو،
انهي جهان ۾ قائمہ مقام منهنجو هو.

نئون نِڪار، ڪلاڪار، يار استاد آ،
گناهگار وڏو سوبہ نامہ منهنجو هو.





مان جو آهيان أهو اهو آهيان.
ويري سورج ڪڏي ڏيو آهيان.

مان مڃان ٿو يڪو جليو هوندم،
تون چوين ٿو تہ چمڪيو آهيان.

گيت جي جيت لئي جهليم گوليون،
موت جي وات ۾ جِيو آهيان.

جوڻ جيئري بہ يار مٿبي آ،
مان برابر پيو، ٿيو آهيان.

جامَ جرڪي، خيامَ کي آکيو،
تانءَ مان تانءُ پئي ٿيو آهيان،

نانهن مان آنهن ڪيئن ٿي نِسري؟
خوابَ ۾ خوابَ ڪيڙيو آهيان.

آءُ استاد ذوڙ جو دائو،
ماڳ جي مِهر موڪيو آهيان.





هَتَ، پيرَ حُورَ لاءِ هو هٽندو ڏنو اٿم.
ءِ ڪو تہ جيئري جند لئي جلندو ڏنو اٿم.

ڪيڏي ڪشش ڪمال جي هن سانوريءَ ۾ آ!
هر ڏينهن، رات پوئتان پوندو ڏٺو اٿم.

لازم نہ آهي لوچ هجي ڪنهن ڪلوڙي ۾،
جهُولي ۾ جهولندي بہ ڪو لچندو ڏنو اٿم.

خوشبوءِ، هير، لهر ۾ لرزو رڳو نہ آ،
ڪڏهن تہ ڏونگرن کي بہ ڏڪندو ڏنو اٿم.

جي جسم تو جهري تہ وري اسم تو جڙي،
انسان کي لهي بہ ايرندو ڏنو اٿم.

استاد، دل سمنڊ، اٿس وهڪرا وڏا،
هر وهڪري کي سونهن ڏي وهندو ڏنو اٿم.





مَــچ مچيا وِچ مشــرق مـــان.
دونـــهان– دونهان دانهن ڏيان.

ينيت– ينـيت يُٺن بيـروتـي،
کِيکت – کـيکت گيت لکان.

چٺانتيون– چٺانتيون چٺونک، گهنٽيون،
چيـخون– چيـخون شعــر چوان!

ڪڙڪي ڪڙڪي قهر ڪرن ٿا،
ٿٿکي ٿٿــکي رقــص ڪيـان؟

مــندر، گــرجا، ديـر، مسيـت،
کـنـدِر– کـنـدِر ڏيـک ڏسـان.

ســوئر، سيــسر، واڳون، نانگ،
”نـيرو“ ڪهــڙا نـانــوَ رکــان؟

ماڻهو، محسن، مِنتزو، ميت،
"مائو" سهسين مان ڏيان.

ڇرڪي ڪيئن جهنم ڇائو؟
جنت جهڙي جوءِ منجهان.

ٿارين باهہ، اجارين تر تر،
استاد، اهڙي آس رکان؟





منهنجي عجيب عشق جا نقشا تہ ڪو ڏسي!
سپنن ۾ سونهن، سونهن ۾ سپنا تہ ڪو ڏسي!

ڪنهن گيت، آہ، چاهَ ڪرشمو ڪري ڪڍيا،
هي واءُ، وِير، وقت تي ليڪا تہ ڪو ڏسي!

طوفان تيز ۾ تہ چيا برسات ۾ پريا،
استاد منهنجي ذات جا ڏِيئا تہ ڪو ڏسي!

ٽِڪ ٽِڪ جي تار، تال تي هرڪو گهڙيءَ ڪٽي،
تڙپي، لڇي تباهہ ٿيا لمحا تہ ڪو ڏسي!

انڌن ڪي چئو تہ گاج جي گج گج ٻڌي وٺن!
ٻوڙن منجهان بہ وڄ جا تجلا تہ ڪو ڏسي!

اڄ عشق، عقل پاڻ ۾ استاد پرچندا،
جذبن ۾ جوش، هوش جا جلوا تہ ڪو ڏسي!





منهنجي سچيت سک جا پرچا تہ ڪو پڙهي!
ديدن جا بيت، دل جا دوها تہ ڪو پڙهي!

مونکي ڏيو منديئڙو ”مون“ ۾ رکيوئي ڇاهي،
ڪنهن جا جوان، جيئرا جذبا تہ ڪو پڙهي!

عنوان جانِ جانان، مضمون گيت، گانا،
اونهو اچي اندر جا اُلڪا تہ ڪو پڙهي!

سيڪو سِٽون ڏِسيو تو معنيٰ سِڌي سَلي،
ها، پر حوال دل جا، حاشا تہ ڪو پڙهي!

ڇا لَٽي صليب ۾ آ، عيسيٰ ڪي ڪو سُٽي،
ڇا لطف ڪشمڪش ۾، موسيٰ تہ ڪو پڙهي!

هُنجي حسين جادو گهوگهيو، گهُٽيو گهٽو پر،
استاد جي لڇڻ ۾ ”ڇو ڇا“ تہ ڪو پڙهي!





ڪڙڪي يڪي قيامہ ڪريو، هِڪ قهر نہ هو.
صديون سمو تباهہ ٿيو، پل پهر نہ هو.

ويهون وڇون ڪريون نہ ڪري هڪ ڪٽي الا!
ڪو قهر هو خدا جو قسمہ، هي ڪڪر نہ هو!

هي زلزلو زمين تي واقع ٿيو واعظا!
محشر هيو شروع، هوائي هَوَرُ نہ هو.

سسئي گهٽو سڏيو نہ ڪتان ڪو متو اٿيو،
ينيور يينگ هو ڪو شڪاگو شهر نہ هو.

پر مار تو غريب جو پيتو پڳهر تہ مَرُ!
تڙپي ٻچي پوين هي رواجي زهر نہ هو.

هڪ ڳالهہ ڪي ضرور حڪيمو ڪريو قبول،
يا دل ٽري چُڪي يا دوا ۾ اثر نہ هو.

استادَ آنڌَ، ڌنڌ ڪني ڏاڍا ڏنا اُمڙَ،
افسوس شعر شعر هو، شعلو، شرر نہ هو!





ڪنهن سونهن صبح، شام تي چوٽي، ڪنگي ڪئي.
چو ديد نامراد تو اونڌي منجي ڪئي!

خوش باش تون تہ آءٌ جي مغموم تون تہ مان،
مون پيار ۾ ائين بہ تي توسان پٽي ڪئي.

بلڪل لذيذ ساز تي مقبول گيت جان،
هربار ديد تنهنجي نئين دلڪشي ڪئي.

تو آگريون چپن ۾ ڏئي تي چڪيون تہ مون،
ڪنهن سوچ ۾ اتيئي تي ڪا اڳڪتي ڪئي.

بي درد لوڪ شهر ۾ خواريون بچي چڏيون،
بيباڪ شوق اک بہ نہ پنهنجي لڇي ڪئي.

جذبات، دل اداس ڪي اڌما ڏئي چڏيا،
برسات پئي تہ موج نئين سِرُ ندي ڪئي.

هن شهر جي گهٽين ۾ تماشا وڏا تيا،
هن شهر جي درين ۾ گهٽي دل لڳي ڪئي.

هر چيز تنهنجي پنهنجي حيا ۾ پڏي وئي،
بي شرم عشق ڪجهہ بہ نہ پنهنجي لڇي ڪئي.

گـذريءَ جو سُور هو تہ نئين جو سُرور هو،
تهـذيـب، دَور، دَور نـئين دلـبـري ڪـئـي.

پاٺـي ڪان واءَڪانباهہ ڪان لڄ ٻڄ جو لطف ٻڄ،
تـو ڇـو سـڪـون جي تي ٻڇـا دل تـنـتـي ڪئي.

هيڏان شـريف گيت جو ڳاتو ڪـتيو تي ويو،
هوڏان ذليـل گـوڙ پٺي تي سـرڪـشي ڪئي.

خوشبو، شعاع، پڪـار پڪـڙجي ويـا شهر ۾،
اسـتـاد پٺـي شـعـور ڀـري شـاعـري ڪـئي.

آبـاد پـنهنـجي ديس جي بـربـاد شهـر ۾،
اسـتـاد تـو تـلاش نـئين زنـدگـي ڪـئـي.





هي عشق ڏسو منهنجي جوڀن جي نشاني آ.
مرحوم امنگن جي جِيوَن جي نشاني آ.

ڪنهن ڪنهن کي وڄهان چلڙا، ڪنهن ڪنهن کي مکيان خوشبو،
هن شهر کي آڇي مون شعرن جي نشاني آ.

گهُوري نہ جگر گهائي، مُرڪي نہ مکي مرهم،
هر سونهن کي سمجهان ٿو سڄڻن جي نشاني آ.

ڏس جوش ڏکي ٿو پيو ۽ هوش ٻڪي ٿو پيو،
نہ ٻہ تن ۾ تمنائون، جيون جي نشاني آ.

احساس جي الماڙي، هر رنگ تي تقريرون،
شاعر جي اڪيلائي، جشن جي نشاني آ.

اٿ ميڙ اهي ٽڪريون، دل ڪنهن جي ٽُٽي پئي آ،
هي خاڪ بہ ڪڻ ڪنهنجي، نيڻن جي نشاني آ.

مايوس هوائن ڪان اٿ منهنجون اميدون وٽ،
دانهن جي پلاندن ۾ نغمن جي نشاني آ.

دل ديد جي آ جي ٿئي، شل عيد بہ آ جي ٿئي،
ڪنهن قيدي مُڪي هِي بِن جملن جي نشاني آ.

استاد جي البمَ ۾ گُل تاڪ پلي دلبر،
هي خار بہ رک تنهنجي گلشن جي نشاني آ.





هن شمع ڪنئي جيڪا شعلن جي ڪهاڻي آ،
سڄوس، اها منهنجي جيون جي ڪهاڻي آ.

هن جُوءِ جي جهرڻن ۾ ننديڻ جا قصا منهنجا،
ڪجهہ ياد جوالا ڪي جوبن جي ڪهاڻي آ.

لڪبي تہ نگاهن سان، ڇپبي تہ ڇهاون سان،
پڙهبي تہ تن ۽ من سان جذبن جي ڪهاڻي آ.

پوپٽ جي پرن تي پڙهہ، مورن جي بدن تي پڙهہ،
منديءَ جي پنن ۾ پڙهہ، سهڻن جي ڪهاڻي آ.

احساس تي ماڪيءَ جي برسات وسي پئي آ،
برسات ڪٺي ڇيڙي بوسن جي ڪهاڻي آ.

تون ڏس تہ ڌڏڙ دل سان، منزل جو پتو ڏينديءِ،
تون پڙهہ تہ پريشاني، عيشن جي ڪهاڻي آ.

استاد جي گيتن ۾ سِٽ سِٽ ۾ تِڪيون بيڙيون،
چڻ باغ جي بوٽن ۾ ڪندن جي ڪهاڻي آ.





ذڪاري جون آهون، ذڪارو سجاڻي.
بکاري جون باهيون بکارو سجاڻي.

اهو ڪيئن ساقي ڪچهريءَ جو ٿيندو،
نہ تو جيڪو ڏائو، اجارو سجاڻي.

خضر پاهريون آ، ڪري رهبري ڇا،
نہ پارو سڃاڻي نہ چارو سجاڻي.

ٻہ ٿي گهاٽ هڪ واٽ واقف اٿم، پيو،
تہ راتين جو ڪارو انڌارو سڃاڻي.

رڳو شام وارو ٿئي ناهي سلامي،
مونکي ڏينهن وارو بہ تارو سڃاڻي.

تضادن جي هڪ ٻئي تي ڪرڙي نظر آ،
تکي تيز تڙڪي کي پارو سڃاڻي.

ڏُکي چو تہ ڏاڍو سو سمجهي تہ هيٺو،
ڪبوتر تہ شڪري جو جهارو سڃاڻي.

اسين پاپ کي اهڙو چاڻون سڃاڻون،
ڪپہ کي جئين تہ پڃارو سڃاڻي.

وتي عقل، مت، شرم ٿيئي نهوڙيو،
انهي شاهہ کي شهر سارو سڃاڻي.

ڳجهي ڪان ڳجهو راز اوري وچون تا،
هجي ڪو سياڻو اشارو سڃاڻي.

ڦڙو مينهن جو آهي اهڙو بخاري،
نہ تہ ڪير ان جو ڪنارو سڃاڻي.





سهڙيس اهڙي سَنَ ۾.
سونهن چمان سپڻ ۾.

ساهہ سِڪي، اک روڪي،
شوق پُڏي شرمن ۾.

اک اک کي ڪيڪاري!
ٻَک تہ وجي پيا ٻَن ۾.

چَپ نہ تہ چنگ تہ چاتم،
چاهت پوبہ چپن ۾.

گِل نہ تہ گاڙها گُلَ ٿي،
هوندم حسن هٿن ۾.

گُلَ گُلَ ۾ گُم ٿيندم،
گهمندم چا گلشن ۾!

گُم سُم يار بخاري،
سُس پُس آ سهٽن ۾.





جتي بہ شوق کي پورو شباب ايندو آ.
اتي ضرور وڏو انقلاب ايندو آ.

ڪري جو هوش ۾ هيڏو حجاب ايندو آ،
اهو بہ جوش ۾ تي بي حجاب ايندو آ.

سوال رات سڄي ڪن تکي تکي تارا،
جواب پاڻ ڪٽني آفتاب ايندو آ.

جڏهن هيانءَ ۾ هوندو چُپيو تکو ڪنڊو،
تڏهن نگاهہ ۾ نکري گلاب ايندو آ.

هزارَ تابَ تکي آفتاب جان پائي،
ڏسي تہ ڪير ڏسي، بي نقاب ايندو آ.

هلون هميشه يتائي جي چو نہ ميلي تي،
سڄي خطي جو اُتي انتخاب ايندو آ.

ڪڏهن ڪڏهن تہ تمنا ڪندي تِلاوت آ،
ڪڏهن ڪڏهن تہ نظر هو ڪتاب ايندو آ.

رُسي وڃي تہ بخاري، متان اجل ڪڙکي،
اچي قريب تہ يومُ الحساب ايندو آ.





تنهنجي تلاش منهنجي جهوري نہ ٿي پوي.
هيءَ ڳالهہ موت جهڙي ڳوري نہ ٿي پوي.

لڙُن جا لڳي لڪايان چوري ضرور ڇڻبي،
چاهت ڇِني ڪريان پر زوري نہ ٿي پوي.

مُرڪي خدا خضر جي مونکي ڏئي حياتي،
ڪُرڪي چوان تہ ڪاٿي توري نہ ٿي پوي.

ميندي تہ آنڌَ ڏُنڌ ۾ ڪنهن کي مکي وجو،
پر پريت ڪنهنجي دل ۾ زوري نہ ٿي پوي.

هيءَ ذات، لات جنهنجي اڳتي اڏامر آ،
ڪنهن زور ڪان ڏران تو ڏوريءِ نہ ٿي پوي.

دنيا گهٽي ڪشادي، ڏرتي وڏي بخاري،
دلڙي بغير سِنڌڙي چوري نہ ٿي پوي.





اڄ بہ الا ڪو الڪو آهي.
ڪوڙ خوشيون تہ بہ ڪنڪو آهي.

ڏک، سک، چاهہ چڪور ڪي آ،
چنڊ ڪي ڪوبہ نہ اُڏڪو آهي.

سوچون، لوچون اهڙيون وچڙيون،
چڻ تہ منجهي پينو سٽ ڪو آهي.

تنهنجو گل بہ لڳي گلدستو،
ڳڻ بہ ڳٽڻ جو ڳٽڪو آهي.

چمر تہ چمون چانڊوڪي، چوجو،
چانڊوڪي ڪو چٽڪو آهي.

سونهن پڪاريو سوريءَ ٻيهي،
پهتو، سورهيہ پٽ ڪو آهي.

هوڏي نغما، ناچ بخاري،
هيڏي ڪيهون، ڪُتڪو آهي.





هر شهر وڻي ٿو اهڙو جڻ هر شهر ۾ منهنجو يار آهي؛
هر پار لڳي ٿو پيارو ڏاڍو جڻ تہ پرينءَ جو پار آهي.

ڪي سنبري ڪي- جي ڏانهن هلن، ڪي تنگڙا نکري نانُ منگن،
هر بار ڏسي سوچيان بيٺو جڻ منهنجو پنهنجو بار آهي.

او پورل تنهنجو بُت پيليل، جڻ ساري پُون ٿي پيليل آ،
هيءَ ڪُک ڪان تنهنجي چڪ قاتل، جڻ ڏيهہ سڄي ۾ ڏار آهي.

هت ڪوبہ اڪيلو هت ڪونهي، محبوب مِلي ڏس ميلو آ،
وڻ وڻ سان ٿي وڻڪار وڌي، گل گل سان باغ بهار آهي.

استاد طبيعت تو تاتِي، ڪجهہ آتي آ ڪجهہ جذباتي،
هِن دردَ وتيءَ دنيا ۾ هڪڙو سونهن پريو سنسار آهي.





سونهن تنهنجي سامهون ”تا-تا“ تي وئي.
ديد ٽڪرا، پرجهہ پرزا تي وئي.

واسجي ويو آسو پاسو پهتين تون،
ڪجهہ ڪيئين، وڻ وڻ مان وهوا تي وئي.

توسان منهنجو ايترو رشتو وڌو،
تنهنجي دنيا، منهنجي دنيا تي وئي.

ديد ۾ دل جي نئين صورت ڏسو،
هڪ تہ دريا، هوءِ صحرا تي وئي.

ڪئي بهارون ڪئي خزائون جهول ۾،
عيد عاشورن سان يڪجا تي وئي:

حسن جي خواهش سکي بازيگري،
عشق جي منشا تماشا تي وئي.

روشني رفتار تون آئين تہ پئي،
تيز تنهن کان ئي تمنا تي وئي.

نينهن کان نهڪر ڪٿي ڪِنهن ڪنهن ڪئي،
حسن لئہ هر ڪنهن کان "هاها" تي وئي.

سانجهہ تي سورج لٿو، ڏيئا ٻريا،
رات پاڇا، ڏات شعلا تي وئي.

ڪنهن ڪئي، ڪيڏانهن ڪئي، چالاءِ ڪئي،
اوچتو استاد "آ-آ" تي وئي.





مِٺا تون مُرڪندي ملندين تہ چنڊ گلشن ٽِڙي پوندا.
ڪِلي ڏيندين، اتيئي ڏينهن جو تارا ڪِڙي پوندا.

گهڙي ٿي دل تہ نظرن سان نظر تنهنجي چُمان چُوسيان،
مگر ڇيڙاڪ آهن تنهنجا ابرو جهٽ چڙي پوندا.

رُسي جي تون وڃين ٿو پيو تہ منهنجا ڏينهن ۽ راتيون،
زماني جي اڱڻ تي ٻارڙن جان ليٽڙي پوندا.

اڪيلائي ۽ ڪاري رات جو ڀَئو سُونهن کي ڪهڙو!
جتي ڪا شمع روشن ٿي تہ پروانا مڙي پوندا.

وٺي، هٿ سان وڄائڻ سان تہ هرڪو ساز وڄندو آ،
نهاريندين، نگاهن جا نوان نغما ڇِڙي پوندا.

هي بستي سونهن جي آهي، هِتي ٿورو هلڻ سان ٿي،
قدمہ ڪنهنجا تہ ڇا، استادَ پارن جا ٽڙي پوندا.





دماغ تنهنجو خراب هوندو، دماغ منهنجو خراب ناهي.
چوان تہ ٿو عشق عيب ناهي، گناهہ ناهي، عذاب ناهي.

اجا جواني اُٿي ٿي ناهي، عشاق اڳ۾ جهُڪي چُڪاهِن،
اڪيون، اڪين سان مليون، لڄين ٿو، اجا چڪيو تو شباب ناهي.

رڪي اڪين ۾ ڏسانس ويهي، چنڊيانس دل سان ڇهانس ويهي،
اڪر اڪر کي چمانس ويهي، مگر هو سهڻو ڪتاب ناهي.

لڪين ستارا سُنهن فلڪ تي، اُماس پوپي اماس آهي،
هزار سهڻا سوال اپريا جڏهن تہ هُن جو جواب ناهي.

نقاد، ڪوجهو نہ ٿو چوان مان، جيئن ڪُلي تو تيئن وٺي ٿو،
عجيب آ ڪجهہ نئون زمانو، حسين آهي حجاب ناهي.

ڪِلي، خزان ۾ نچن بهارون، رُئي تہ ڇيرن ۾ اوچنگارون،
رُسي تہ ويو چڻ ڪڪر اُڏامي، وَسي تہ هُن جو حساب ناهي.

مزي ۾ آهي، غني بہ آهي رقيب سامهون، مگر بخاري،
غمن ۾ گُم سُم غريب آهي، حبيب توڪان حجاب ناهي.





هو پهتو پيار جي پچري وچڻ ڪانپو.
آئي برسات، ٻيلي جي ٻرڻ ڪانپو.

ڪنوڻ ڪِنوڻڊِي تہ اونداهيءَ جو ڀئو ڀڃندو،
لهي تو رنج جو الڪو ڪِلڻ ڪانپو.

چپن ڪي چوريو چئبو تہ ڪجهہ بنبو،
چون ٿا جڳ جُڙيو پر ڪجهہ چوڻ ڪانپو.

چيئين: ٻَئوڪر، لڇيو ساگر، اٿيو اوتر،
چيم: ناچو پيو سهڪي نچڻ ڪانپو.

وتوسون ڪشمڪش جو لطف جيئري ٿي،
مزو آرام جو وٺبو مرڻ ڪانپو.

ڏٺم. توڪي وڌي جيون ۾ لذت وئي،
هزاروٺو مزو ٿي ويو ملڻ ڪانپو.

اتو سهٽيون اتو ساهڙ نچون، ڳايون،
متيءَ جو ڍير هونداسين مرڻ کانپو.

ڪٿي گل، تيل تي، خوشبو تي، پکڙي ويا،
بلاول دادلو تيو پيڙجڻ کانپو.

ڪڪر ناهي بخاري، عشق ساگر آ،
وري آگم ڪندو رهندو وسڻ کانپو.





ديد، دل، دلدار ٿئي دوکو نہ چئو!
زندگي ساپيان اٿئي، سپنو نہ چئو!

ڪائناتي گنج ۾ سڀ ڪجھہ تہ آ،
خير، شر جي ڪاڻ ڪي ڪوڪو نہ چئو.

چيٽ، چانڊوڪيون، شفق، شبنم، ڪليون،
سونهن کي بازار جو سودو نہ چئو.

بزم کي ٻاڙو بنائيندو نہ ڪر،
هاڻ جي ھٻڪار کي ھوڪو نہ چئو.

عاشقن کي سنئون سِڌو لويو پلي،
قرب ڪنهنجي کي تہ بيهودو نہ چئو.

سونهن پوڄا جو سليقو سک، نظر،
سهڻو سهڻو، ڪوجهي کي ڪوجهو نہ چئو.

ڪجهہ ڪيان توسان نہ ٿو، گونگو سڏينم،
مهرباني ڪر مگر موڳو نہ چئو،

صبح هڪڙو شام ٻيو ۽ رات ٽيون،
هي تہ ٽيو چولو، رئو، چهرو نہ چئو.

عاشق ۽ معشوق رانديگر نہ سڏ،
عشق: وهندو- ڪات، رانديڪو نہ چئو.

موت ٿوڙيندو نہ ٽٽندو دوستو!
تاڪئون استاد جو رشتو نہ چئو.





عشق سورهيہ ساڻ ٿئي، اُلڪو نہ ڪر!
پيار ۾ ٽڪرا بہ ٿين، پِنڪو نہ ڪر!

مشڪلون ڪونَن تہ ٿي مشڪل ڪشا؛
عشق رِيءَ معشوق ڏي ايندو نہ ڪر.

هُن چُميون ڏينديءَ پڇيو، ڏِءُ ٿيئي؟ چيم،
مِينهن ۾ مهراڻ جو ماپو نہ ڪر!

او خدا، پيدا ڪري گم ٿي وڃين،
ڇا ٿيئي تخليق کي ڇورو نہ ڪر!

جي خدا آهيَ تہ ڇا ناهي تہ ڇا،
سونهن ۾ ايمان رک، سنسو نہ ڪر!

سونهن تون آن، سِڪ بہ تون، سڀ ڪجهہ آ تون،
پنهنجي ڳوري "پاڻ کي" هلڪو نہ ڪر!

آدمي آ رول، ٿوڪيندا مَلَڪ،
ايترو پولار ۾ پنڪيو نہ ڪر.

اڄ تہ ڪجهہ استاد سنجيندو بہ ٿي،
ٺهڪ ڏئي اوچتو "وو وو" نہ ڪر!





ڪيئن قاتل چوان تہ ڪُهندي آ.
مونکي حد کان وڌيڪ گهُرندي آ.

شرم جي پوش ۾ ڇپڻ بدران،
شوق جي پينگهہ منجهہ لڏندي آ.

جوش مُنهن تي، شعاع نيڻ ڪٽي،
ڇا ڪپٽي، گهُورَ- گهُورَ پُڇندي آ.

عاشقيءَ سان اُها عقيدت جو،
چاهہ جو انگ انگ چمندي آ.

هوترو تي اُتان تہ اربيلي،
پوپري، ڇُر بغير لڇندي آ.

ديد جي در منجهان لنگهي منهنجي،
هانءَ جو گهير گهير گهمندي آ.

جا بہ استاد جي اندر جي گهُرَ،
سا تہ هن کي اڳيئي سُجهندي آ.





ديد ۽ دل ڪئي بدي آهي.
هو رُني آ تہ هو رڙي آهي.

ڪانہ ڪا دوستي ڪئي هوندم،
خوامخوا دشمني وڌي آهي.

يہ چڙيو فلسفي، عقيدي کي،
مون ٻنهي جي ٻڌي جهڳي آهي.

دوستي، دشمني، اڪيلائي،
مون ٽنهي جي سزا سٺي آهي.

پيار تي ويو ذريون ذريون چٽڙيون،
روح تي پيو ٽُڪيل رلي آهي.

زندگيءَ جي اڙي زمانا مون،
زهر پي پي، چُکي چکي آهي.

تون ٿي تي سرخرو ڪرين مونکي،
سونهن توسان مون ڪئي سچي آهي.

مُند، ميندي ۽ کي آهي ڇهتي پئي،
هير، خوشبو ڪٿي ٻڪي آهي.

عشق جو معجزو ميو، مون ۾،
زندگي ناهہ، زندگي آهي.

راڳ تي روشني بخاري، ويا،
آڳ رڳ رڳ کي وئي لڳي آهي.





مونکي پتو بہ آهي تہ توکي ٿو ڇا کپي.
هِن درد کي دعا کان گهٽي تي دوا کپي.

هن عاشقيءَ جي لاءِ سوين شرط، گهٽ ۾ گهٽ،
هڪ دل کپي ضرور ۽ هڪ دلربا کپي.

هي چونڊ تڪ جي ناھ ڪٿي ها ۾ ها ڪجي،
هي جنگ زندگيءَ جي هِت تا ۾ تا کپي.

يزدان ٿين تہ ٿي بہ سگهندين تون زاهدا،
انسان ٿين تہ شرط آ، پهريان خطا کپي.

هڪ آس پاڻ ساڻ نراسا ڪنيون وتي،
نابين کي تہ ڪانہ ڪا آڌر، عصا کپي.

هِت سونهن تي سنوارجي، لوڪو دڪان تي،
هن شهر جي بزار ۾ پئي تي وفا کپي.

هڪڙو تہ روز- حشر ٿئي، پيو ظالمو پڌو،
بي لوث فيصلو ڪري، اهڙو خدا ڪنهي.

الله پاڪ پاڻ بہ ڪڪ تي نہ پيو هجي،
او بيوقوف توکي تي ڪيتربقا ڪپي!

انسان جي انا بہ بخاري فضول ناهہ،
سنسار ڪي ضرور جيئڻ لئہ هوا ڪپي.





تنهنجو پيار ڪتوريءَ وانگر.
هائي ڪائي ڪوريءَ وانگر.

گهوڙ نہ مون ڏي گهنڊ وجهي تون،
اولانبي، انبوريءَ وانگر.

بعضي آءٌ پکيو پرواني،
بعضي هانءُ پنيوريءَ وانگر.

ڪوڪو شعر وچي شهنائي،
۽ ڪو پُور پپوريءَ وانگر،

محفل هئي معزوري جهڙي،
ميڙ متو مجبوريءَ وانگر.

ڪاتہ ڪيم پئي بات بخاري،
اڌ ۾ چڏيم اٿپوريءَ وانگر.





هلو سنيالي، سنيالي، لتاڙجي نہ وڃو!
اڇي مڪار جي مُنهن ۾، ڇپاڙجي نہ وڃو.

ڇڄي ڇڄي نہ رنيو لاڙ، ٿر، سرا، ڪاڇا،
ڪروڙ ظلم جي لوڙهي ۾ واڙجي نہ وڃو.

اٿو تہ تيز تتا آفتاب تي ايرو،
ڪتاب تي نہ اچو چو تہ ڦاڙجي نہ وڃو.

اڳيان اڪاريو صحرا، سمونڊ بساڻ ڪٿو،
سراب راهہ ۾ آهي تہ ساڙجي نہ وڃو.

اها بهار جي پهچي تہ پو خزان ناهي،
انهي بهار ڪان اڳ ۾ اجاڙجي نہ وڃو.

وري وري بہ بخاري ائين پڪاري ٿو،
هلو سنيالي سنيالي، لتاڙجي نہ وڃو.





گهڻو اداس نہ ٿي جو اجهائجي نہ وڃين!
وڏو جهان آ غم جوَ، وڃائجي نہ وڃين!

هي جام، جام تي پيئندي ٿي رهندو تاس وڏي،
تہ احتياط، اڃا بي اجائجي نہ وڃين!

رکين تہ چنبڊ سان رک چاهہ، ڏي چڏي تارا،
متان هزار ذريون ٿي ورهائجي نہ وڃين.

خلوص، چنگ نہ ٿي جو بکيا وتن چارڻ،
کچي، امير جي در تي وڄائجي نہ وڃين.

ٺکر نہ ٿيءَ متان نانگٽيون نچن توتي،
ککر نہ ٿي جو گگن ۾ نچائجي نہ وڃين!

اسان سان حوُر، خواب ۾ بہ بي حجاب نہ ٿي،
نکور ٿانءُ تہ آهين، امهائجي نہ وڃين!

چکور، چنڊ کان، مجنون خان ليليٰ کان،
تہ کاٿي سونهن کان تون بي ستائجي نہ وڃين.

بچيو تہ کجھ بہ بخاري نہ آ، مگر اي دل،
اڃا بہ عشق تہ آهي، اگهائجي نہ وڃين.





ماٺهن ليکي ڏينهن لنگهايان، گهٽيون، پاڙا گهمندي گهمندي،
شاهد تنهنجي شهر جا دونهان، در در دانهيان دکندي دکندي.

مان نہ مجاور هڪ منزل جو، ساٿي قدم قدم جو،
آس پڄايان سڪندي سڪندي، سوچ وٺايان پچندي پچندي.

تنهنجي محفل، مقتل ٿي وئي، عيدون، ماتم ڏوم مچي وئي،
ڪوڙ ڪسي ويا ڪڏندي ڪڏندي، ڪوڙ ڪڏي ويا ڪسندي ڪسندي.

تنهنجا جلوا اپ تي بجلي، منهنجا جذبا بر ۾ اوٺر،
حسن ڏٺو مون ڏور اڏرندي، عشق ڪيو مون ڊڪندي ڊڪندي.

ياتي ياڻٺن سيج پلنگ تي سمهندي سک ۾ رات گذاريم،
ساڪي ڪاغذ، ڪلڪون، بتيون، جاڳ لڪان پيو لڇندي لڇندي.

جهومي جهومي لوڪ پڌي ٿو، تڙپي هوش جو هاڻ پوي ٿو،
ڪِلندي ڪِلندي پيش ڪريان ٿو شعر لکيم جي رئندي رئندي.

بحث هلي پيو؛ سونهن ڪي ڇهجي، سونهن نہ ڇهجي، هوڏي ڏس،
ڇهندي رک ٿي ويو پروانو، پنٺر اڏاٿو چمندي چمندي.

چوٿو چيڙين سوَرَ بخاري، پنهنجي سِک جا چرک پسرينِدي،
پوتہ وري تون ٽڪجي پوندين، پنهنجا ڳوڙها اگهندي اگهندي.





ويــــڏن ۾ دل وڙي تي پئي،
ٽڪرن ۾ نئن ٻوڙي تي پئي.

گــولي ڪڙڪي، ڳيــرو تــوڙو،
مــوڳي ٽاري جهــومي تي پئي.

چيت، ڪتيءَ ۾ پنئن، ڪليءَ جي،
لوڪ ڪهاڻي لکجي تي پئي.

ساگــر- بادل، صحــرا- اوتــر،
ڌرتي، اپ ڌي اڌري تــي پئي.

ڪيڏا شعلا، ٽــاندا تي ويــا،
ٽاندن تي رک پکڙي تي پئي.

مکڙي وهنتي ماڪ ڦڙي سان،
پوپٽ پَرَ سان ڍڪجي تي پئي.

اڄ، ڪلهہ تي تصوير بخاري،
آئيــنــدي جي ٻڻجي تــي پئي.





اوهان سمجهو ٿا چمڪي ٿو، مان پڙڪان ٿو.
جهجهڙ ۾ ڪوتہ جهٽونڪي ٿو، مان پڙڪان ٿو.

پلي سيکيو اوهان پنهنجون ڳڳيل سوچون،
مٿان پارو بہ ڪڙڪي ٿو، ٻمان پڙڪان ٿو.

هي يارو معجزو ڪونهي، نظارو نينهن جو آهي،
برابر مينهن برسي ٿو، مان پڙڪان ٿو.

مان پروانو تہ ناهيان، آهيان پوپٽ پر،
جي گل کو شمع ٻڌجي ٿو، مان پڙڪان ٿو.

نہ چڻہ پٿر، ڪٿي پٿر بہ سمجهبو پر،
اچيو چقمق جي چهٽي ٿو، مان پڙڪان ٿو.

ٻُنيءَ تي ماٿ ٻَر جي، ٻات ساگر جي،
گهٽيءَ ۾ گيت گونجي ٿو، مان پڙڪان ٿو.

بخاري باهہ ناهيان، باغ آهيان پر،
اُلا تي واءُ وچڙي ٿو، مان پڙڪان ٿو.





چاھہ اندر ۾ چھرو چمڪي.
جھُڙ ۾ بجلي جھُڙ ٿو چمڪي.

آگِ لڳي ٿس، جانِ جلي ٿس،
ھُونءَ نہ تہ ڄوڏو ڄوٽو چمڪي!

روشن رُخ تي مُرڪ خوشيءَ جي،
چانڊوڪيءَ ۾ چشمو چمڪي.

ڀوري ٻُت تي ڪارو چولو،
سنھڙي جھُڙ ۾ سجُ ٿو چمڪي.

گھٽيءَ گھٽيءَ ۾ گرھڻ رُولو،
چنڊ ھجي تہ ٻہ ڄوڪو چمڪي!

داغ نہ سمجھو چنڊ جي مُنھن تي،
ڪنھن عاشق جو چَڪُ ٿو چمڪي.

سانجهيءَ تاري اُڀرڻ سان ئي،
اک ۾ ڪنهن جو اُلڪو چمڪي.

مان چاهيان تو تنهنجي چَپ تي،
بينسر سان گڏ بوسو چمڪي!

جرڪو يارو ڪا جهَل ناهي،
جانِ جلائي جيڪو چمڪي!

دل ۾ روشن درد بخاري،
چُلهہ ۾ ڪاندو تاندو چمڪي.





هي ڪير هو ميلي ۾ جمالو تي لڳو.
جهيڙي ۾ ڏنومانس جوالو تي لڳو.

پڳ برف، متو اوچي ۾ اوچي چوٽي،
هڪ شخص بلندي ۾ همالو تي لڳو.

ابليس کان حرڪت ۾ هو آدم اڳتي،
جبرائيل کان جرئت ۾ جيالو تي لڳو.

هو سمنڊ وڏو، پوڻ تي مڏ جو مٽڪو،
اڀ، وقت- موالي جو پيالو تي لڳو.

الله بہ حاڪم آ، نبي نائب آ،
مذهب بہ سياست جو ملهالو تي لڳو.

هو هير جي پاڪر ۾ بخاري خوشبو.
اونداهہ جي سيني تي اجالو تي لڳو.

استاد جي آواز کي روڪيائون تي،
آڪاڙ جي طوفان کي تالو تي لڳو.





سونهن خاموش هئي، عشق بيچين آهُن جو انبار هو.
خوشبو محبوب هئي، واءُ رولاڪ، بيباڪ، هوشيار هو.

عشق جنهن تي جڏهن ۽ جتي تورڙو پنهنجو پاچو وڌو،
شرم گم ٿي ويو، سوچ سهڪڻ لڳي، عقل بيڪار هو.

اڪ سِڪي ٿي، ڏسي، هٿ ڇڪي ٿو ڇهي، دل ٽِپي ٿي ملي،
اڄ ڪي آب جو، بڪ ڪي ڪاچ جو ڪيڏو درڪار هو!

تورو گهُوري ڏسو ها تہ مظلوم، ظالم بہ آهي وڏو،
شمع جو روپ اهڙي انوکي نظاري جو اظهار هو.

چنڊ کي داغ هو، سمنڊ پاڳل هو، ڏونگر ٿي گونگو لڳو،
جنهن ڏي جنهن ڏي چتائي ڏٺو ٿي حڪيمن تہ بيمار هو.

زندگي ڪم جو ساگر تہ آ، غم جو صحرا بہ استاد آ،
سمنڊ، صحرا ڪنيو ٿي وتيو، آدمي هو يا سنسار هو.

توپ انڌو ڪِلي پيو، صفا جهُور پوڙهو پيو سهٽو تڪي،
هي زمانو عذابن جي هوندي بہ ڪيڏو مزيدار هو!

آخري عمر استاد جي زندگيءَ جو مون فوٽو ڇڪيو،
تجربو پيرسن، ولولو نوبنو، سادڙو پار هو.





محبوب وطن جي تَن مَن ۾،
مان جيئندو رهندس جنمن ۾.

تو لاش جياريان لفظن جا،
مان جان وجهان تو جملن ۾.

مون پُٽڪيو پُونگن ۾ ويهي،
پونچال اچي پيو برُجن ۾.

مان راڳ ڪٽي ويس مَنهن ذي،
ماتام مچي ويو محلن ۾.

مون شوق هوا ۾ ڦوڪيو آ،
تو جذبو جهومي پَن پن ۾.

مون لُچ پچ آچي لهرن کي،
مون چٽنگون اوتيون پٿرن ۾.

گنوگاءِ سيڪاريم گونگن کي،
نئون نورُ نِڪاريم انڌن ۾.

استاد بخاري ڪِٽ ٻہ هجي،
آواز تہ آهي ڪَن ڪن ۾.





جنهن وقت چني هوش ڇڏي تو مونکي.
تنهن وقت ڪٽي جوش پڪي تو مونکي.

مان مينهن، مان طوفان، مان ساگر، صحرا،
ڏسجي تہ اتي ڪير ڪٽي تو مونکي!

مان اهڙو ڪتاب آهيان صديون جنهنجا صفحا،
هڪ دور ٿيي تو بيو پڙهي تو مونکي.

هي ڪير، ٻئي پير وڌي تو منهنجا،
هي ڪير، نئين ڇير ٻڌي تو مونکي؟

درگاهہ ڪان درگاهہ ڪرڻ ڳولا نڪران،
ڇو پلجي رُلين تو، هو جهلي تو مونکي.

هوڏانهن رڳو ڪانڌ مُڪي آ سامي،
هيڏانهن سچو ڏيهہ سڏي تو مونکي.

آءُ اهڙو وطن دوست بخاري آهيان،
جو ملڪ ئي معشوق لڳي تو مونکي.





سونهن جي سنسار ۾ اويار مان رهندو آهيان.
حسن منهنجو رب آهي، مان حسن جو بندو آهيان.

سُهڻي سرتي، تون تہ منهنجي دل جي ڌرتي تي لڳين،
صبح جو سڪ ۾ اُپرندو، سانجهہ جو لهندو آهيان.

حسن يوسف کي ڏسي چا ڦونءَ سان چيري هٿ وِڍم،
اک ۾ تنهنجي مُرڪ، دل تي ڪَرٽ پيو سهندو آهيان.

جيترو جڳ سرڳ آهي، جيترو جڳ نرڳ آ،
ايترو عمدو لڳان تو، ايترو گندو آهيان.

تاس ڪيتن جي اُجهايان، واس ڪيتن جا وَنديان،
واءُ تي آهيان گذرندو، واهُ تي وهندو آهيان.

جسم گروي تي چُڪو، باقي اساسو روُح جو،
آسري اُن جي تي مان ڪٽندو ويندو ڪنڌو آهيان.

آءُ سرجڻهار خود، پينار خود، وڻجار خود،
آءُ ڪندو اُستاد ڪامل قرب جو ڏنڌو آهيان.





جهڙو ڏسي وٺين، اهڙو ڏسين ٿو.
ٻيون ڳالهيون سي ڪوڙ ٻُڌين ٿو.

ڪنڌ ورائي منهن مُسڪائي،
منهنجي لئہ جي ڳالهہ ڇُپين ٿو.

تنهنجو ڪرشمو هي ڪافي آ،
ڪٿ بہ هجين پر هِت بہ هجين ٿو.

يميٽ گهر تي، پوپٽ پر تي،
مان بہ لڪان ٿو، تون بہ لڪين ٿو.

دل تي ڏرتي، اپ تيون اکيون،
"اڄ پهچين ٿو، اڄ پهچين ٿو"

دوکو، ڏير يا صدمون سمجهان!
صبر بخاري، ڪفر ڪرين ٿو!





سوچيم جيڪو ڪالھہ، اهو اڄ سمجهو ٿم.
سپني ۾ ٿي هوس، لڌو پيو سپنو ٿم.

دوزخ ۾ فردوس سجائي سگھجي ٿو،
پِننڊي، ڏينڊي ٿهڪ، ڏٺو اڄ انڌو ٿم.

ٿوهر ڪِلِنڊي ڪِلِنڊي آڪ ڪي صبح چيو،
يار، گلاب جي گل ۾ ڳوليو ڪنڊو ٿم.

هڪڙي جهٽ ۾ چنڊ ٿو ٻئي ۾ سج لڳين،
جلوو تنهنجو اک ۾، جذبو پنهنجو ٿم.

سوئهن سنوارڻ، ڏونگر ڏارڻ، منهنجو ڪم،
هڪڙي هٿ ۾ شيشو، ٻئي ۾ تيشو ٿم.

ڪنهن ڪنهن درد جو دوڪو آهي خاص دوا،
دوست گھرايو، ڇو جو دوڪو گھربو ٿم.

اوڏر تي استاد بخاري جيئي پيو،
مجبوريءَ ڪان اڄڪلھہ ڪوليو ڪنڌو ٿم.





ڪکرن وانگر ڏوران اڏري، گذرين ٿو، مان تکيان ٿو.
پر جي بعضي برسي پوين ٿو، تن، من سوڌو ترڳان ٿو.

تنهنجي نالي تي ٿو خود ڪان ڪاوڙجان ۽ خار بہ ڪان،
تنهنجي ناتي پاڻ سان پاڻ ٿي پرچي، ساڳيو سرچان ٿو.

ڪانہ سري او ساجن تورِيءَ ڪانہ سري، نہ تہ،
گڏ بہ هجين ۽ سڏ بہ نہ ڏين، پو هيڏو چا لئہ سڏيان ٿو.

ابراهيم نہ آهيان جنهن کي آڳ بنائي باغ ڏنئہ،
آءٌ تہ پارڻ نارڻ ڪارڻ "عيسيٰ- موسيٰ" گڏيان ٿو.

پتر ناهين پرور آهين، خلق سڄيءَ جو خالق آهين،
رب رحم ڪر، رب رحم ڪر، رب رحم ڪر، ڪوڪان ٿو.

ڏونگر ناهيان، ساگر ناهيان، انبر ناهيان آءٌ استاد،
آدم زادو آهيان آخر تڙپي تڙپي ٿڙان ٿو.





عزمہ منهنجو عوامہ سان هوندو.
شاعر آ، جيئن ڪلامہ سان هوندو.

منهنجو تن، من لطيف سان شامل،
خامہ سمجهيو، خيامہ سان هوندو!

هيءَ بندو، پتائي بابا سان،
جهندو هر جيا امامہ سان هوندو.

سچ چمڪيو صبوح سان مَس مس!
شهر سونجهيو تہ شامہ سان هوندو.

ڪنهنجو ڏنڏو آ، دامہ ڦيلائڻ،
ڪنهنجو اڏمو اڏامہ سان هوندو.

انقلاب انسنو متان سمجهين!
انقلاب انتظامہ سان هوندو.

جسمہ ڪاٽي هجي بخاريءَ جو.
هوش هن جو هشامہ سان هوندو.



سونهن جو جلوو، ذات- ڏئي جي لاٽ تي لڪجي.
چاھہ جو نغمو، چاندوڪي چمڪات تي لڪجي.

ڪِرٽو ڪرٽو تڏهن ڪيو مون ڪلڪ، قلم،
سوچيم جيڪي لکجي ڪاري ٻاٽ تي لکجي.

هالن جي ڪاشيگر ڪالهہ تي چاٻہ لکيو پر،
"پيٽ ۽ پيار مسئلو آ" هر پاٽ تي لکجي.

اوچي چوٽي ڪي ٿو جي ڪي ڪلڪ ڪجي،
جڏهن بہ تنهنجي اپ ڪان اوچي ڳاٽ تي لکجي.

پڪڙي تي گهر گهاٽ ڪٿين دانهوڙ وڃي؟
توڙي جو ٻاڪر ڪي ٿو سُرباٽ تي لکجي.

ڳوڙها ناهن، موتي آهن هي بـاغيچئـو،
پاند پڪيڙيو مڪڙيون، گلڙا، ماٽ تي لکجي.

حسن، هڳاءَ جي شاعر ڪي استـاد چيـو،
پيار جا ٻوٽا پوڪيو، هڪ هڪ واٽ تي لکجي.





هو مون هڪ جِيوَن يار ڪيو، ٻوهوئي سهي.
اَڪ، سيني کي غمخوار ڪيو، دوکوئي سهي.

ڪو چارو ڪونهي جِيوَن- ساگر جهاڳڻ جو،
سو پيار ڪيو پيا، پيار ڪيو، جوکوئي سهي.

جو قرب مليو سو ڪوتي بيهي ميٺو پيو،
تو پورو قول قرار ڪيو، ڪو ڪوئي سهي.

هي وقت ڪنائي هر هڪ در ڪان لنگهندو آ،
جي ڪُوڪڻ ڪان تا عار ڪيو، ڪُٺڪوئي سهي.

تي سنڌوءَ مالها، ڌرتي پاتي، پَٻ پرسان،
اَت بينو هو دل هار ڪيو، بوٽوئي سهي.

ڪو پيار پَڪو، ڪا آس پَڪي، ڪاڪل ڪانهي،
رب ڪيڏو، تو سنسار ڪيو، ڪوڪوئي سهي.

هي گيتڻ بجنسي منهنجي جيوت جهڙو آ،
جو سرجڻهار تيار ڪيو، سادوئي سهي.

هاڪاهو، ڪانيو ناهي بخاري جو بيهي،
تو مينگهہ وچي چيچڪار ڪيو، چوهوئي سهي.





دِل ڪُٺيءَ سان ديدَ ارَتي، تعزيت ڪهڙي ڪري،
قرب قاتل منهنجو، مون سان معذرت ڪهڙي ڪري.

حسن ڏي ڪاتي، آڏِي ، چيرا ڏِيو زوري سَڏي،
عشق ڏي رڳ رڳ ڪُڏي، ڪو مصلحت ڪهڙي ڪري.

گـُـل تہ ناهي جو ڪِڙي پٽي، پَنُ تہ ناهي جو نچي،
خـار، خوشبوءَ کي ڪِڪاري ڪيفيت ڪهڙي ڪري.

قول تي خوشبو ونـدي يـا شمع تي شعلا ڪدي،
هوءَ آخِر هِن جي سامهون حيثيت ڪهڙي ڪري.

عـشـق ٿـي الله آهـي، عشـق ٿي انسـان آ،
عشـق جي مرضي آ پنهنجي عـاقبت ڪهڙي ڪري.

”چو نہ تو اوتر، وِجون، ڏوڏا اُٿي هَٿ وس ڪرين؟“
عشق فرمايو تہ فطرت سـان ٺِڪَت ڪهڙي ڪري.

يارَ جي تعمير سان گڏ خارَ جي تخريب آ،
پيار جي استاد ڪوئي تربيت ڪهڙي ڪري!





عاشقن جو آب داڻو، انتظار.
آس جو ورثو اباڻو، انتظار.

هڪ نئون اونو نڪوري نينهن جو،
پيٽ وارو پيو پراڻو انتظار.

ڪُوڪجي، لُڇجي ڪري چُڪجي نہ ڪجھہ،
هي ٿيو هڪ شاعراڻو انتظار.

شوق ٿيو شعلو، مسلسل دل جلي،
هاءِ جنسي باھہ هاڻو انتظار.

پيڙجن احساس، آسُون، آسرا،
گھوڙا- گھوڙا، هيءُ گھاڻو انتظار!!

ساھہ تائين پئي سِکيو، استاد سو،
آهَ، اوڳاڇي اڏاڻو انتظار!





جو سورج شاعرن سوچيو هو سو اُڀري چڪو هوندو!
۽ پويون پهر پوئين رات جو گذري چڪو هوندو!

ڪيو جنهن ڪوئلن، ڪنچين جي پياري ڪوڪ تي قبضو،
اهو آواز ظالم باز جو اڏري چڪو هوندو!

هتي آزادگيءَ نالي بہ ڪو گلشن لڳو هو، نہ؟
سو هاڻي هيترن سالن ڪانپوءِ اسري چڪو هوندو!

نبي، اوتار، مصلح، فلسفي، استاد ڪئين آيا،
يقيناً آدمي هاڻي گهڻو سڌري چڪو هوندو!





زهر ڍڪ ڍڪ ڪري پيان ٿو پيو.
سات سقراط سان ڏيان ٿو پيو.

صبر ايوب ڪان گهريم نہ مليو،
لوچ موسيٰ ڏني، لڇان ٿو پيو.

ڪوهہ ناهيان جو زلزلو لوڏي،
چرڪ دل تي پري، ڏڪان ٿو پيو.

پُونءِ ڍرڪي پوي ڪران جي مان،
اِپ ڦاٽي ٿو جي اٿان ٿو پيو.

ڪلڪ سان ڪو ٽڪر نہ ٿو ٽُڪجي،
تيشو فرهاد ڪان ڪٽان ٿو پيو.

حشر ڪر، پورهيتن کي جنت ڏي،
روز الله کي چوان ٿو پيو.

جسمَ بي جوڻ گيت ۾ ورتي،
شعر تي شهر ۾ ڀُران ٿو پيو.

واءِ ۾ ساهہ مون چڏيا سِڪندا،
مان مري بيٺ پٽون چمان ٿو پيو.

عشق استاد، عشق شاگرد آ،
پيار پاڙهيان بہ ٿو، پڙهان ٿو پيو.





نہ ڪم نبريو نہ غم نبريو، جو نبري ويو سو دم هوندو.
جو نِکري پيو سو سچ سمجهو، جو وِڪري ويو وهم هوندو.

تِکو گهوڙو ڍُڪي ڪيڏو، نظر هسوار جي اڳتي،
زمانو تيز تنهن کان تيز تر، پنهنجو قدم هوندو.

اسان جي شاعريءَ کي، انقلابي دَور ۾ ڪٿجو،
جڏهن هر لفظ پرچم، هر غزل اوچو عَلم هوندو.

(1) ”تَشا“ واري لِکل تقدير، تو سمجهي نہ مون سمجهي،
جي ڪجهہ سمجهي تہ هي سمجهي: عمل اَحسن اُتم هوندو.

ڪاڪِ ليليٰ ڪوڪِ مجنون، ڪوڪِ گهرجي ڪوڪِ گهربل،
ڪا ڪنهنجي لئہ اهم هوندي، ڪو ڪنهنجي لئہ اهم هوندو.

بخاريءَ کي اوهان سيني ڪان، يارو مان گهٽو چاڻان،
پلو جي پائرن سمجهو تہ، رهجي ويو پرم هوندو.



(1) وَتُعزُ مَن تشا.....

Roshni Book No. 72

"زندگي زندگي"

شاعر: استاد بخاري

پهريون ايڊيشن : آڪٽوبر 1992ع
ٻيو ايڊيشن © نومبر 1995ع
ٽيون ڇاپو: © روشني 1998ع
ڪمپوزنگ: بشير احمد جمالي، عبدالبرادرز ليزر ڪمپوزنگ سسٽم حيدرآباد.
ڇپيندڙ: فائين آرٽ ڪميونيڪيشن حيدرآباد سنڌ.
ڇپائيندڙ: روشني پبليڪيشن، ڪنڊيارو، ضلعو نوشهرو فيروز سنڌ.
قيمت 100.00 رپيا.

ٽائيٽل ڊزائين

عبدالرسول عباسي

ZINDGI ZINDGI

(A Sindhi Poetry by USTAD BUKHARI)

Composed by Bashir Ahmed Jamali, Abdul Brothers Laser Composing System Hyderabad Sndh.
Printed by Fine Communications Hyderabad.
Published by Roshni Publication, Kandiaro, Sindh.
First Edition: October 1992
Second Edition © Novermber 1995
3rd Edition © Roshni 1998

## پنھنجي پاران

○ زندگيءَ جي تشريح ، تعريف ڪوبہ، ها ڪوبہ پوريءَ طرح ڪري نہ سگھيو آھي. ايئن چئجي ڪٿي تہ ھر گونگي پنھنجي جيون – سپني سمجھائڻ جي وڏ ۾ وڏ ڪوشش پئي ڪئي آھي. آءٌ بہ انھن مان ھڪڙو سمجھو.

ھونئن تہ منھنجي شاعريءَ جو ھر مجموعو منھنجي زندگيءَ جو داستان آھي، فرق رڳو اھو آھي تہ ھن ڪتاب جو نالو بہ "زندگي – زندگي" آھي.

○ ہي وضاحت بہ ڪري ڇڏيان تہ طويل نظم "زندگي – زندگي" (جو چئڻ تہ ھڪ قسم جي شاعريءَ ۾ ڊائري آھي.) ان ۾ ڪيترائي اھم ڪان اھم واقعا رھجي ويا آھن، تہ ڪي وري (بظاھر) معمولي ڳالھيون ڏيان ۽ قلم جي وَر چڙھي ويون آھن. ان سلسلي ۾ وقت، حالتن، جذباتيت، منھنجي صحت، فرصت وغيره جو دخل زياده سمجھڻ گھرجي.

گھے برطارم اعلیٰ نشينم
گھے برُ پشت پائے خود نہ بينم.

ڪڏھن من ماڪوڙي، ڪڏھن ڪيھر شينھن،
سرتيون سارو ڏينھن، ھينئون ھنڌ نہ ھيڪڙي.

ھي ڪتاب ھن ڪان ڪافي عرصو اڳ سنڌ ثقافت کاتي پاران محترمہ مھتاب اڪبر راشدي جي سھڪار سان ڇپجڻو ھو، ۽ ڪافي حد تائين ڇپجي بہ چُڪو ھو. پر انتظامي تبديلين ۽ ٻين مجبورين سبب رھندو ويو. ڇاڪاڻ تہ آءٌ مسلسل مَچِڏو، موذي بيماريءَ جي ڪري عجيب غريب ڪيفيتن مان گذران ٿو. ڪڏھن ماسو ڪڏھن مڻ – تنھن ڪري وڌيڪ انتظار ڪرڻ مون

لاءِ مشڪل هو ۽ مون ان سلسلي ۾ پنهنجي ساٿين سان گڏ علي دوست عاجز سان صلاح ڪئي. جنهن چيو ته مون کي ۽ جاويد علي شاهه کي اڳي ئي روشني پبليڪيشن اداري وارو چوندو رهيو آهي ته اسان جو ادارو استاد بخاريءَ جا سڀ ڪتاب ڇپرائڻ ۾ دلي سرهائي محسوس ڪندو. ۽ پوءِ سُتت ئي علي نواز گهانگهرو (روشني پبليڪيشن وارو) پهتو. جنهن گڏجاڻيءَ ۾ عاجز ۽ نوجوان جاويد شاهه به هيا. گهڻو ڪجهه سُٺي نموني طئه ٿي ويو – پر پوءِ علاج جي سلسلي ۾ منهنجي ٻيهر ٻاهر وڃڻ ڪري دير ٿي وئي ۽ جيئن موٽيس تيئن طبيعت وڌيڪ ڪمزور پئجي وئي، ۽ پوءِ انهيءَ ڪم جي پورائي لاءِ علي دوست عاجز جو مون سان ڀرپور تعاون رهيو. جنهن جو بيان آءٌ لفظن ۾ نه ٿو ڪري سگهان – ۽ اهو سلسلو انشاء الله جاري رهندو.

آءٌ روشني پبليڪيشن سان گڏ مٿين مددگار دوستن جو به نهايت ٿورائتو آهيان – ۽ آسائتو آهيان ته هي مجموعو نهايت ئي خوبصورت انداز ۾ ادبي ايوان ۾ ايندو.

ٿورا نه ٿورا، مون تي ماروئڙن جا.

**استاد بخاري**

۱۲ .۸ .۱۹۹۲

## ٻون

تون آبِ بقا آهين!
جنهن مان ٻُڪ ڀري پيئڻ تہ ڇڏ:
هڪ ڍُڪ سُرڪڻ بہ ڇڏ،
پر ڪا ڦِهنگ چَپ تي اچي پوي -
تہ چڳ چڳ چمڪڻ، رڳ رڳ جهومڻ لڳي.

تون هُما آهين!
تنهنجو سچو پڇو نہ سهي،
هڪ ڀُورو پَر بہ هٿ نہ اچي،
پر جي رڳو پاڇو تو پوي -
تہ بہ بات بڻجيو ٿي وڃي.

تون خود خدا آهين!
تنهنجي موجودگي جو تصور ئي وڏو آٿت آهي.
پر جي تنهنجو سچو پچو مهربان هٿ -
ڇُهندو رهي تہ -
ٻُر، بازار،
سوڳ، سينگار،
غم بہ غمتار ٿو محسوس ٿئي.

تون جي ناهي -
ڪجھہ بہ ناهي -
زندگي، او زندگي!

روز چيھون چيھون چوري زندگي،
پوءِ بہ نت نئين نکوري زندگي،
جي گھسي ايندي تہ پوءِ پچندي بہ ڪانہ،
جي رُسي ويندي تہ زوري زندگي.

بجنسي باھہ بڻي آھي مان چوان نہ چوان،
حياتي پوءِ بہ مڻي آھي مان چوان نہ چوان،
گلاب لفظ ڪيان، ٿيو پون رڳا ٽانڊا،
گلي ڪي آڳ لڳي آھي، مان چوان نہ چوان،
ڪري پئي آڳ تي ماتم، ٽڪي پئي عيد اڳيان،
بخاري زندگي ھي آھي، مان چوان نہ چوان.

ڪنيون سر اچان ترپءِ تي تعمير زندگيءَ لئہ،
دستور ھي پڪو آ، مضبوط عاشقيءَ لئہ،
توکي شوق آھي خوشبو پلي ورچ رات راتي
مون تي فرض آ برڻ جو سجي عمر روشني لئہ.

زندگي، اھڙي طرح گذري وئي،
ڪئي چڱايون، ڪي مَنايون ٿي ويون.
ڳالھہ منھنجي ميڙ ۾ نڪري وئي،
ٿيھہ نيڪيون، ٿي گلائون ٿي ويون.

زندگي، ھاريءَ چيو: پوٽو تہ ھو،
موتُ: جھولي،لوھہ جو جھوٽو تہ ھو.
زندگي،ماليءَ چيو: موتيو ڪڙيو،
موتُ: رھزن ھٿ جو رانيوٽو تہ ھو!

## زندگي

زندگي: ڪا هِير ناهي جو گهلي گذري وڃي،
زندگي: پاڻي - پڪي ناهي اچي، اڏري وڃي.
زندگي: ڪو فصل ناهي جو پَچي، لُبجي وڃي.
زندگي: جڳ جڳ جوان جي سِجّ تِي اُيري وڃي!

## آرزو، جستجو

فڪر ۾ ٻوڙي نہ - ڳُنڍي آرزو،
گيت ۾ گونجي جڳن جي گفتگو،
جستجو ۾ مان مري ويندس تہ ڇا،
زندگيءَ جي پو بہ رهندي جستجو.

## وات تي ٻات

گندگي ۾ زندگي گهاري وڃڻ سولي نہ آ،
گهارجي ويندئ بہ، اوجاري وڃّڻ سولي نہ آ،
وِير، وارِي، واءَ تي شايد نشان اُڪري وڃي،
وات تي پر ٻات بيهاري وڃڻ سولي نہ آ.

◎



گلن ۾ هليس چيٽ تي چار پو يار ڪَنڌا ئي ڪَنڌا،
ڏِنـم باهہ جي ڀنگرن کي تہ تي راهہ تانڊا ئي تانڊا.

رَتوُرت تي پهتس تہ دشمن ڪِليا پئي، زمانو رُنو پئي،
مـگر درد ڏيندڙ هٿا ڏيڏ هوندي بہ انڌا ئي انڌا.

ڪٿي شمع پگهري تہ پَچرون، جي تي ڳائي ڪوئل تہ جهومون،
اسان درد وَندن کي ڏينهن رات بي انت ڏنڊا ئي ڏنڊا.

قيامت ڪان پو بي قيامت پئي ايندي هي مونکي پتو آ،
نہ ويهندا هي يزدان، شيطان، انسان واندا ئي واندا.

زنجيرن ۾ زلفن، بندوقن ۾ بوسن جا تحفا هِتي ٿئي،
مـزيدار آزار چوقير پُر لطف ڦندا ئي ڦندا.

هي مشتاق بادل، هي مخمور هيرون، هي معشوق موسم،
لڳن چو تا غمگين استاد، شاگرد ماندا ئي ماندا.





تو ڏني سونهن جي ندي هوندي، ها، اها منهنجي زندگي هوندي!
ءَ اتي ريت بي تتي هوندي، ها، اها منهنجي زندگي هوندي!

ڇاپڙون ڳوٺ جون اُسون غم جون، واءُ لوئيو، ذليل برساتون؛
پو بہ ڪا بير پئي پڪي هوندي، ها، اِها منهنجي زندگي هوندي.

ڪا گهڙي محب ساڻ محفل ۾، ڪا گهڙي لوڪ لاءِ مقتل ۾،
پيار ۾ تي پَتي پَتي هوندي، ها، اِها منهنجي زندگي هوندي!

وات تي گيت، باهہ ۾ جيرا، پيرَ ۾ ڇير، هانوَ ڪي چيرا،
نينهن جي صحن تي نچي هوندي، ها، اِها منهنجي زندگي هوندي!

ٿوري دانا، گهڻي ديواني ٿئي، جنهنجي استاد هي نشاني ٿئي!
سونهن سان سنڌ سانِ سچي هوندي، ها، اِها منهنجي زندگي هوندي!





پُرزا پُرزا زندگي ميڙيان تو پيو
قطرا قطرا هڪ ندي ميڙيان تو پيو.

ديس جي ٽَڙ سڏڪندو، سنگهندو وتين،
دودي، هوشو جي مِٽي ميڙيان تو پيو.

سنڌ جي تاريخ ۾ ٽُرندي سجي،
رهزني ۽ رهبري ميڙيان تو پيو.

سمنڊ ڪانءُ چوليون چِني ڏهرن کي ڏئي،
اهڙي سياڻي جُوجڪي ميڙيان تو پيو.

سامراجي ديٻدٻو دفنائبو،
انقلابي آدمي ميڙيان تو پيو.

هنج پاليا شاهه مان هنجن سان گڏ،
ڪجهه عقاب ۽ ٽُرمتي ميڙيان تو پيو.

تون ڀ تَنبُن جا پلي در هيٺ ڪر،
مان ڀ ڪوسا ڪاپڙي ميڙيان تو پيو. (١)

لفظ لاٽون لاٽون، شعلا شعلا شعر،
شاعريءَ ۾ روشني ميڙيان تو پيو.



(١) ڪوسو ڪاپڙي، جيڪو هڪ تلوار سان تنبو ڦاڙي سڌي ڪنڌ سان لنگهيو، جهڪيو نه.



سونهن، سچ جا سنگتي، ميڙيان ٿو پيو،
محنتي ۽ محبتي، ميڙيان ٿو پيو.

تا مٿان گوندر، پٿر بنجي وسن،
مان مگر تولئہ خوشي، ميڙيان ٿو پيو.

جَنهنجو تَنهنجو چهرو تون چو ٿو تڪين؟
بيڪسي هِن شهر جي، ميڙيان ٿو پيو.

ٻوندڙو مقتل ۾ ٿيو ٻونديين ٿو ڇا!
سنڌ تنهنجي سرڪشي، ميڙيان ٿو پيو.

ڪنڊرن مان هو تا نِڪريون ڪن ڪَنيون،
مان بہ جنهنجي دِلِ ٺَٽي، ميڙيان ٿو پيو.

موسمن تي منهنجو قبضو آ پڪو،
چيت ڪيڙيان ٿو ڪَتي، ميڙيان ٿو پيو.

وقت چادر ۾ ٻَڌي رکبو نہ آ،
دائريءَ ۾ هر گهڙي، ميڙيان ٿو پيو.

جڳ جا واڪا ڳڌ بخاري جڳ ڪري،
مان رڳو پنهنجي پَتي، ميڙيان ٿو پيو.



نہ سمجهي سگهيو آهيان زندگيءَ کي،
نہ سمجهي بہ پُوچيان ٿو مان زندگيءَ کي.

وڃون ئي وڃون آ، پتو ٿم جواني،
ڇڏي ڏينم جاني، ڇهان زندگيءَ کي.

پري شاک بجليءَ جا ٽوڙي هٽي ٿي،
تڏهن بي ٿو ڇهني پوان زندگيءَ کي.

گُتو تيرُ تارون، پريو وا ٽ رَتَ سان،
اِنهي ريت ٿو چوسيان زِندگيءَ کي.

بچيو جوش جيکو، وڏيو هوش هو جو،
بئي ڏيج ۾ ٿو ڏيان زندگيءَ کي.

ڏسي زهر سقراط استاد، پُٽکيو:
پري ڏيو تہ جگہ جگہ پيان زندگيءَ کي!





زندگي شايد ڪِٿي گُلري تہ هئي!
پانيان ٿو ڪنهن تانگهہ ۾ تڙپي تہ هئي!

باهہ پئي بلبل جي نغمي ۾ پريئين،
مون ڏٺو پئي شبنمي مُکڙي تہ هئي!

هانءَ ۾ ڪنبڻ اڃان پيا ٿا چُپين،
ڪن گلن سان دوستي هوندي تہ هئي.

ڪا گهڙي: مُکڙيءَ مٿان پوپٽ ڦِري،
ڪا گهڙي: اُکِري مٿان مُهري تہ هئي.

اوت پئي استاد آمرت جي ڪئي،
تــوڙي جو تَرَ جي هــوا زهـري تہ هـئـي.



○

زندگي زوري تي وِڪرين، مان ٿو ميڙيندو وتان.
باغ مان بُوٽي تي اُڏرين، ٽوڪي تاڙيندو وتان.

آڳ اُجهندي تڪڙي تڪڙي چار ٽيندي تي وڃي،
خاڪ ڦولهيندو، بچيون چڻگون دکائيندو وتان.

دل اٿم ڏاڍي عذابي، اک اٿم ڏاڍي عياش،
عشق پوڄيندو وتان ٿو، حسن ماڻيندو وتان.

بِين ڦوڪيم نانگ نِڪتا، صُور ڦوڪيان ٿو ڪٽي،
هيرَ چيڙيم، هئونس تي، طوفان چيڙيندو وتان (١)

پاڻ ڪارو سمنڊ، پاٽي ٿر ڪي پياري ٿو مٿو،
زهر رڳ رڳ ۾ پريو، اڪسير اوتيندو وتان.

واءُ تازو ڪِڪَّ، خوشبو بڻي وکيرڻ آ لڳو،
ساهه ڪٽڻو آهي، ڪٽبو ڪيئن، سوچيندو وتان.

مان نہ موسيٰ جو لِڪي الله سان ڳالهيون ڪريان،
آءٌ احمد شاهه انسانن سان اوريندو وتان.

شمع تي شعلا ڏيان هڪڙي گهڙي، چا دل ٺري؟
سرنهن جي ڪيتن ڪان پُڇ، ٿو جوت پوکيندو وتان.

جنگ چيڙيو تا، بخاري شعر ٿو شعلا ڪري،
ڪاڄ ڪر رايو تہ گجرا ـ گيتَ ڳائيندو وتان.

◉

(١) هئونس= هئونڪ، ٿوري بُري بوءِ، بدبوءِ.

## بي پرواهہ دنيا

ڪيتري ويڪري ڪائنات آهين تون!
چؤطرف، زير بَم، شش جهات آهين تون.
هر نموني حسين ۽ حبيب آهين تون.
بي حسي ۾ الاڙي عجيب آهين تون!
ڪو اچي ٿو تہ چا!
ڪو وڃي ٿو تہ چا!
موج مهراڻ تنهنجي مزيدار آ،
ديد - ديدار آ، سنڌ سينگار آ.
دادلو آهين، دلدار درياهہ تون،
پر ڪرين ڪين ٿو ڪابہ پرواهہ تون.
ڪو ٻڏي ٿو تہ چا!
ڪو تري ٿو تہ چا!
زيب، زينت زماني ۾ ڪيڏو تہ آ!
زندگيءَ جي مزي، پيار جيڏو تہ آ.
دَور تي دور دنيا، هلائين پئي.
بي نياز آهين، چرخو چلائين پئي.
ڪو هَتي ٿو تہ چا!
ڪو وَڃي ٿو تہ چا!

◉

## دلفريب دوکا

(ڊبلي ۾ ڊبل)

اپ مٿان آهي يا ناهي، پوءِ بہ مٿان مون پانيون آ.
نيرو گهرو رنگ فضا جو، چا تہ نظر تي ڇانيون آ!

چنڊ مِٽيءَ جو گولو ئي پر منهنجون ديدون موهي پيو.
ايڏو ساگر ڏور، ڪشش ڪان ڪيڏو اپ ڏيءَ اُلري پيو!

جِيوَن جيڪو ڪي سچ ساٿي، صديون جوڙون جوڙي پيو.
(١)مرگهہ ترشنا پنهنجو پِنڌو، تاسو منڙو ٻوڙي پيو.

* هِن دل کي برهہ بچائي ڪو،
شعلو نہ سهي ٽانڊو ئي سهي.

مان پانيان مونکي پائي ڪو،
سهٽو نہ سهي ڪوجهو ئي سهي.

ها، چاهيان تو کو چاهہ ڪري،
دل سان نہ سهي دوکو ئي سهي.

ڪو مُرکي مُرکي شرمائي،
سچ پچ نہ سهي نخرو ئي سهي.

---

(١) مرگهہ ترشنا : رُڃَ     * هِتان نظم جو وزن (ردم) ٿورو مٽجي ٿو.

ڪوڙ ۾ اچي دل پرپائي،
بوسو نہ سهي گفتو ئي سهي.

ها پيار تہ پنهنجي وَس ناهي،
همدرديءَ جو جذبو ئي سهي.

استاد جو جذبو ڳيرو آ،
توڙي جو پندو پوڙهو ئي سهي.

هو مون بہ مِنا هڪ پيار لڌو،
ساپيان نہ سهي سپنو ئي سهي.“

* دوکو بيڪ نئون ڪو ناهي، دنيا جو دستور پراڻو،
دوکو ڪاڪ محل جو ميلو، دوکو مومل دوکو راڻو.

دوکي سان ئي ديد ملي وئي، دل بہ ملي وئي درد مليا،
دردمنديءَ ڪان پوءِ دوائون، واٽ، وڃائون، ويد مليا.

سپنا سمجهہ نوان ئي آهن، پو بہ صدين کان ساماڻا،
غار منجهان جي سپنا سِرجيا، چنڊ چڙهي ڪن راماڻا.

سَپنو سپنو، سپني ۾ سپنا، تن ۾ سو سپنا،
”ڊَبلو ڊبلو، ڊبلي ۾ ڊَبلو، ڊبلي ۾ ڊبلا.“



* وري ساڳيو پهريون وزن

## * پَپو!

(۱) پَپو ميکون مارِ نا!
اِيوين ايڏے نِهار نا!

تون جو شربت پيندا پيا هَئين!
زهر دے مِنڙے يڪڙے هِن اے،
اپڻي جِيوَت پيندا پيا هَئين.

تون جا ڪوڪ ڪريندا پيا هَئين،
ميڪون ڪِير مريندا پيا هئين!
تون جو ڪنڌ جُهڪيندا پيا هَئين،
ميڪون بڙچ پُڪيندا پيا هئين!
پَپُو!!



---

* پَپُو. منهنجو بيمار گونگو ٻوڙو ٻچڙو، منهنجو ڏهتو.
(۱) هي نظم سرائڪي ٻولي ۾ آهي.

## * تو ڇا سمجھو؟

تنھنجي ڳل تي ڳوڙھا.
منھنجي دل ۾ لوڙھا.
تنھنجا منھنجا رشتا سوڙھا!

تنھنجا ايڏا اوڳا ٺھڪ!
منھنجي دردي دل ۾ ڇھڪ.

ڪنھن تي ٺھڪئين؟
شايد بي حِس قدرت تي؟
پنھنجي بي وس قسمت تي؟

روئي روئي تو ڇو مُرڪيو؟
مون تہ نہ سمجھو،
ڪنھن بہ نہ سمجھو،
تو ڇا سمجھو؟

⊛

* ھي تاثرات بہ پياري معصوم پَيو سان لاڳاپيل آھن.

## تون!

تون، جيڏين ۾ تارن ۾ قمر.
تون، محفل ۾ نيڻن ۾ نظر.

گلشن ۾ گلن جو عڪس، ڪِلڻ،
ڪينجهر تي هوا جو رقص، ٿِلڻ.

گفتار ۾ آ جهرڻن جي صدا
رُخسار ۾ آ ڪرڻن جي ادا.

خاموش مٿان، بيتاب اندر،
بي هوش اکيون، باهوش نظر.

ٻولين تہ شهد، مشڪين تہ شڪر،
چپ چاپ تہ پو تن-من ۾ چڪر.

وسرين بہ نہ ٿي محبت جو قسم،
جذبات، ڪشش، شدت جو قسم،

اِن مهتابي صورت جو قسم،
۽ سيمابي فطرت جو قسم،
۽ اڻپوري حسرت جو قسم،
موٽين بہ نہ ٿي قسمت جو قسم.

ها، قسمت جنهنجو انگ اٽل،
گهر گهاٽ عدم ۾ نام اجل.

تون، جنهن ڏي مان ٻاٽي نہ سگهيس،
ٽاٽي تہ سگهيس، ماٽي نہ سگهيس.

تون، جنهن کي مان سمجهي نہ سگهيس،
پلٽي تہ سگهيس پر پي نہ سگهيس.

تَن تنهنجي ۾ سُهڻيءَ جي چمڪ،
سسئيءَ جي پڙڪ،
مومل جي مَهڪ،
سورٺ جي سمڪ،
تون ڏور ٻکين، تارو چَمڪي،
نزديڪ اچين سورج اپري.
وسرين ٻہ نہ ٿي، محبت جو قسم!
موٽين ٻہ نہ ٿي قسمت جو قسم!



## تصوير

تصوير اهڙي ورتي عڪاس آرزوءَ جي،
هڪ عُمر جي تمنا ،هڪ سڪ جي جستجوءَ جي،
جو ليڪ اَگرين جي تنهنجي ڳلن تي پهتي.
سپنن اٿي جا ساڙهي، ساپيان جي تن تي پهتي.
محبت مَلي جا ميندي، مَس مَس هٿن تي پهتي،
سوچن رکي جا سُرخي، سَچ پچ چپن تي پهتي.
ها، اَسَ اَگرين جي، آخر ڳلن تي پهتي.
پهتي تہ اهڙي ڇهڻي، ڇڄڻي ڪڏهن نہ آهي،
ٿو وقت جسم جهوري،
پر اسم ڪير جهوري!
ٿو موت ڏنگ ڏاهي،
مضبوط لِڳ ڏاهي،
پر عشق جي اڪيري ٿو عڪس ڪير ڏاهي!
هي قرب جي ڪرامت، محبت جو معجزو ٿيو،
هڪ تانگهہ جو تصور، تصوير ۾ سچو ٿيو.

◉

## ميلاپ

قصو حسن ۽ عشق جو مختصر-
نہ ٿيندو، حياتيون ٻڌايون مگر.

تو ساگر منجهان تورا قطرا ڪڍيا،
ڇڏي داستان، چند جملا لکان.

بدن تنهنجو پوريون پتون بيٺ جون،
مٿان ويس، چوڏهين جون چانڊوڪيون.

وڏا وار ساگر جون لهرون ٻگهيون،
سنهي چيلهہ، پيڙيءَ جي سڙهہ جون رسيون.

مٺي مُرڪ موتئي تي شبنم چمڪ،
ڪتيءَ جي ستارن جي جهرمر جهلڪ.

اکيون، نرڙ، رخسار، بت-قد حسين،
ڏيان ڪهڙي تشبيه بي حد حسين!

طراوت - پريو چنڊ تي، رات تو،
اچي چاهہ منهنجي جو چشمو ڇُهيو.

ڇهيو نرم ڪرٽن، چُريون آڱريون،
سجي جان چوليون، مٿي ڪان ترڀون.

وڳا انگ تي چنگ، لهرا تہ ها،
ڇُهاون جا نغما سُنهرا تہ ها،

هوائن ۾ هڳساڻ جو عڪس هو،
اهو پيار جي روح جو رقص هو.

نہ هيءُ ناچ شِوَ جو نہ ڪاليءَ جو هو،
(۱) هي ميلاپ چڻ ناز، باليءَ جو هو.

هي گنگاءِ جمنا جو سنگم نہ هو،
هي صحرا تي آگم جو سرگم تہ هو.

تمنا - تقاضا جو ٿيو معجزو،
جُهلي چنڊ، چشمي جي جهوليءَ ۾ پيو.

اندر چا، ادائون بہ جهومڻ لڳيون،
اگڙ چا، هوائون بہ جهومڻ لڳيون.

اسان جون اِڇائون بہ جهومڻ لڳيون،
ڪَتيون، ڪهڪشائون بہ جهومڻ لڳيون.

هوا، ڪنڊ ۽ ڪير چانڊوڪيون،
نظارن ڪي اوتي اسين پيا پيون.

هي گهوري ۽ گهربل جو ميلو مِٺو،
هزارن صدين کان هي ويلو مِٺو.

سچي زندگي سُورُ، ڪوڙهي، ڪَڙي،
گلابي بنائي چڏي هِن گهڙي.

مليو زهر- ساگر مان آب- حيات،
(۲) حياتي ٿي حافظ ۽ شاخ - نبات.



(۱) ناز: مير علي نواز ناز (جو ٺاهوڪو شاعر بہ هو) ۽ بالي سندس محبوبہ.
(۲) حافظ: حافظ شيرازي، ايران جو غزل گو شاعر. شاخ - نبات: حافظ جي محبوبہ.

## اٿيو عزم صالح

قلم، دل - ڪشادا، پنا تنگ ٿيا.
پکڙجون، نتائن، بهانو . تہ آ.
ڪٿي دل جي اظهار جا دنگ ٿيا؟
اسان جو رسالو زمانو تہ آ.
چپيو فڪر، وک وک ونڊائي تہ پيو،
جوان، پيرسن کي پڙهائي تہ پيو.

اُماڙين جي چِپ ۾ تہ ناهن لِڦون،
انڌيرن جا ڪَن ڪجهہ پونڌ تا پچي.
ڏسي نُور اڀرجون سورهيہ صفون،
ڏکي ڌنڌ، ڌئي ڌوڌ جي دل ڪچي.
نئون دَوُر، دنيا جڳائي تہ پيو،
جو اوپر اٿيو، ٻوڙ پائي تہ پيو.

خزانا زمينن جا پيا کولبا،
ڌڪارن جا ڌهڪار،گهرجن نہ ٿا،
هي راڊار، راڪيٽ، ليزر شعا،
قيامت جا آثار، گهرجن نہ ٿا.
بشر روز دوزخ اُجهائي تہ پيو،
لڳاتار جنت بنائي تہ پيو.

مگر پنهنجو سنسار ڳڱجي تہ چو؟
جگر ۾ جَتن جو جوالو ٻري،
نئون دور اوندهہ ۾ رنڱجي تہ چو؟
اٿيو ”عزم صالح“ اجالو ڀَري.
جهان امن جو جڳ مڱائي تہ پيو!
نئون عدل آدم اپائي تہ پيو!



## الميو

## مرثيو

دوبدو وحشت.
بگهڙ، چيتا چِتيا، تاسا، بکيا.
ديد، دل دهشت ۾،
ڌهڪن ڌپ ۾ هرڻي ۽ ٻچا،
جانور .... وحشي .... بدو ...
انتقامي اَڳ رڳ رڳ ۾ ۽ ڀهراَن ڪاري دونهين جون ٻتون،
مُنهن: تتل سگري -
ٻبر جا ڪوئلا: ڏوڏا وڏا -
نظرون الا.
هيڪلي ڪِئلي تي ڪڙڪيا ازدها.
ريشمي مڪڙيءَ تي پتڙن جا ڳڙا.
ڇا بدن شفاف ڇا غنبا غليظ!
ڇا ٻُبا حساس ڇا ڇَرڪا رذيل!
واءَ ۾ چيخون رڙيون -
جان ۾ چاقون، ڇُريون.
ڇئن بگهڙن جي ڏانن، چنبن، لُوهن، جَهتن ۾،
هڪڙي هرڻيءَ جون اکيون:
گهگهه اونده،
تيز اوتر،

سمنڊ جي ڇولين ڇتين ۾، لانچ ٻڏندڙ جون ٻتيون.
مُنڊ جون ڇاتيون،
ڳِتا
ٻانهون
ٻُنڍڻ
سٿريون
پِنيون
ٻگهڙن چَڪِيون،
ٻُوتيون پکيون،
ايترو زورو زبردستي -
جو عزرائيل ڇا، يزدان خود لرزڻ لڳي.
ايتري طاقت ۾ مَن - مستي،
حڪومت، شهر، پاڙو، گهر، گهٽي ٽڙڪڻ لڳي.
ايتري اخلاق جي پَستي،
جو بُت شيطان جي مِينيٰ جي پٿر جهڙو سو پگهرڻ لڳي.
روشني ويهين صديءَ جي وئي ٻڏي پهرين صديءَ جي ڏنڌ ۾،
خيرپور جو شهر ساري سنڌ سوڏو آنڌ ۾.
بي حسي ماحول جي اهڙي جو -
جڻ برسات ترڪي وئي وَهي هالار تان.
يا ڏنڌڙ آڏري لنگهي وئي ڪار تان.
عرش جي انصاف جو نعرو، ڏڪو، نالو عظيم.
وهم جو پاڇو تہ ڇا خاڪو فريب.
ڏوڏ جو ڪهڙو دليل !
فرش تي جڙتو خليفو خود خسيس،
خود غرض، ظالم ذليل.

چا جواني، چا تہ قد !
سرو ۽ شمشاد جي تشبيه رد.
هڪ نظر پرپور پوندي استعارا پورَ سپ.
ناز پرور تورَ، صدقي هنج، بيلون، مورَ سپ.
چا بدن:
مهڪي چمن.
مُرڪ چا:
موتيا ٽِڙي پيا باک جي ٿڌڙي هوا هاننار تي.
گفتگو:
ڪوئل جي ڪوڪو -
سا بہ پوڪيل انب جي سُرهي ۽ پوري ٻُور تي،
چا پرون چا نيڻ نرمل!
چا ڳچي سُهٽي تہ چا ڳل !
بهرصورت، خوبصورت طوَرَ سپ،
چڻ تہ ها مال - غنيمت جو لٽي ويا ظالماڻا زور سپ،

................

قتل ٿي ويو، قهر ٿي ويو،
هيترو، هيڏو وڏو غيرت پريو،
پنڊ - پاهڻ شهر ٿي ويو.
امن، سو بي آسماني، پَل ۾ ٿي ويو پائمال.
ظلم ايڏو ضائفان سان !
سو بہ تنهنجي سامهون، او ذوالجلال !
آدمي ڪيڏو عظيم !
آدمي ايڏو ذليل !

هڪڙو اهڙو الميو -
جيڪو ٻُڪي، ڪوڪي، لڇي، ڦٿڪي پيو،
امن جي گهر، عدل جي ايوان ۾.
هڪڙو اهڙو مرثيو جو -
رت ۾ لت پت ليٿڙي، استاد جي ديوان ۾.
... ... ... ...
تُنهنجي ڳل جي تِر تان مان،
ڳهاتڪ سيئَي ڳهوري ڇڏيان !
تنهنجي سُهٽي سِر سان مان،
انصاف کي توري ڇڏيان!
ڪاش،
تئي ها سونهن جو ڪو پاسبان !
نينهن جو ڪو نگهبان.
آسمان؟ -
بي ڍنگو، ٻوڙو ۽ گوَنگو بيٰ گمان،
ديوتا؟
بي سوچ، بي حس، بي سَتا
آدمي؟
ها، آدمي.
پر، انقلابي آدمي،
امن، عدل ۽ حق جا حامي آدمي،



## نڌڙڪا/ ڌڙڪا؟

هي صورت هي سينگار، ڌڙڪا تہ آهيون،
هي سورج هي سنسار، ڌڙڪا تہ آهيون،
هي ساگر هي ڪهسار، ڌڙڪا تہ آهيون.
هي برپٽ ۾ بازار ، ڌڙڪا تہ آهيون.
هي گلشن ثمر بار، ڌڙڪا تہ آهيون.
هوائن جا سهڪار، ڌڙڪا تہ آهيون.
مِٽي، آب انبار، ڌڙڪا تہ آهيون.
ڪشش، قرب اظهار، ڌڙڪا تہ آهيون.
عمل ارتقا، آر، ڌڙڪا تہ آهيون.
هي جهڳ مڳ لڳاتار، ڌڙڪا تہ آهيون.
هي جيوت، جتن جار، ڌڙڪا تہ آهيون.
لڪين اهڙا پرڪار، ڌڙڪا تہ آهيون.

مگر هڪڙو پاسو نِڌڙڪو بہ آهي،
هي ڪنڌي هي ڪاچو نڌڙڪو بہ آهي.

جي درياهي سيلاب اٿلي پوي،
تہ ڪيتن ڪي چولين ۾ ڌياري ٿيون.

آهي ڪو جو اُلري ڪنارو ڏئي؟
جي ساموندي طوفان مچرجي پوي،

تہ بنگلا، شهر باغ ڪائن ڪُٻيون،
آهي ڪو بہ آسري سهارو ڏئي؟

جوالو جڏهن تـو اوڳاڇي غصـو،
ٿئي پونءِ تي باهہ جو رقص ٿو

وهـي آڳ، آڙاهـ - درياهـ تـي،
وڃن شهر ڇا بحر تا باهہ تي.

ائين باهہ پگهريل ۾ بستيون رڃهن،
جئين تيل تچڪيل ۾ ڪُرڙيون پچن.

انهي باهہ جي راهہ روڪي تہ ڪو!
جو روڪي نہ ٿو تنهن کي ٽوڪي تہ ڪو!

جي روڪي نہ ٿو ڪو ۽ ٽوڪي نہ ٿو -
تہ ڏٺڪو جڳت ناهہ، پُڇڪي تہ ڪو!

جڏهن قهر ڪاوڙ ڪري زلزلو،
ڏڪي ڏيهہ جر ٿر اندر ٿرٿلو.

ائين مسجدون، ڪوٽ، ماڙيون ڏڏن،
جيئن تيز اوتر ۾ تاريون لڏن.

ٻُڪون، ٻاءَ، ڪهرام ، واڪا، رڙيون،
ڏڏڙ، گوڙ، ڏڏڪار، لاشا - دڙيون.

ائين ڏوڙ، مَلبي ۾ لاشا لِڇن،
مِنيُ ۾ جيئن ٻڪرا، دنبا لِڇن.

گنهگار ڇا، پير، پاشا هضم،
گدا، شاهہ، خاشا ۽ راشا هضم.

هزارين، لکين بار پوڙها مرن،
جئين مِينهن ۾ تا ماکوڙا مرن.

لکين ساه کن ۾ نپوڙي ڇڏي،
حجم جڻ تہ ٿو وار کوڙي ڇڏي.

نہ ٿو ڪو جو ڀونچال کي ڏئي لغام،
تہ پوچو نہ سمجهون نڏٽڪو نظام؟

هي ڌرتي نڏٽڪي، هي خلقت نڏٽڪي!
لڳي ٿو تہ قادر جي قدرت نڏٽڪي!

هي هيڏي ڪشش توڙي طاقت نڏٽڪي؟
هي هڙو هيولو ۽ هيئت نڏٽڪي؟

سُڃن ۾ سڙي وئي، ڪُنن ۾ ٻُڏي وئي،
هي سسئي ۽ سهڻي جي صورت نڏٽڪي،
ڇپر ۾ ڇلي وئي، جهنگل ۾ رُلي وئي،
هي آرِي ۽ ميهر جي محبت نڏٽڪي،

هي موسيٰ کان مائو ۽ مائو کان اڳتي -
تہ ڇا ماڻهپا، تنهنجي محنت نڏٽڪي؟

نہ ڪا جُوڻ جڳ ۾ نہ بدلي جو ڏينهن،
تہ ظالم لٽي جڻ تہ عزت نڏٽڪي!

ستارن جي جوتي، گلن جي ڪتوري،
فلڪ توڙي ڌرتيءَ جي دولت نڏٽڪي؟

لکين ٿن پري ڪٽڪ پاندن ۾ پئي آ،
ٿري لک بکارا، نڏٽڪا نہ آهن؟

گذارن غلامن جان پنهنجي وطن ۾،
هي سنڌي سگهارا، ننڍڙا نہ آهن؟

شڪاري ٿا تاڙين "آميون ۽ ڦاپيون" (١)
هي ڪينجهر - ڪنارا، ننڍڙا نہ آهن؟

برهماٽي، ٿوڙي، عُمر چانگ وارا،
نِدورا نظارا، ننڍڙا نہ آهن؟

شتيلا ۾ انسان، ڪتا ٿا کائن،
هي دل پارا پارا، ننڍڙا نہ آهن؟

اٿوپيا ۾ انسان لولي لئي ڦٿڪي،
هي گگدام ڪارا، ننڍڙا نہ آهن؟

جلي پَل ۾ انسان جيئرا لکين ويا،
هي جاپان وارا، ننڍڙا نہ آهن؟

ڪُنا ڪالهہ لک؛ اڄ ڪُسن پيا هزارين،
ڇا ايران وارا، ننڍڙا نہ آهن؟

جتي جو بہ چاهي اتي آگ اُڇلي،
هي پرمار مارا، ننڍڙا نہ آهن؟

...............

ننڍڙڪو زماني جو بُت تي سگهي ٿو،
زماني جي ناهي طبيعت ننڍڙڪي.
ننڍڙا زماني جا اوهام آهن،
زماني جي ناهي حقيقت ننڍڙڪي.

(١) آمي ۽ ڦاپي: ڪينجهر تر جا بہ مظلوم ڪردار.

خدا جو پتو ناهي پورو تہ چاهي؟
ها، انسان ان جا خليفا تہ آهيون.

اسين جنّ، راڪاس، شيطان ٿياسين،
اسين ديوتا ۽ فرشتا تہ آهيون.

اسان جوڙيا ڪعبا، اسان جوڙيا قبلا،
ڪندا پاڻ کي پاڻ سجدا تہ آهيون.

نہ ٿو لوح محفوظ ڪاتي ليي جي،
تہ گرهن ٿي ڪوڙيندا ڪتبا تہ آهيون.

نہ ٿي هٿ اچي ڏاڏي آدم جي جنت،
تہ جنت جا جوڙيندا نقشا تہ آهيون.

ٻڌو ٿئون جو دوزخ، اِجهو تا ڏڳايون،
ٿميندا سمونڊن ۾ شعلا تہ آهيون.

مرڻ کان جيئڻ جي تمنا وڏي ٿئون،
ڪندا تجربا تازا تازا تہ آهيون.

مجي اَڻ منگل تا زهرو جُهڪايون،
هزارين هلائيندا حيلا تہ آهيون

هي ڪُروڙ تہ آهي مگر ڪهڪشائون،
اچن پنهنجي قبضي ۾ آتا تہ آهيون.

اوهان ڳالهہ معراج جي ڪئي، آسان پيا -
گهڙيندا خلائن ۾ رستا تہ آهيون.

وڏن زلزلن ۽ جوالن جي وچ ۾،
بهرحال سنسار بيٺا تہ آهيون.

ڪٻو امن، انصاف برپا، زمانا،
نڏڪا ئي هوندي بہ ڏٻڪا تہ آهيون.

........................

متان هان ۽ لاهين او دِلگير دنيا!
اسين تنهنجا وارث، وسيلا تہ آهيون.
اسان بنجي تخريب توکي تا ڀاهيون،
اسان تنهنجا هر روز رازا تہ آهيون.

...............

نہ ٿيندو هي سنسار سارو نڏڪو!
هجي شل نہ ڪنو ڪو ڪارو نڏڪو!



## موقعو

هي وڏو موقعو مليو آ، تون اچي پهتو تہ آن !
هوش آ اڌ هوش، جذبو، جوش آ پورو جوان.

عشق جي دهشت چڙهي وئي،حسن جي هر بات تي،
حسن جي حيرت وڌي وئي، عشق جي جذبات تي.

مان بہ گونگو تون بہ گونگو، گفتگو جذبن ڪئي،
هڪ ٻئي جي آرزو جي جستجو جذبن ڪئي.

جيترا ڪرڻا قمر جا ايترا جلوا تہ ها،
جيترا تارا فلڪ تي ايترا بوسا تہ ها.

اڄ بہ هن ڪِي توڙي مونکي، رات پياري ياد آ،
باھہ ٻارِي، باھہ ٺاري سا بخاري ياد آ.



## ٽڪراءَ/توازن

”جيئو، جيئڻ ڏيو“، جي جهدن سان،
امن - پرستن جي فڪرن سان،
”ڏايو - ڳابو“ جو ٽڪراءُ.
چرڻ تہ اهنسائي هرڻن سان،
پوڪن، ٻوٽن، ٻن - چرڻن سان،
ٻڪرين ٻگهڙن جو ٽڪراءُ.
هنج، چرن تي موتين - چڳٽا،
تاريون پائن،
باز فضا ۾ ٻوتين - پنٽا،
خارون کائن.
سهڻن ڪنين، نازڪ پيرن،
خوني چنبن جو ٽڪراءِ،
موت، حيات جو،
ڏينهن ۽ رات جو،
ٽاٽي - ٽولن جو ٽڪراءِ.
مان بہ مڃان ٿو،
پو بہ اچا ٿو،
سوچيان وينو -
”جيئو - جيئڻ ڏيو“ - ”ڏايو - ڳابو“ جو سرچاءُ.
ڏايو - ڳابو، جهنگل جو قانون هلايان؟
لُوٽو، مارو، ڦاڙو، کائو !

ماڻهو، ماڻهوءَ تي مچرايان؟
چنگيزي فرمان چلايان؟
ڪيئي ڪروڙ ورهيہ جي محنت -
هڪڙي ڏڪ ۾ ڏوڙ بنايان؟
آدم جيڪا جوڙي جنت -
حورون، بنگلا، باغ اڏايان؟
بم بچائي،
پونءِ جلايان؟
دنيا، دوزخ -. باهہ بنائي،
شعلن جا راڪاس نچايان؟
(١) شوپنهائر، ايپيقورس منهنجي سامهون،
ڪيرڪ گرڊ ۽ ڪارل مارڪس منهنجي آمهون،
(٢) ٽئگور، نذرل، امجد، اختر ڪي ٻہ پڙهيو هان،
(٣) يوليسز ۽ لوٽس ايٽرس ڪي ٻہ پڙهيو هان،
سرمد، شاهہ عنايت منهنجي آهن آڏو،
هنج ۾ باز ڏسان ٿو روز اڏامن آڏو.
آءٌ نٽشي ٿيو،
آءٌ عيسيٰ ٿيو،
آءٌ خيام ۽ -
آءٌ موسيٰ ٿيو،
آءٌ ارجن ٿيو،
آءٌ ڪرشن ٿيو،

---

(١) شوپنهائر: (مايوسي جو نمائندو). ايپيقورس: (انساني عقل ۽ خود مختياري جو پرچارڪ فلسفي)
(٢) مجيد امجد ۽ اختر شيراني.
(٣) يولسيز: هڪ نظم جو عنوان – لوٽس ايٽرس: نظم جو عنوان.

جيئو، جيئڻ ڏيو، ڏايو - ڳابو، جي نڪتن تي سوچيان پيو.
سوچ جي ساگر جي لهرن ۾ لڙهندي اپڙان پيو.
منهنجي سامهون منهنجي تن، من جو ٽڪراءُ،
پنهنجي سوچن پنهنجي لفظن جو ٽڪراءُ.
(جيئو جيئڻ ڏيو - ڏايو - ڳابو)
الهامي آواز: توازن.
انساني آواز: توازن.
هستي جو آواز: توازن.
هار نہ ڪنهنجي جيت: توازن.
پورهيو، دولت، پريت: توازن.
اؤسر جي دنيا جي آ رفتار: توازن.
جرٽر چا پر گهر گهر جي پوڪار: توازن.
ڏايو، هيٺي ڪي تو لتاڙي،
رستي وانگر.
عاقل، اوچي ڪي تو ڦاڙي،
ڪپڙي وانگر.
پورهيت ڪي پرمار چٻاڙي،
حلوي وانگر.
آخر ڇو؟
ءِ ڇا جي لاءِ؟
ٻئي جي اٽيي روٽي کاتي،
پنهنجي حلوي، زَردي لاءِ؟
ٻئي جو انگ اگهاڙو،سوچي،
پنهنجي گهرَ جي پَردي لاءِ؟

بئي جا جهوپا، پونگا جهوري،
پنهنجي بنگلي، محلي لاءِ؟
بئي جا ٻچڙا رڻ ۾ رولي،
پنهنجي ڏهتي، پوٽي لاءِ؟
هي مَن - مستي ڇا جي لاءِ؟

جيسين هي انصاف نہ ٿيندو،
تيسين رڳڙو صاف نہ ٿيندو،
هڪڙو ڏاري ۽ ٻيو ڏرجي،
ايڏو ڏوهہ معاف نہ ٿيندو !

ٿنهنجي چَپ تي پائي - پائي،
پِنڊي ۾ پرمار پلي ٿو،
ٻاهر سارو صحن سهائي،
اندر انڌوڪار پلي ٿو.

دنيا تنهنجي دوکي سان،
دين، ڌرم جي دولابي،
خالي سکٽي کوکي سان.
رهندو رِندن جو ٽڪراءُ،
جاري آ ۽ جاري رهندو،
ڪُوڙن، سچن جو ٽڪراءُ،
ناحق، حقّن جو ٽڪراءُ.



## سودو

منهنجو ڪلام وٺ تون، پنهنجو رومال ڏي تون !
منهنجو پيام وٺ تون، پنهنجو جمال ڏي تون !
ٿنهنجو اهو پسينو،
هي خون منهنجو هوندو.
عنوان آهي تنهنجو،
مضمون منهنجو هوندو.
سمجهان ٿو تنهنجو منهنجو سنگم تہ ٿي نہ سگهندو.
هي گهاءُ، جنهنجو نالو رکجي ويو وڇوڙو،
تَنهنجو رڳو رئڻ سان مرهم تہ ٿي نہ سگهندو.
پاڪر ﷺ تنهنجي ناهيان،
بوسن ﷺ تنهنجي ناهيان،
ديدون تہ چيا او دلبر،
يادن ﷺ تنهنجي ناهيان،
پر جي ڪڏهن ڪڏهن مَن، تنها اداس ٿيڻ تون،
ڳوڙها ڪٿي نہ ڳاڙين، آهُون نہ بي پرين تون.
چيڙا گلابي چوري،
هوري تمام هوري،
جي هي ڪلام منهنجو ڳائين تہ ٻيو کپي ڇا؟
منهنجي زبان مان هي نِڪتو ڪلام آهي،
منهنجي تِکي تڙپ جا تحفا ڪٿي هزارين،

جذبا ڪٽي هزارين،
بوسا ڪٽي هزارين،
پنهنجي زبان سان جي لائين تہ پيو ڪپي چا؟

رومال تنهنجو، تنهنجي هٿ سان لڳي چڪو آ،
چپ سان لڳي چڪو آ ۽ ڳل اڳهي چڪو آ.
رکنـدس نہ مان لٽن ۾،
دل جي تهن ۾ رکندس،
ڪٽندس نہ مان هٿن ۾،
هيجن سَون ۾ ڪٽندس.
چمندس ضرور پيو پر چمندس نہ مان چپن سان،
چو جو ڪپهہ نہ ملبي آ، اکڀ جي آلن سان.
مان چاهہ سان پيو چمندس،
احساس جي اکين سان،
اتساهہ سان پيو چمندس،
هِن ۾ هڳاء تنهنجو،
تنهنجو سچو تصور،
عڪس ۽ آهاءُ تنهنجو،
هي ڪو وڌاءُ ناهي،
الله سان پيو چمندس.



## * محبوبا!

تون مُرڪي نهارين ٿي، اکيون ناريـن ٿي !
ٿي پيار جي سنسار جي تعمير ٿـئي،
جي ڪُرڪي نهارين ٿي، جگر ڏاريـن ٿـي !
تعمير کي تـخريـب ٿي جـڙ جِهير ڏئي.

اک سرخ، ڳِتا لال، لبن تي لالي،
او پياري،
اُڏران ٿو گلابن جي گلستان ۾ مان،
جي حال پريشان سنڌءِ اک آلي،
پوءِ زاري،
ٻوڙان ٿو عذابن جي بيابان ۾ مـان،
هڪ ديد ۾ نئين دور جي لالائي ٿئـي،
ٻي ديـد ۾ نابـود - نراسـائـي ٿـئـي.
تون مُرڪ تہ مان عرش گهمان محبوبا !
تون جُهوم تہ مان پونءِ چُمان محـبوبـا !



* وطن جي ڌرتي.

## آهو ناهيان آءٌ

منهنجي مشتاق - مزاجيءَ جي طبيعت تي پُڇين !
(١) بره جي بَئنث اچا آهي، بخار آهي جهڪو.
جام، ساغر ۽ صراحيءَ جي حقيقت تي پڇين !
هونئن تہ هر چيز آ، محفل ۾ خمار آهي جهڪو،
منهنجي مشتاق - مزاجيءَ جي طبيعت تي پڇين.

مونکي موسم جي لطافت جو پتو چو تي ڏين !
مونکي معلوم آ، باغن ۾ بهار آهي اُهو.
سونهن - سنسار جو تفصيل سچو چو تي ڏين !
تنهنجو سينگار ۽ سيني جو اُپار آهي اُهو،
مونکي موسم جي لطافت جو پتو چو تي ڏين.

ها مگر، آءٌ اُهو ناهيان، اُهو ناهيان آءٌ،
جڻ تہ آڙاهہ جي جاڳه تي اُلو آهيان آءٌ.



(١) بخار: هلڪو بخار، ڪٽس.

## پوءِ؟

چيو لڪَ: واءَ تي چِٽ ٿو چِٽين پاڳل،
ڪو بادل،
آسمان ۾ ڪيترو بيهي؟
چيو ڪُنَ:
چو ٿو پاڻيءَ تي ڪيئين ليڪا،
ڏني ڪا،
لهر تو جُا تِرَ ڪتي ترسي؟
چيو ٻِٽَ:
ڪي نہ ٿَرَ - واريءَ تي گلڪاري،
بخاري،
تيز اوِٺر، مينهن ٿو برسي !
چيم: هڪ نقشو آهيان.
ديس جي چاتيءَ تي چِپجان،
پو؟
برابر سپنو آهيان،
سچ - ساپيان سان جي گڏجان،
پو؟

◉

## هھڙا ھاڃا .......!

ويڙ کھڙو،
ڪنهن وڏيري جي وڏيري سان ڪوءِ جو؟
ريس ڪھڙي،
رئيس جي ٻي رئيس سان؟
دشمني ڇا جي؟
سگھاري سيٺ يعني سامراجي ٺيٺ سان؟

ٺوڪ،
صاحب جي ٻہ صاحب جي ٻہ صاحب تي ٻہ ڇو؟
خوف ڇو،
انسان تنهنجي سائنسي سامان ڪان؟
ڪرپ ڇو،
او ارتقا تنهنجي اِنهي ڪردار ڪان؟
... ... ... ...
محبتون ۽ محنتون:
پرمار دوکن جي پکيڙيل چار ۾،
ڦـٿڪن ٿيون پيون،
خود غرض رهزن رٿون:
خلقت ڏسي آزار ۾،
ٿهڪن ٿيون پيون.
نفرتون:
اهڙي ڪُڏي، انسان نما، حيوان سُڀا -

شيطان جَي ڪردار تي،
زندگيون ۾ بستيون -
سپ سيٽلائٽ جيٰ نظر ۾، روبرو ريدار جي،
هر شهر بمبار - راڪيٽن جي بلڪل مار ۾.

لعنتون :
تخريب جي طوفان تي،
جو هيروشيما، ناگاساڪي کي ڳهي،
پيبو ٿو تَڪي سنسار کي.
ڪير سهندو ههڙا هاچا، ساٿيو؟
ڪلهہ جا هاچا آفتون،
اڄ جا هاچا قيامتون.
هوش، حڪمت پاڳا پاڳا ساٿيو !
هيڏي ساري ارتقا کي خود ڪري ٿي ارتقا پئي -
پُرزا پُرزا ساٿيو !

◉



هڪ نظم سِرججي پيو ٿو،
عنوان جنهنجو ڪجهہ بي نہ،
مضمون جنهنجو ڪجهہ بي نہ،
مفهوم جنهنجو ڪجهہ بي نہ.

(١) لڪجي نہ "ڪانهن" سان سگهبو،
(٢) لڪبو تہ "نانهن" سان لڪبو.

چِٽبو نہ ڪنهن بہ ڪاڳر تي،
هوندو عدم جي دفتر تي.
هي خال خال جو قصو،
هي انتڪال جو قصو.
ناپيد آرزوئن کي،
پولارَ هارَ پائيندا.
محفل نئين مچائڻ لئي،
تارا، بتيون آجهائيندا.

---

(١) ڪانهن جي ڪِلڪ سان.
(٢) نانهن: نيستي. نابودي.

وجبو مڪان اهڙي ۾،
جنهنجو نشان ئي ڪونهي.
پڙهبو زبان اهڙيءَ سان -
جنهنجو گمان ئي ڪونهي.

ٻُڌندا زمان، مڪان ٻوڙا،
ڏسندا ازل، ابد انڌا.
وهوا ڪندا بنا گفتي،
لاهوت جا لقا گونگا.

هڪ نظم سرججي پيو ٿو....



## او ساگر جا تَرَ !

سمندر جي ڇَرَ !
او ساگر جا تَرَ !

هماليءِ جي چوٽي ڏني ٽئي؟
مٿاهين ڪويتا جي عظمت،
۽ ڪيلاش وادي ٻُڌي ٽئي؟
مزيدار آ، فَنَ جي فطرت،
ڪلا خود ٻه هوندي آ قدرت.

اتي مانسروور،
اتي جيوتي جَر،
اتي سونهن جو سَر،
اتان ئي ٿي ساهت جي سنڌو ڦُٽي،
سيِاون جو وَنُ، فَنَ جي خوشبو ڦٽي.

اتان ئي ٿا دل وارا ڏارا ڦٽن،
اڪت آرزو -
آرزو - آرزو ....

اتان ئي تا چاهت جا چارا ڦٽن،
رڳو جستجو -
جستجو - جستجو ...

اتان ئي ٿي ساهت جي سنڌو ڦٽي.
سچو تر ڪٽي،
اولهہ، اوڀر ڪٽي.
پوءِ بہ ڪٿ ٿي ڳٽي !
ڪنئي هِير خوشبو تہ رانجهُو هَنئي،
ڪنئي مهڪ سهڻي تہ ميهر مَڪي.
امرتا پريتم بہ چُڪڙي چَڪي.
انهي گهاٽ وَهنتي ڪا ”نچٽي“ اچي.

مَجان ٿو مري وئي،
عدم جي ڪلر ۾ ڳري وئي.
تراشيءَ جي تاريخ شاهد،
ونگوڙي ۽ چوڙين سوڏي وئي بچي،
لڙهي ان ۾ سسئي تہ ڏونگر ڏڪايئين،
گهڙي سِير - سُهڻي تہ ڪڙڪا ڪنبايئين.
ها، نُوريءَ جُو جرڪار هن سان.
(١) سونيتي جو سينگار هن سان.

(١) سونيتي: سنڌ راڻي

تاريخي انڌارين ۾ لاڏيون ڇڇوليون،
لڳاتار بوڏن ۾ ٻاگهيون ڇڇوليون.

اتي لهر ڇوڇري هوا تي،
اڇي پيا ڪي چلپا هُدا تي،
۽ ڦهنگون نسيم ۾ نِسا تي.
... ... ... ...
پٽائي، بلهي شناهہ وهي ويا.
سويرا، انڌيرا وهي ويا،
بخاري بہ اڳتي اَڇي پيو،
۽ مهراڻ پنتي مچي پيو،
او ساگر جي ڇَرَ !
او ساگر جا تَرَ !



## ڪارا ٻيلا !

ڪارا،
گهاٽا ٻيلا !
اونداها انڌارا ٻيلا !
ڪيڏا ڪوڙا، پيارا ٻيلا !

سورج تنهنجي چوٽين کي ئي چُمندو آ.
ترڪو تنهنجي اُتئين تَهه تي گهمندو آ.

اوتر تنهنجو گهيرو چوري،
جيئين ڪو ڪنهنجي دل جي بدران -
وٺ ۾ وٺ ڪجهه چولو چوري.
گِهڙندي تو ۾ لنگهه ئي لنگهه،
وِرندي رستا، راهون بند،
گهگهه انڌارا گهاٽا جهنگ !
تون جو آهين آڏو،
توسان مهاڏو،
ڪهڙو سوچيان ؟
سڏ، پڙاڏو؟
پٺ تي موٽان؟

وقت پلا ڪيئن موتي سگهندو؟
جهيڙو جوتيان؟
جهنگل کي ڪو جيتي سگهندو؟
ساڃي سرڪان؟
ٻوڙڻ لاءِ گجي ٿو سٽاگر،
ڪاٻي ڪِسڪان؟
ڦاڙي وات ڇِهي ٿو ڏونگر،
توڏي ليتان؟
تنهنجي چانءِ ڳِڱاتي اهڙي،
وڄ سمهي تہ بہ پارو ٻَنخ،
گهگهہ انڌاري گهاتي اهڙي،
چنڊ گهڙي تہ بہ ڪارو تئو،
ڀَئو ئي ڀَئو،
ترس اچا،
ڪجهہ ترس اچا !
مان ڪيئن پنهنجو پاڻ ڀچان ؟
چو مات مچان؟
ڏاڻ ڏئي ڀئي ڏات اچا،
ترس اچا.
ياد اچي وئي لالَ ڳلن جي -
گِدرن - ول مان گذران پيو.
ٻاڪر - ٻوسا؛ انگورن جي -
ڇانيل چن ۾ جهومان پيو.

هي ٻه چڳو آ !
هو ٻه چڳو آ !
ڪاٽي ڪاٽي پيار پڳو آ !
بيد مشڪ جي تارين جهڙن ٻانهن -
مونکي ونگ وڌا،
ترس مِٺا.
ويڙهيچن جا ونگ چنان،
وچڙيل سچڙيل تارين وانگر -
ڪهڙا ڪهڙا انگ چنان؟
ناتا، نينهن ۽ ننگ چنان -
پر،
پپر وڻ جي پاڙن وانگر -
پٽبا ڪونہ،
زوري ڪٽبا،
لڳ لاڳاپا -
زوري لٽبا،
ڪارا پيلا !



## خاموش ؟

خاموشُ جي سمجهوم تا، سمجهو بيشڪ،
خاموش فضائن ۾ نِڪورا نغما،
خاموش نظارن ۾ جيالا جلوا،
خاموش اجالنُ ۾ ڪنارا ڪِرڻا،
خاموش پهاڙن ۾ جوالا شعلا.

خاموش بيابان جي جگر ۾ اوتر،
خاموش زماني جي نظر ۾ محشر،
خاموش جي سمجهوم تا، سمجهو بيشڪ.



## اوسر

”هر سانجهہ کي ساز سنگيت ڏيو،
لئي - تار وڄائي لاهوتي.
هر رات کي گهرپل گيت ڏيو،
آلاپ ٻڌائي آ ڏوتي.“

” هر صبح جي جمندي جيپ ڪٽيو،
ڪوڪرِٽو ”ڪجهہ ٻہ“ ڪُڇي نہ وڃهي.
هر ڏينهن ڏِني جو واٽ سِبيو،
جو تِڙڪو پنڌ پُڇي نہ وڃهي.“
پر -
اوسرُ جو آواز تہ ”قُم بِاِذني“ آ،
اندير منجهان انصاف اُٿي،
هي خلقت جي خود مرضي آ.
ٻُڌ،
گهر گهر ”حق حق“ گونجي ٿو،
ءُ،
ناحق جو دَمُ گهٽجي ٿو.

”هر ڏات سچيءَ کي ڏنپ ڏيو !
هوءَ تازا نُڪتا ڳائي چو ؟
هر سوچ تِکيءَ جا ڪنپ ويڍيو !
هو پنهنجا پَرَ ڦهلائي چو ؟
۽ آجائِي جاڳائي چو ؟“
پر -
اوسر جو اعجاز تہ ازلي - ابدي آ،
هر عزم اَچي کي مُهت مِلي،
هي فطرت جي خود مرضي آ.
هِر ڪِرٽو اڳتي آيري تو،
هي پاچو پٺتي يُرڪي تو۔



## منهنجا محبوب .........!

تنهنجي ساراه جو سرسلو،
سو ٻہ مون لئي وڏو مسئلو.
تنهنجي تعريف تڪميل ٿئي،
ڪو ٻہ مون ڪان نہ ٿو ٿئي ٻلو.
لفظ ڳوليان ٿو مشڪل لڀن !
منهنجا مجبوب، منهنجا وطن !!

ويس، ڪرٽا آٿائي وجهان،
توکي جوٽن سان جاني جهنجهان،
توکي آرپيان رڳو روشنيون،
ايترا آٿيان سورج ڪٿان ؟
چنڊ، تارا ٿا ميرا لڳن،
منهنجا محبوب، منهنجا وطن !

ڇا مان توکي سڏيان جان - جان!
جان منهنجي فنا مان فنا.
منهنجي دل، ديد هڪڙي صدي،
تنهنجي تصوير جڳ جڳ جوان.
تنهنجا ساٿي زمين ۽ زمن،
منهنجا محبوب، منهنجا وطن !

جوڙبيون ڄا بڄا جنتون،
موڪبيون محبتون، محنتون.
وقف، استاد تولئي ڪيون،
ڏات جي ڏيهہ جون دولتون.
جيستائين جيئَن فِڪر، فَن،
منهنجا محبوب، منهنجا وطن.
جِند تنهنجي لئہ منهنجا جَتن،
منهنجا محبوب، منهنجا وطن !



## فيصلو

توکي ”ب شينهن ٻيلي ۾“ قول ياد هوندو !
تي چار شينهن ڪوچي ۾ ملهلو ته مچندو.
گجگاهه چو نه گجندو،
گهر گهات ڪيئن نه وڃندو !

ڪو شينهن آرزو آ، (اي ڪاش، هينئن پوي تي !)
ڪو شينهن جستجو آ، (ڳوليئي ڳلي ملي تي.)
ڪو شينهن ڪاتڪو آ، (ڏايو سو آهي ڳابو.)
گجڪار روبرو آ،
بد، نيڪ دوبدو آ،
ڪو فيصلو ته ٿيندو،
ءِ فيصلي بنا ٻيو ڪو ٿيون ٻيلو نه ٿيندو،
... ... ... ...
هي فيصلو هرڻ، گڊ، ڦاڙها، سَها ڪندا،
ٻڪريون، ريون، اٺيون، اٺ، ڳايون، ڍڳا ڪندا.

◉

## انسان ٿو آٿي پيو

”افسوسناڪ واقعو“ هڪڙو هجي ته پِنجي،
ڪٿ وِڄ اتفاقي ڪڙڪي ڪري ته لِچجي.
برسات ٿي وسي پئي،
هن راڄ تي وِڄن جي،
۽
ڏينهن - رات ٿي وسي پئي.
هي ڪارا ڪُهنا بادل،
پرمار، نيم پاڳل.
ٺهڪن ته گرجي دهشت،
جهومن ته بوڙي وحشت.
پڪڙن ته حبس:
آپ ڪان گهر گهر جو ساهه گُهٽجي.
مچرن ته تير:
گل گل، پن پن جو منهن ٿو چُٽجي،
سڪرات ٿي وسي پئي،
ڏينهن رات ٿي وسي پئي.

پگڙي سنيال پاڳل !
بدمعاش، مست بادل !
طوفان تو آڻي پيو،
ڪوهيڙ، ڌنڌ، جھڙ مان،
دهشت، دياءَ لڙ مان،
اعلان تو اڻي پيو:
شيطان تو ڇِتو ٿئي،
انسان تو آڻي پيو.



## لکندو رهيس

هڪ عجب اسرار بنجي،
پيو غضب - رفتار بنجي،
(۱) بالُ ترتيءَ جو نظام - شمس ۾ ڦرندو رهيو.
چاهہ َجي چوڏول چڙهندي،
پونءَ ڪان پولار، پُٽندي،
ناس هوندي آس رکندي،
نيستي، هستي تڪيندو، ٻوڙندو، لُڪندو رهيس،
محنتن سان مشڪلاتون سَر ڪندو، لِڪندو رهيس.
... ... ... ...
ديد کي دوکو ٻہ ڏيندو،
عُقل سان سيڪي سَليندو.
سج اولهہ کان لهي، اوڀر وٽان چڙهندو رهيو.
رات جي تاريڪ رُوءَ تي،
روشني جي رنگ، بوءَ تي،
صبح-سانجهيءَ جي صحن تي جُهومندو، لڪندو رهيس،
... ... ... ...
زندگيءَ جي آس وانگيان،
بعضي لهندو، بعضي چڙهندو،
عاشقي - احساس وانگيان،
بعضي لچندو بعضي نچندو،

---

(۱) نظام شمسي

سنڌو پنهنجي سوڪ ۽ سيلاب سان وهندو رهيو.
آءٌ، ڌرتي تنهنجي تاريخي پَنن تي !
۽ ادب جي ڪيت تي پارن، ٻَنن تي،
سرءِ جي پيلي، اداسي مند توتي !.
چيٽ جا گهرا گلابي رنگ اوتي،
مَهڪندو لکندو رهيس.

... ... ... ...،

قهر ٿيو، جنت مٿان دوزخ ڪِريو،
هيروشيما، ناگاساڪي ڏي ڏِسو !
آدمي ڪو عيوضي يزدان، ڪو شيطان جو،
لوهہ،ڪو سُوئي سبڻ جي،ڪو ڇُرو ڪرپان جو،
ويٽنامي، زَهر جي دونهين ۾ دَمُ ڪٽندا رهيا -
جيئندا رهيا،
چڻ رجيل تامي جي ساگر ۾ گهڙيا ٻَرندا رهيا،
ترندا رهيا،
خير جي تعمير ۾ هي قهر جي تخريب آ !
ڏنڌ جي دلدل ۾ روشن دور جي تهذيب آ.
پونءِ جي سيني مٿان لبنان جي -
ڪمپوچيا، ايران ۽ افغان جي -
جنگين جو ڦٽُ ڇِڪندو رهيو،
مان ڪروڙين ايشيا وارن سان گڏ،
آفريڪي شودرن ڪارن سان گڏ،

پيڙيلن ماڻهن، ٻڪين ٻارن سان گڏ.
ها ڪلاڪارن، قلمڪارن سان گڏ،
”نانءُ - نانءُ“ آواز ڏيندو،
”مانءُ - مانءُ“ آواز ڏيندو،
” امن - امن“ آواز ڏيندو، ڪُوڪندو، لڪندو رهيس.

ڪلڪ شاهد،
جنهنجا گونگا واڪا، جهنگ جهر گجندا رهيا -
مان تڙپندو، لڪندو رهيس.
مَسُ شاهد،
جنهنجا نيرا ڳاڙها، ڳوڙها، ڪاچو، ٿُرُپڙهندا رهيا -
مان تڙپندو، لڪندو رهيس.
رات شاهد،
جنهنجا ڪارا ڪُهتا پاڇا، نانگ ٿي سُرندا رهيا -
مان تڙپندو، لڪندو رهيس.
شمع شاهد،
جنهنجا ڪنئرا ڪنئرا عضوا، آڳ ۾ تڳندا رهيا -
مان تڙپندو، لڪندو رهيس.
سنڌ شاهد،
جنهن جا جوڌا، ڇيرو، پوڙها، حق لئہ لڙندا رهيا -
مان تڙپندو، لڪندو رهيس.
پُونءِ شاهد،
جنهنجا ماڻهو نانُ، مانُ ۽ ماڻهپو منگندا رهيا -
مان تڙپندو، لڪندو رهيس.

◉

## انتظار - انتظار!

زهر کان تلختر - لهر کان بي قرار،
انتظار، انتظار.

ديگ ناهي دمي، ننڍ ڪڙمي، ڪمي،
ڪارخانا ڪچا، کيت ناهن تيار،
انتظار، انتظار.

رات ۽ ڏينهن جي، لوٿ پوٿ آ وڏي،
جيستائين وڃي ڪا ٿئي جيت، هار،
انتظار، انتظار.

سونهن، سوپيا سٽي، سپ سپيتا سٽي،
هنج اڏري ڇهٽي، باز بنجي شڪار،
انتظار، انتظار.

جو ڏٻو سو سڪو، ڏوڙ آس وئي ڇُهي،
جنهن ڪٽي چَر ڇُهي، بَحر ٿي بي ڪنار.
انتظار، انتظار.

دل جي دريا نہ آ، ٽوڙ دانشوري،
شرم آ شاعري، ڪِلڪ ناهي ڪتار،
انتظار، انتظار.

جوش ڪي هوش تي ڪير سهندو ڪئين،
هي ائين آ جئين باهہ سِرَ تي سوار،
انتظار، انتظار.

گهگهہ اونداهہ ۾ سِج گِهڙندي چيو:
الوداع الوداع، صبح ٿيندي سنيار،
انتظار، انتظار.

ڏند ڏونهون ڪري آنڊ پيو اينگهجي،
قهر بي ڪئنت جو انت ٿئي اختصار،
انتظار، انتظار.

باهہ بيروت، بغداد، ڪمپوچيا،
الامان ايشيا، شهر شهر انتشار!
انتظار، انتظار.

آس اوسَر چيو، اولهہ، اوپر چيو،
جهنگ جهر، تر چيو، ڏينهن باقي بہ چار،
انتظار، انتظار.

◉

## ”ھڻ - ڪڻ“ تي ھسوار

تون ھاڻي مونکي پيار نہ ڏي !
مان راھہ - مسافر يار آھيان.
تون قرب وڏائي محبت جا،
ھي ڪلف، ڪڙا، ديوار نہ ڏي !
مان ھاڻ، ھوا - ھسوار آھيان.

تون، پيار تہ ڏين،
جيوَن تہ وٺي.
ھي جيون چا،
ھي جھور، مگر تَن، مَن تہ وٺي.
ھي گلشن چا،
ھِن گلشن جو ڪک، پَن تہ وٺي.

ھِن دنيا جا،
مونکي تنھنجي سونھن - سُنوارَ جو سُنھن،
ڏنڏا تا وٺن،
ھن دنيا جا،
تنھنجي وارن جي ور ور جو قسم،
ڦندا تا وٺن.

هن گلشن جا،
گل، گئونچ تہ چا ڪنڊا تا وٹن ـ
هن دنيا جا.
هي تنهنجون اکيون، ابرو، پنبڻيون سڀ شاهد ـ
بڙچون، نيزا، پالا تا وٹن ـ
هن دنيا جا.
هي تنهنجا ڳاڙها مِنڙامِنڙا لَبَ شاهد،
طعنا، تنڪا، دڙڪا تا وٹن ـ
هن دنيا جا.
هي تنهنجا سُرها مينديءَ رتڙا هٿ شاهد،
چاقون بہ تہ چا، چَرڪا تا وٹن ـ

هن رياست جون،
تنهنجي ئي ڪڙين، ڪنگڻن جي ڪري،
سنگهرون ٿيون وٹن.
هن خلقت جون،
تنهنجي ئي ڳٽن، ڳالهين جي ڪري،
تعديون ٿيون وٹن.
تون، مونکي ڪرڻ ديدار نہ ڏي؛
اک ـ پنڇيءَ کي،
انهي پڃري جي ديوار نہ ڏي !
اک منهنجي ڪِلي، اک تنهنجي ڇُهي،
تون گهنڊ وجهي، اک ڇِنڊي ڇنيندي، ڇڙٻون ڏي !

مان جيءُ چوان،
تون ڪنڌ ورائي، ڀُڃڪي ڀُڃڪي، ڦوڪون ڏي !
هٿ منهنجو وٺي، هٿ تنهنجو وٺي،
تون چرڪ ڀري، ڏند ڪرٽي ڪرٽي، هڪلون ڏي !
ها، محبت کي وچهه ڳنڍ ۾ ڪٽي.
ڪنهن ٿوهر، آڪ جي ڏڏ ۾ ڪٽي.
هر نُڪتي تي اِنڪار ئي ڏي !
جو ڏيئي سگهين آزار ئي ڏي!
جيئڻ 'جيوَن کان بيزار ٿيان،
چو تہ موتَ - وَتو بيمار آهيان،
۽ "هَڻ ڪَڻ" تي هسوار آهيان.

منهنجي جذبن جو احساس نہ ڪر !
ها، مون تي ڪوئي قياس نہ ڪر !
هِن جسم ڪڙيل تي ڪرم نہ ڪر !
ڪو روح ونگيل تي رحم نہ ڪر !
جا توسان واٽيل آهي تنهن -
نس نس کي ڪَٽ، رڳ رڳ کي ڪٽ !
جو توسان ڳنڍيل آهي تنهن -
ڳس، ڳس کي ڪٽ، دڳ، دڳ کي ڪٽ !
هِن ساهہ کي ڪو سهڪار نہ ڏي،

اتساھہ کي کو آڌار نہ ڏي،
ھر گفتي تي ڌتڪار ئي ڏي.
ڏي چاھہ کي ھاٿي باھہ ڪٽي،
لڳ - لاڳاپا سڀ لاھہ ڪٽي،
جيئڻ -
تن، من کان بيزار ٿيان،
۽ جيوت کي ”تي لفظ“ ڏيان،
چو تہ موتَ - وَتو بيمار آھيان،
ھن وقت تہ مان،
ڪٽي چا ٻہ ڪريان،
مختار نہ پر لاچار آھيان.



## سَڏ

ڪو نظم پڙهڻ لاءِ نہ آهي تہ پڙهان ڇا؟
سَچ مچ لڳي ٿو تہ ڪچو ڪوڙ ڪَهان ڇا ؟

هر وات آ زنجير تہ هر تار وسيهر،
نئين نينهن ڏني نينڊ اچان ٿو تہ بچان ڇا؟

هِن حالَ جا واڪا ٿا وَجهو ڪالهہ جي ڪَنَ ۾،
گهر گهات جون ڪُوڪون نہ ڪنايو تہ ڪيان ڇا؟

هر غير آ، مينار تي مينار، نهاريو !
هر يار جي چوقير آ ديوار، ڪچان ڇا؟

اِستاد جو هي عزم خدا خود نہ ٿو روڪي،
مظلوم جو آواز آ، ”اچ پهچ“ مُڙان ڇا؟



## پڙاڏو

يزدان ُبتيون ڪونہ تہ بس مان ئي بُتان ٿو،
مظلوم جي ڪُوڪن کي نڌٽڪو نہ ڇڏيان ٿو.

جي ڪُوڙُ سڙي ٿو تہ سڙڻ ڏينس سڳورا،
سچ مچّ لڳي ٿو تہ لڳڻ ڏينس، چوان ٿو.

ڇا عرش ڪڏهن فرش جي لاشي تي لڇيو آ؟
هِن هُن جو چوان ڪونہ ٿو، ”اصغر“ جو چوان ٿو.

زنجير ستمگر جو، مقدر جو تقدس،
ڪا ڳالهہ وڏي ناهي، ڇڪي نوڙ ڇنان ٿو.

قتڪار ٿو ظالم تي وجهان، تون چو چڙين ٿو،
اسلام ٿو روڪي تہ مان قرآن پڙهان ٿو.

هابيل کان هارون تہ هارونءِ کان حيدر،
جابر کان نئَين جُوڙ ونئي، ويرُ ونان ٿو.

استاد کي هِن دَور جو فرياد ئي سمجهو،
ايوان ۾ انڌير مگر ڪيسُ لڙان ٿو.

◉



سايپيان ڇئو يا سپنو سمجهو.
جيون جهڙو، جيڪو سمجهو.

يا تہ حياتي سورج تجلو،
يا تہ بتيءَ جو ڦڙڪو سمجهو.

(۱) ”نون“ منجهان ”هي“ نڪتي، نسري،
ناهہ اهو مون نُڪتو سمجهو.

ارب، کَرب، لک، سَوَ ڪِ ڏهاڪا،
مُنڍ پُڇڙي پو ايڪو سمجهو.

(۲) آدم، عيسيٰ، آئزڪ، آئِن،
جيڪو سمجهو، جيڏو سمجهو.

نديون، کيت، نظارا جهوميا،
قاتل دل پئي ڦتڪو سمجهو.

عبرت آ استاد اچا تو،
پنڌ بہ ناهي پنهنجو سمجهو!



(۱) نون: نيستي، نانهن. هي: هستي، هئڻ.
(۲) آئزڪ: آئزڪ نيوٽن. آئن: آئين اسٽائن.

## اولاد لاءِ

پڙهڻ، پريت ڏاران مڏي، مالُ ڪهڙو؟
اوهان جي ابي جو ابا حالُ ڪهڙو !

پتوڙيم گهڻو ئي لڪان چو تہ لوڙيم،
پلا پاتيُن تي رکان پال ڪهڙو؟

نندي لا پَتو ناهہ، پوءِ عمر ساري،
نہ هو سُورُ ساتي سو هو سال ڪهڙو؟

نہ پَرجي سگهيو عُمر پر عِلم اوتيم،
الائي خيالن ۾ هو خال ڪهڙو؟

ڏڏي دل جي ڏرتي سوين بار بابَلَ،
ڏڪائي نہ جو ڏِيل، پونچال ڪهڙو !

لڳاتار آواز ڏيندو رهيس مان،
وڄائي نہ جو گهنڊُ، گهڙيال ڪهڙو !

لڇڻ لوچ بخشي، جَلڻ جوت آڇي،
جيئڻ ۾ پلا آهي جنجال ڪهڙو؟

بچي جي وجي ٿي تہ ڪا بات باقي،
۽ پنڊو نہ ٿيو آهہ پئمال ڪهڙو؟

اميرن جي دَر تي متي موج مستي،
فقيرن جي گهر، فِڪر جو ڪال ڪهڙو؟

گهڙي روڄ راڙا، گهڙي هو جمالا،
ڪڏهن تار ڪهڙي، ڪڏهن تال ڪهڙو!

پُڇو دهر ڪان ڪجهہ، ٻُڌو شهر ڪان ڪجهہ،
رڳو شعر استاد احوال ڪهڙو!



## ها، بخاري ٿي چڪو

(۱) خاص مَس جا سيني تي چنڊا اچي عرشان لڳس،
يا نہ بہ لڳس.
دل مگر چمڪڻ لڳس چاهت وچان -
محبت منچهان.

اڻ - ڏٺي استاد آڏو، فڪر جا ڳوڙها ڇُهڪس،
يا نہ بہ ڇُهڪس.
ديد جو ڳاٽو مگر هر هر جُهڪيس فطرت اڳيان،
قدرت اڳيان.

(۲) هارُ سرسوتي سويمبر ۾ اچي مُرڪي وڌس،
يا نہ بہ وڌس،
حسن جوهر عڪس، ٿُنهنجو !
راڳ، ساز ۽ رقص، تنهنجو !
پر پُچاري ٿي چُڪو، ها، هو بخاري ٿي چڪو.

(۳) لڪشمي، سينگار سورهن ٿي ڪري پاسو ڏنس،
يا نہ بہ ڏنس.

---

(۱) اها روايت (ڏند ڪٿا) تہ شاعرن جي اُرهہ تي لوح محفوظ واري مَس جا چنڊا پيل آهن.
(۲) سرسوتي: علم ۽ فن جي ديوي.
(۳) لڪشمي: دولت جي ديوي.

موسيقي پاڪر وڌس،
شاعريءَ ڇهتي چميس -
جرڪار - جاري ٿي ڇڪو -
ها، هو بخاري ٿي ڇُڪو.

آڳِ انڌيرن کي لاتائين، سِتم پڇرن پيا،
زلزلو ظلمن ۾ آندائين، قهر لرزن پيا،
قاتلن لئہ قيام ڪاري ٿي ڇُڪو،
ها، هو بخاري ٿي ڇڪو.



○

زندگيءَ جي تور تڪ ڪهڙي ڪريان،
هِير ڪان هلڪي، پهاڙن ڪان ڳري.
يا تہ قطرو ڏاتجِي قلزم ٿئي،
يا تہ ڏونگر ڪاتجي بنجي ذري.
زندگي، پٽرول جي ٽانڪيءَ ڪي باھ،
(١) يا تہ چڻ ڪي- ٽو جي چوٽي وئي ٺري.
(٢) يا تہ موسيٰ، مائو، مِن اڳتي اچان،
تار مان طوفان وانگيان وئي تري.
يا تہ عيسيٰ، سرمد ۽ سقراط جان
مرد تي منصور وانگر وئي مري.
يا تہ جهاڳي وئي جبل، دريا، اُلا،
يا تہ ويڙهي وهم ڳٽتين ۾ ڳري.
يا تي ڏاهي، آسمان ڳولڻ لڳي،
يا تہ ڀيرن تي چڙهي ويئي چري.
پير ننگا، روھ جي ريتي تتي،
قهر ڪاڙهو، پِيرسن، سِرَ تي پري.
چئونڪ تي ڪو چوڏري ڀائو ڪُڏي،
ڏهن ۾ تڙقي بڪيو، ننگو ٺري.

---

(١) ڪي – ٽو: قراقرم جبل
(٢) مائوزي تنگ – هوچي مِنھ

تو ٻـ او ساگر - سما، هونِدي ڏنـي !
(۱) زندگي ڪـٿ ويلڙو ڪـٿ جل- پري.
مـون ٻـ ماڻـي آ، اِها مـعـشـوقـڙي،
هـٿـڪڙي ڪـاتـي، ڪـٿـي سونِي سَري.
......................
يار جو پاڪُر ۽ ڪولِي جيل جي،
جنـتي نـعمت، اذيّت دوزخي،
زنـــدگـــي،
هـئـ زندگي!

=

زندگي، آيل - امـڙ جـو آر آ،
گـود ڌرتـيءَ جي، نـديءَ جـو وهـڪـرو.
زندگي، پرپور پيءَ جو پيار آ،
آسمـان جو نُور سورج سوجهرو.
زندگي، هـمَ عُمر پيارو يارَ آ،
هم ڪلاسي، سهڻو سمجهو نينگرو.
زندگي، سرتيءَ سندو سينگار آ،
چنڊ ۾ چيٽن ۾ جنهنجو تذڪرو.

(۱) ويلڙو: مانگر مڇ، وڏو مڇ، مڇي.

زندگي، پهريون اهو اقرار آ،
شاعري نغمو آ جنهنجو شاعرو !
زندگي، سو عشق جو اظهار آ،
جيترو كوليان وڌي ٿو اوترو.
ڪَٿَ اهڙي عشق جي کهڙي ڪبي.
زنـدگـــي،
هئـ زندگي!

=

زندگي ڪنهن ڦوهه جوڀن جو چهاءُ.
لطف، رڱ، رڱ، روح ۾ پکڙي وجي.

زندگي، اسٽيل مِل - شعلا ألاءُ،
ڏيل "برنر" کي ڏسي پگهري وجي.

زندگي چڙ باغ ۾ بوسا مِٺا،
واءُ، خوشبو سان ملي، جهومي پوي.

زندگي، جنگاهه ۾ پالا ڪُٽا،
پيار جو سنسار ئِي ڦٽڪي پوي.

زندگي، نغمو جو چَپ چُهنڻ چوَن،
ان کان وڌ ٻيو ڪو مِٺو نغمو نہ آ.

زندگي بَم جو پڄي دشمن هٿن،
اهڙو هيبتناڪ ٻيو ڏڏڪو نہ آ.

زندگي رقص آ، "جيئو، جيئڻ ڏيو."
امن جو آلاپ آ انسانيت.

زندگي جنگ آهہ، "ڏايو سو ٻڳو."
خونخواري جو جنون حيوانيت.

چا چتي چڪتاڻ پئي آهي مَتي !
زنــدگـــي،
هئہ زندگي !

═

زندگي، ڪيلاش تي پارو تہ آ،
تانگهہ - تابش تي وهن ڌارا وڏا.

زندگي ساگر، مجيم ڪارو تہ آ،
پو بہ بادل تا وسن ڪيڏا مِٺا !

زندگي پولار، جم ڪارو تہ آ،
ڪهڪشان تي ڪهڪشان جا چهچٽا.

مختصر ڪان مختصر ۾ اڻ ڪٽي،
زندگي،
هئہ زندگي!

=

زندگي گلشن - گلابي بي تہ آ،
رنگ، بُو جي پون ۾ ،نغمن جي ندي .
آفتابي، ماهتابي بي تہ آ،
رات توڙي ڏينهن آچي روشني.
عين عيشن ۾ عذابي بي تہ آ،
(١) پيڙجي پئي ظلم - ضد ۾ پدمٽي،

(٢) رُت بسنتيءَ ۾ بہ ڪُوڪاري ڪَتي،
زندگي،
هئہ زندگي!

=

(١) پدمٽي ۽ علاؤالدين ڏانهن بہ اشارو.
(٢) ڪتي: سرء جو مهينو، سرء جي مند.

قبر جهڙو ڪو ٿو انڌارو ڪري،
نيڻ تنهنجا سونهنَ، منهنجي هَٿ بَتي !
حشر جهڙو قهر ٿو ڪاڙهو ڪري،
زلف تنهنجا مينگهه، منهنجي ڏڀَ - ڇَٽي.
اُڃَّ، صحرا سج ۾ آتو ڪري،
شوق تنهنجو چڻ ڳليون ٿم شربتي.

پُل صراطي پند تاڻو ڌرتتي،
زندگي،
هئہ زندگي !

=

سنڌ، ساگر، ريت، ڪيتي، تيل ڪان -
جُستجو جي ديد ۾ ٿم ڪهڪشان.

گرچه هٿ ناهي ڪراچي جو فلئٽ،
آرزو ۾ آ زمان توڙي مڪان.

مان مڃان ٿو زندگي محدود آ،
سوچ جي حد ۾ زمين ۽ آسمان.

لوچ جي لت، ڪيتڪيءَ ڪان آ ڪٽي.
زنــدگـي،
هئه زندگي!

=

زندگي پونچال آ، طوفان آ،
آدمي آ، آدمي، پربت نه آ.
جي عظيم آ، پو امُل انسان آ،
جي خسيس آهي ته ڪا قيمت نه آ.
عزم چا ايمان بي مهمان آ
چيلهه سنان تلوار ڪا غيرت نه آ.
(۱) لاٽ جي ڪينچي بلوچن چو بگي؟
زنــدگـي،
هئه زندگي!

=

(۱) بلوچستان جي هڪ تاريخي واقعي ڏانهن اشارو

دل ٽٽيءَ هُنجي، ٻَهَي هو پيو ٻِڪي،
هو هَتيءَ ويو هُت، هِتي هي ويو لِڪي.

نانءُ کٽان کهڙا، ٻِڪي جو پٽ ٽِڪي،
پونءَ ڪونيو پر ويا پيٽو پَچي،
زندگي،
هئہ زندگي !

=

ڪرٽ وِهہ جو پيٽ ۾ وهندو ڏسي،
سر ڏنو سقراط پر ناهي پڳو.

زور، ظلم ۽ جبر کي وڌندو ڏسي،
ابن - حيدر شير ٿي رڻ ۾ گجيو.

امن سان انڌير کي لڙندو ڏسي،
جهوڪ جو جهونجهار جوڌو ٿي وڌيو.

مرد ” سامهون موت جي بينا مَچي -
زندگي،
هئہ زندگي !

=



هر قدم تي ڪونه ڪو ٽڪراءُ آ،
زندگيءَ جو نانءُ ٻيو ٽڪراءُ آ.

ڏاڍ سان استاد جو ٽڪراءُ آ،
ڪوهه سان فرهاد جو ٽڪراءُ آ.

مشڪل ۽ مشڪل ڪشا جو آ ٽڪر،
درد سان هوندو دوا جو آ ٽڪر.

ڪوڙ، سچ جي ڪُوبڪو آ ڪشمڪش،
نيڪ، بد جي دوبدو آ ڪشمڪش.

ڪشمڪش ۾ ڪونڌ ٿا ڪُڌندا رهن،
پيڙها پر مرد ٿا ملهندا رهن.

ڪشمڪش ۾ شير - دل قلعو ڪرار،
مشڪلاتن کان ٿئي بزدل فرار.

ڪشمڪش ۾ چوٽ تي چوٽون لڳيون،
بزدلي خود پاڻ سان سوچيون ٺڳيون:

...............

ڪي مسيتن ڪي عقيدن ۾ لِڪا،
ڪي مڪاني ٿي فقيرن ۾ لِڪا.

ڪي ٻُڪي وارن جي وڪڙن ۾ لڪا،
ڪي رڙي، سهڻن جي ٿهڪن ۾ لڪا.

ڪي شڪي ٿيندي شرابن ۾ لڪا،
ساپيان ٿيا خوار، خوابن ۾ لِڪا.

جي ٿڪا سي راڳ، رقصن ۾ لِڪا،
پاڪرن جي پيڙ، بوسن ۾ لِڪا.

ڪي تہ آفيمي - ڪلامن ۾ لِڪا؛
ڪوڙ تجريدي - فسانن ۾ لِڪا.

ڪي وجوديت جي لفظن ۾ لِڪا،
ڪي جديديت جي فئشن ۾ لِڪا.

ڪئسٽن جي گند - گانن ۾ لِڪا،
هيروئن، سگريٽ، پانن ۾ لِڪا.

انقلابي ڪشمڪش کان مُنهن مَٽي،
ڪلچري بزمن بهانن ۾ لِڪا.

ڪِن سِري پنهنجي تَرِيءَ تي آ رکي،
توبَ سامهون تہ بہ، چيائون حق وَڏي.
زندگي،
او زندگي!

=

## * اپريل 1983ع

آءِ وي پي جو نہ ڪو ارمان هو،
ءَ نہ بي پي جو وڏو خفقان هو،
سوچ، خارش، خوف ۽ سرطان هو.

ڏاتَ توڙي ذات ٻئي ويون ٽي ٽڪي.
زندگي،
هئہ زندگي !

=

## مئي 1983ع

(١) شاڪ، ”جيمون“ فرش تي بيوس، رڙيون،
”هاءِ گهوڙا، مان مُئيس“ ماڻس رڙيون،
چيخ چاچس ڪئي، ڪيون ڏاڏس رڙيون.

بخت، پي - ماءُ جو، پَٽِن پيٽو بچي -
زندگي،
هئہ زندگي !

=

* اپريل 1983ع ۾ ڪراچيءَ ۾ علاج لاءِ وڃڻ ٿيو.
(١) شاڪ (انگريزي) بجلي جو جهٽڪو. جيمون، اصل نالو عظيم احمد (منهنجو پوٽو)

دل ٽٽڻ يا وئي ٻڏي، ڀُرڪيو، ڇِتو،
شاڪ سڏبو پر هي هڪ سر کي لڳو،
ڇڄ - شادي، ايڪسيڊنٽ اوچتو،
شاڪ، ويڙهي يا سڄي گهر کي لڳو،
ڇيڇڙي پيڙيو يا سُوريءَ تي چڙهيو،
شاڪ رهبر جو سڄي تر کي لڳو،

بعضي ساري مُلڪ،باهه آهي ڦڪي،
زندگي،
او زندگي!

=

* مئي 1983ع

يا موالي يا ڪريو، موڳو وڏو،
يا جواري يا صفا لوفر لڏو،
عادتي انڌو ڳندو جنسي جڏو،

پيءُ پنهنجي جي مُنڊي پاپي ڪٽي!
زندگي،
اوزندگي!

=

* اخباري خبر تہ هڪ پٽ پنهنجي پيءُ کي قتل ڪري وڌو.

جو بہ چوڻو هوم سو چئي ويوس پر،
چو ڪنو قابيل هو هابيل ڪي؟
(١) پيءُ قيدي، ياءُ توڙا ۽ ٽڪر،
انگ، عضوا ڪئي ڪٽيا اورنگ تي.
خون ۾ تاريخ ساري تربتر،
جسم پر تاٽيس پيو ٿو جنگ ڏي،

هوڏ تاتي سرڪشي ڪيڏي وڏي!
زندگي،
او زندگي!

=

(١) اشارو اورنگزيب عالمگير ڏي.

جون 1983ع

هوڙ ۾ پيڙ آهي چاڙين ۾ پٿون،
چڙ تہ ڪائي آ وڏو ڪهني پٿون،
صبح تائين سور جونتاتون، سٿون،

راتِ دردي، سال ٿي سِر تي ٿمي،
زندگي،
او زندگي!

==

رات ساري سُور ڪان تارا تڪيئي!
صبح يارن سان ڪِلي ملندين وجي.
رات ڪيڏي ڪات، پئي ڪوڪٽ ڪيئي!
شام ڏاري شعر ڪي پڙهندين وجي!

پيڙ ۾ ۽ پيار ۾ پَر پئي وڳي،
زندگي،
هئي زندگي!

==

اڄ تہ ڪنهن ڳڏجاٽي ۾ وڃٽو بہ آ،
يار ايندا ڪٽندا سو ڪچٽو بہ آ،
ها، رڳو پچٽو نہ پر ڪُچٽو بہ آ،

سُور سان ڪِلبو بہ ۽ هٽبي ڪڳي،
زندگي،
او زندگي!

==

هـيءُ هُن ڏي، هِن ڏي هـوءَ چڪـجي پـئـي،
چقمقن جو ڪم ئي آ چـهـتــي وڃــن.
اڏمـو ڪـائي دل ڏي دل اٿـلي پـئـي،
وير ساگر جي، ندي ٻڪـجي وڃن.
لَئن لِڪي ڪِٿ تي، ٻَڪي رڪجي پـئي،
وا ءُ - خوشبو پاڻهي پـڪـڙي ٿـا وڃـن.
ڪـي ڪٿـي ڪـوئـن پلي پــاءُ ۾ ادي،

پو ٻ چمڪي چاھ چهري تي چڙهي.
زنــدگــي،
او زندگي !

=

ڪنهنجون اکڙيون ڪنهن سان جي اڙجي ويون،
ڪوشـشـون ۾ قسـمتـون هـڪ ٿـي ويون،
ٻـن جوانـين جون خوشـيـون گڏجي ويـون،
زندگيون ۾ نعـمتون هـڪ ٿـي ويـون.

اهڙي جيوت جيئري آهي جنتي،
زنــدگــي،
او زندگي !

=

## 15 جون کان 18 جون 1983ع

(۱) لال جي لٽ پيٽ حاجن جو ڦٿيو،
سُور، التيون ڪنجهندي گهر ۾ گهڙيو.
مائٽن ۾ فطرتاً ماتم متو،
(۲) جلد ڏاوچ ڊاڪٽر پهتو، ڏٺو،

پو.تہ تيلهي جي مٿان تيلهي لڳي،
زندگي،
او زندگي!

=

چانڊڪا ۾ ڏينهن جو هڪ تي چُڪو،
(۳) نيڪ محمد خود چڪاسيو ۽ ڏٺو،
زندگيءَ ۽ موت جو جهيڙو لڳو،
ٽيمپريچر تيز تي ڏاڍو چڙهيو،
برف ساري رات مَهتي ۽ ٻَڌي،
ڪا گهڙي جيوت - رَتي، ڪا موت جي،
زندگي،
او زندگي!

=

(۱) لال جي ميلي تان اعجاز عرف حاجن بيمار ٿي آيو، (اعجاز منهنجو پٽ)
(۲) ڊاڪٽر گل محمد ڏاوچ.
(۳) ڊاڪٽر نيڪ محمد صاحب.

ڪو موالي پيٽ تو ڦاڙي وڃهي،
"ڪنٽري بميات" کي اوتي اندر،
ڪو ڦڦڙ تو ڦوڪ سان ساڙي وڃهي،
چرس، سلفي - لاٽ کي اوتي اندر،
تون ئي ڏس، محبوبڙي، تنهنجا اِلاءِ،

آپ گهاتي ايترا ڇو ويا وڌي،
زندگي،
او زندگي!

=

آپريشن دل، اکيون، آنڊا، ٻُڪيون،
آپريشن ٽيون ٽين زالون ڍُڪيون،
پيٽ کولي ٻار ٽا ٻاهر ڪڍن،
ٽيوب - بيبي سي ٻه پلجي ٽا پون،
جينياتي سائنسي نڪتا وڏا،
آدميءَ جي سوچ ۾ سپنا وڏا،
جستجو جي دڳ ۾ آ دلدل اڃا،
ايڊز ۽ ڪينسرڪٽي ٽيا حل اڃا،

درد - ساگر ۾ دوا ڪشتي وڏي-
زندگي،
هئه زندگي!

=

(١) ڪير هي بارود، گهر گهر ٿو ڏئي؟
بم، ڪلاشنڪوف، لانچر ٿو ڏئي؟

ڪير پير ۽ مير کي تحفا ٿو ڏئي؟
سوٽ، ڪوٽ ۽ بئنج کي بخرا ٿو ڏئي؟

ڪيئن ڪو ڌاڙو بنايو ٿو وڃي؟
ڪيئن ڪو دستور جوڙيو ٿو وڃي؟

عذر ڌاڙن جو اصل جهنڊا هئا،
جيڪي آمر - اڳ ۾ کنڊا هئا.

ڏاڍ ڳائي پيو، ڏهر ڪوڪي ته چو؟
دام جهومي پيو، پکي ڦٿڪي ته چو؟

ڪوڙ دڳ تي بئنڊ تي بڪندو وتي،
سچ ڦهري ڪوٽ ۾ پٽڪي ته چو؟

اند جي اندي ڏيڻ پئي تي وڌي -
عزم الري ٿو مگر اپڙي نه ٿو.

ڏند، ڪوهيڙي، ٿلهي جهڙ اڙد ۾،
سج ايري ته به ڳلي چمڪي نه ٿو.

---

(١) هن سلسلي جا بيا واقعا بين ڪتابن ۾ تفصيلن سان قلمبند آهن.

ڪا بہ خوشبو فڪر جي نڪري هلي،
وهم جي بدبو ڪي چڻ ٻڙڇي لڳي.
... ... ... ...
لوڪ حد، محدود ۾ الرڻ لڳو،
ظلم در، ديوار کي گهيرڻ لڳو.

پو تہ گولي ملڪ تي، حملا هئا،
حڪم ها، بارود ها، شعلا هئا.

برهماڻي شهر ويو پڙڪي پُڇي،
زلزلو ٿيو ڏيهہ جي ڌرتي ڏڏي.
... ... ... ...
لاشن رستن تي لتاڙيا ظالمن،
عالمن فرمايو ڇا، ڇا ڪالمن؟ (١)

ظلم ڏارئي، لوءِ جي عزت لٽي،
امن ۽ انصاف جي عظمت لٽي.

خان خوش، مخدوم خوش ڪرسي بچي،
جُوءِ جي پوتي لٿي، پڳڙي بچي.

ڪيڏي سستي سنڌ جي همت ڪٽي،
ميمبري جي مُهر تي غيرت ڪٽي -
زندگي،
او زندگي!

=

(١) اخبار جي ڪالمن ڏانهن اشارو.

## ڊسمبر 1983ع

ماڳ مان ميڙا، جمالا ويا لڏي،
ڇانوڻيون، جهيڙا اڏا ويئا آڏي.
دهشتي راڪاس رستن تي نَــڏن.
توب، بم، بارود بازر ۾ پَــڏن

امن ٿيو برباد، ويڏن وئي وڏي،
زنــدگــي،
او زندگي!

=

پر ۾ جَر، سر تي ڪڪر پر ٿر اُجو،
جڻ تہ ڪنهن معشوق جو عاشق سُڄو.
ڪنهن ڏنو آ ڪاتَري ڪنهنجو ڪُسڻ!
ماءُ سامهون ڌيءُ ٻڪاري جو لُڄڻ.
هڪ پلڪ جي پيڙ صدين جي سزا
پيار جي جهٽ ۾ زمانن جا مزا.
ڇا تہ گهاٽو ڇا تہ ماٺوءَ جي منڊي!
ڪال - ڪوئي، موت: ڪلين ۾ ڪُنڊي.

ٿارچر سيلن ۾ آ دانشوري -
ديوَ جي دهشت ۾ آزادي - پَري
زنــدگــي،
هئہ زندگي!

=

## جنوري 1984ع او امان !

تنند تـڙپي تڙپي آخر پئي ٿـتي،
وات وهندڙ هئي مگر وڪ وئي ڪٽي.

ڦڙڪي ڦـڙڪي مامتا مُرجهي وئـي،
سِجهہ اُجهي ويو گگهہ اوندهہ تي وئي.

ها تہ منهنجي هانءَ تي بجلي ڪِري،
گهر جي ڇت ڇا ڇڻ تہ پئي بستي ڪري.
... ... ... ...

سورهين جايس ۽ سترهين چورڙو،
اڌ صـديءَ جـو دور ايڏو تورڙو !

ياد رک تاريخ سترهين جنوري،
تو ۾ منهنجي ماءُ جيجل وئي مَري !

باهہ منهنجي هانءَ ۾ پئي آ ٻري،
پَجرندو پَچندو مگر پيو تـو جيان.

اوچنگارون، چاتـي، دل پئي ٿم ڏري،
مان جهچيو، جهرندو مگر پيو تو جيان.
... ... ... ...

اڄ ڇڏيو مونکي وَڃين تـي او امان !
مان ڏريل اڳ ۾، پُڇين تـي او امان !

اڄ تہ آهيان مان غريبن کان غريب .
بي سهارو، بي محبت، بد نصيب.

چورڙي جو هٿ جهلي، پارت تہ ڏي !
ٻئي نہ کنهن، تہ بہ ربّ کي پارت تہ ڏي !

منهنجي، منهنجي پياءُ کي پارت تہ ڏي !
ٽڏڙي، کوسي واءُ کي پارت تہ ڏي !

منهنجي پُٽَ قربان کي پارت تہ ڏي !
پوڙهڙي جي جوان کي پارت تہ ڏي !

ياد ٿم، هر کنهن کي تنهنجون پارتون،
کير ڏيندو هاڻي منهنجون پارتون؟

کير لاهيندو امڙ، سِڪَ جون اُڃون؟
(١) کير کوئيندو پيلا مونکي "پُنهون."

مان جو دل بيچين کجهہ کنئرو - کچو،
کير چوندو: "منهنجو سودائي بچو."؟

کير گهرندو ۾ دعائون ايتريون،
ٿر جي واري، جر جي لهرن جيتريون.

جهول تنهنجي ۾ مان جهوميس اڌ صدي،
اڄ تہ تنهنجي کٽ کلهي تي آ کجي.

(١) پنهل شاهہ منهنجو اصلي نالو. امڙ، پُنهون سڏيندي هئي.

تنهنجي ڪَٿَ،منهنجو ڪلهو، هي مرحلو،
مامتا جو موت، جيوت - جرجلو.

موتَ مارئي، او اندا، ٻوڙا اجل !
توتئي ڪان تيزاب ڪان ڪوڙا اجل !

تنهنجي چنبن جو جَهٽيو، موٽيو نہ سو،
ڪين جي ڪَن ۾ سڻيو، موٽيو نہ سو.

مان سوا تنهنجي جيان، جيئندس تہ پيو،
ڪجهہ بہ ٿئي منهنجي امان، لڇندس تہ پيو.

حشر ٿئي، اڳ ۾ ئي مان تنهنجو پُڇان،
ربّ جو جلوو ڇڏي تنهنجو ڇُمان.

ڪاش محشر تي پوي اڄ ئي امان !
مان ٻُڌڪي ، ٻوڙي اچي توسان ملان.

پر خدا حافظ، ملڻ مشڪل وري،
پنهنجو پهرينءَ پر جيئڻ مشڪل وري.

تنهنجون يادون چنڊ جون چانڊوڪيون،
مان أماوس مونکي اوندهہ - ٻوڪيون

تنهنجون يادون سنج جا ڪرڻا، امان !
منهنجي جيءَ ۾ سُورَ جا جهرڻا، امان !

تنهنجون يادون روشنيءَ لاتون، اگر،
مونکي هوري هوري ٻاريندين مگر.

ها، مان جيئندس تنهنجي محبت کي ڪٽي،
پر نہ سگهندس درد - پربت کي ڪٽي.

ڇيله منهنجي تي ڇڄي پئي آ امان !
زندگي تي اڌ مُئي پئي آ امان!

منهنجو ڪرنگهو ضربجي پيو آ، امان !
مونکي سُڌ ناهي تہ ڇا ٿيو آ، امان ؟

منهنجو بابا ويو تہ مان لُرزي ويس،
تو ڇُني نپري تہ مان سَنيلي ويس.

هاڻ منهنجي ڪو ڇُني نپري نہ ٿو،
منهنجي ڇِلجڻ تي بہ ڪو ڇرڪي نہ ٿو.

هاڻي مونکي ڪو دعائون ڏئي نہ ٿو،
ڪڙڪندڙ ڪاڙهي ۾ ڇانئون ڏئي نہ ٿو.

هاڻ مونکي ڪو دلاسا ڏئي نہ ٿو،
هن نراسائيءَ ۾ آسا ڏئي نہ ٿو.

تون هُئينءَ مون سان اٿاهہ اتساهہ هو،
صبح، سانجهي، مون سان گڏ الله هو
... ... ... ...
پيار مرندو ٿي نہ آهي، ڇو مَري؟
سچ ٺرندو ٿي نہ آهي، ڇو ٺري؟

مان اندر ۾ دربدر پيو ٿو جيان،
جهومندو، لچندو مگر پيو ٿو جيان،
... ... ... ...
تنهنجي هڪ تخليق تڙپي ٿي پئي،
سُورَ جي ساگر ۾ پڙڪي ٿي پئي -
زندگي،
هئہ زندگي!

=

## اپريل ۱۹۸۴ع

ڪوٽ ڪارا، ٿاڻا، بوٽ، پينٽون، پٽا،
ديس - ڌاڙو، ڌاڙ - ووڙينڊڙ ادا، (۱)
رهبريءَ جي راهه تي رهزن وڏا،
ڪيس ڪوڙا ڪيترا، ٽورا سچا.
شاهديون جڙتو، بيان بوگس جهجها،
تاڪ پينگيا ڪاٺ ۾، ساڳو بچا.
ڏيهه ۾ ڏسجن ڏني جا پٽ چٽا،
سامراجي راڄ ۾ ڏايا ڏچا.
پنهنجا هاٿو پنهنجي هيٺن لئه هچا،
”ڏايو - گابو“ جهنگ جو قانون آ،

عدل جي اندير ڪان عزت لٽي.
زندگي،
هئه زندگي!

=

(۱) ڌاڙو: وڪيل

قرب ۾ ڪي، ڪي ڪڙولن ۾ ڪڙيا،
ڪي ونيءَ تي ڪي بنيءَ تي پئي لڙيا.
ڪي سچائيءَ تي مچي سُوريءَ چڙهيا،
پر پڪڙ ۾ اڻ پڙهيا توڙي پڙهيا.

ڪيتري چڪتاڻ وئي آهي وڌي!
زندگي،
هئہ زندگي!

=

فرق آ خوشحال ۽ بدحال ۾،
اڻ ڳڻين عيشن ۾ ۽ جنجال ۾،
چڻ تہ ڪو آڪاس، ڪو پاتال ۾.

وڌ ۾ وڌ ۽ گهٽ ۾ گهٽ دل آ ٽڪي-
زندگي،
هئہ زندگي!

=

ياد ٿم، لانڍيءَ ۾ سيءَ ۾ چُلهہ مٿان،
(۱) ماءُ وجهي ڪانا ۽ مان معنيٰ پڙهان،
صبح جو چوٿين جو ڏيڻو امتحان،
ٻاروتڻ جو شوق ڪو نمبر ڪٺان،

تيل گم هو يا پيگل هوندي بٽي!
زندگي،
او زندگي!

=

(۱) سنڌي سونهين لفظن جي معنيٰ

## جون 1984ع

(۱) هي پريون ڳوريون چپر جون، عورتون.
گاهه کي ڏوتئون مگر خود گدليون.
هي بہ ڪن جون بيگمون يا پينرون.
جُهور پوڙهيون، ڪي وچوليون ڪي پڪيون.

هي تہ ڏِس ڳاڙهن ڳلن سان نئين ننڍي !
زندگي،
هئہ زندگي !

=

ڪن جو سهٽو نرڙ، روشن قسمتون.
جيئڻ نوري، چام تو ڳولي لهي.
ڪن جي کهري هٿ جون لِيڪون محنتون،
جنس نازڪ ڪٿ ڏِٺو تي تي وهي.
ڪن جو گهورڻ گنجِ، مُرڪڻ دولتون،
نينهن، ناٽو جنهنکي ناهي سو نهي.

ڪن جي ڪيچ تي پارڙو، سِر تي مَچي،
زندگي،
هئہ زندگي !

=

(۱) چپر جو گاهه کپائيندڙ.

ڪي ڪٽي خوشيون هلن ٿيون هِير جان،
ڪن جي چنگهن ۾ گهڙيون زنجير جان،
ڪي ڪُچن ڪندون، ڪِلن ٿيون ڪير جان،

ڪي رئن گونگو، وهي گوندر - ندي،
زندگي،
هئہ زندگي !

=

خوش مزاجيءَ کي غلط مون سمِجهيو،
جوش طبعي، تانگهہ جو جذبو نہ هو.
حوصلو منهنجو گهٽو وڌندو ويو،
قرب هن جو عشق جو آڌمو نہ هو.
شوق منهنجو تار ٿي اٿلي چُڪو،
هن طرف وڌ وهڪرو گهربو نہ هو.

هيتري مُنهن، مُنهن سان شايد ڪئي ٺڳي،
هوءَ تہ آهي مان بہ آهيان ڪجهہ لڄي!
زندگي،
هئہ زندگي !

=

## ڊسمبر 1984ع

”باسُ“ هر هڪ کي ”پريچنگ“ ڪئي اها،
ٻيگهہ ٻي ڪانهي، بريفنگ ڪئي اها:
هي جو رفرينڊم آ سو آ ٻَمُ مٿان.
پاڻَ آهيون باهہ، پاڻي درميان.
فڪر ناهي جي نہ ٿيا ووٽر ڪٿا،
پاڻ. وٺ پرچيون، پَنا هوندا ٿيا.
روبرو. گفتار، قونن تي دَٻاءَ،
ڏيڌ ٻي ڏاري ٿيا پُورا اُپاءَ.
بانگ ڪانپو تي وي تي اعلان ٿيو:
”شڪر آهي دين اڄ ذيشان ٿيو.“
ڪا بہ ڪاوڙ ڪانہ ٿي يزدان کي،
ٿورو ٿورو شرمندو ”شيطان“ ٿيو.
هر زماني آيتن جي چاڻ ۾،
جو بہ ظالم سو ظِل - سبحان ٿيو.

نام نُوري، چال اوندهہ ۾ نُڳي-
زندگي،
هئہ زندگي!

=

## ڊسمبر 1984ع

روز ٿي وي رات جو ڦٽي پئي ڪري،
خلق سا الٽيون چَٽي لئي پئي ڪري.
وهم جي برسات ٿي ويءَ تي وَسي،
دوڏ ٿو ”ڏِن رات“ ٿي ويءَ تي وسي.
صبر جون ڳالهيون سٽايون ٽيون وچن،
ننڊ جون ٽيلهيون لڳايون ٽيون وچن.

جو اٿڻ چاهي سُمهي پئي هي صدَي-
زندگي،
هئہ زندگي !

=

واسَ نالي بانس پئي ڦهلائجي،
نئين نسل جا نڪ بہ نِرجا ٿي ويا،
ڪنڊ ويڙهي زهر پيو ڳهرائجي؛
ڳهندي ڳهندي پيٽ ٽانڊا ٿي ويا.

عام سان تفريح تي ايڏي نڳي-
زندگي،
هئہ زندگي !

=

## جنوري 1985ع

وقت ويندڙ سج، ته سيارو چوان.
واءُ اتر جو بُت ۾ ٿو سِيرون وجهي.
پيرَ ڏنيپي ياڏَ، سِيءُ سارڙي مٿان،
ٿرڪندڙ جاڙي، ڪُڙهي اڳتي وڌي.
ڪُنبَ ۾ ماڻهن، ڪُڙهين جي چپ - چپان،
پيٽ لئي انسان ننگو تي نچي.

ها ته آهي جار ۾ ڦاتي مڇي،
هو ته ڏس، هُن جي ٻُڪئي مُنهن تي خوشي!
زندگي،
هئه زندگي!

=

ڪٽڪ نارڙيءَ جون قطارون واهوا!
هارَ هاريءَ پنهنجي "جيڏيءَ" کي جڙيا.
سَرهن پيلي جون قلارُون واهوا!
پينئر، ماڪيءَ جون مکيون، پوپٽ مڙيا.
مالوارن جون تنوارون واهوا!
ساڳ ڪانبن ۾ خوشين ڪان ڪلڪڙا.

قسمين قسمين پوک، پاڻيءَ تي پکي،
زندگي،
هئه زندگي!

=

يادتم جوين جو هڪ هڪ واقعو،
ڪو ڪٿي ابڙي، لِڪي هوندم لڪيو.

ڇا لڪان، ٻِڌَ تان يڪڙ لاهي ڇڏيان؟
آڳ سوگهي تو رڪان، دونهون ڪيان.

"سائين مونکي دل سان ڪو ڦيٽو رکو."
خشڪ چَپ، لرزي زبان، جُملو ڏڪيو.

جڙ تہ اُن جي انگ انگ اٿلي چيو:
منهنجي سِڪ کي شوق جي چَپ سان چڪو.

روبرو سيلاب جذبن جو ۽ مان،
پل صراطي لِيڪ تي لرزان، لڏان.

ضَبط جي جنت ۾ تَڙپان پيو، اُڏي
شوق جي دوزخ جا شعلا ويا لڳي-
زندگي،
هئہ زندگي !

=

## جون 1985ع

يارَ ور ور بيل تا در تي هٽن،
چڻ تہ سانوڻ ۾ ڪڪر هر هر وسن.

(۱) دوست هٿ ۾ تا تمايون چِٽ وجن،
چڻ تہ پَت - جهڙ ۾ اگهڻ تي پن ڇٽن.

ها جڏهن ڪان قرب، ڪوشش تي شروع،
ڪنهن نہ ڪنهن پڙ پر سفارش ٿي شروع.

(۲) رُت پرئڪٽيڪل جي يَج بُڪ وئي وڌي،
زنـدگي،
هئہ زندگي !

=

هوء هَتي جوين ڪان، موهي تي مگر،
مان بُڪيون، پٽريون ۽ بيمار آ جگر.
مُرڪ سان مرڪڻ، نهارن سان نظر،
چقمقاٽو سونهن ۽ سڪ جو اثر.
جڻ وهي موتي پئي آ چو تہ يَرَ،

هوء لجي ٿئي تي نہ تو ٿيان مان لجي-
زنـدگي،
هئہ زندگي !

=

---

(۱) چِٽ: سيٽ نمبرن جونُ چِٽون.
(۲) سائينس جي شاگردن جا پرئڪٽيڪل امتحان.

ڳهور جا ڀرپور چاهت سان ڀريل،
جنهنجي عڪسن ۾ عجب جي دلڪشي.
مرڪ جا مخصوص لذت سان ڀريل،
جنهنجي چمڪڻ ۾ غضب جي دلڪشي،

رنگ تنهنجي منهن تي پيارو پيار جو،
جنهنجا تجلا منهنجي دل تي پيا پَون.
شوق تنهنجو چڙ تہ ڌارو پيار جو.
جنهنجا ڇَلپا منهنجي دِل تي پيا پون.

پنهنجي حالت جي حقيقت ڇا ڪريان،
ڇا الائي ٻُت ۾ ٿيندو ٿو وڃيم.
لطف، لذت جي وضاحت ڇا ڪريان،
"عيش عشرت" ياد ايندو ٿو وڃيم.

عيش، عشرت جي وضاحت ڇا ڪبي؟
زندگي،
هئہ زندگي !

=

## جولاءِ 1985ع

مالِ جا ڏڻ ٿا وڃن گهر ڏي وريو،
ڏينهن سارو جهنگ، پيلو ٿن چريو.
پيٽ ڪن جو پر اڃا ناهي ڀريو،

هُن چَڪيو ٻُوڙو، ٻيولي هِن پَٽي -
زندگي،
هئہ زندگي !

=

ڏوڙ ٿاٽي، ڏڻ، ڏنارن تي چَٽي،
لوڙ ساڳي توڙي ڪئي صديون لنگهيون.
ڏاڍ ڪوڙهئي، ڏيهہ جي ڌرتي ڏَٽي،
قهر ڪاريهر نيون واتون ونگيون.

ڏوڏ، ڏوڪي سادگيءَ جي دل سَٽي،
گوڏ چا ڦاٽي، ڀِني ڀئي اَ ڦَٽي.
زندگي،
او زندگي !

=

سج سرخي اپ ڪي لائي لهي،
سون پگهريل جو ٿو چِڻ واهڙ وَهي،
چِٽَ شفق جو ڪيرٽر تي ٿو رهي،
قرمزي، پيلو، گلابي، نارنگي -
زندگي،
او زندگي !

=

ڪو ڪٽي ڪيڏو ٻه پَرڪي ۽ لِڪي،
هر طرح ”سِڪ - چِڪ“ تي هڪ ٻئي ڏي تڪي.

تاب تي بيتاب هڪ ٻئي ڏي تٽي،
ڪيترو چاهت تي چاهت ڪي وٽي!

عقل پهرين ست اجهامي ٿو وڃي،
آڳ تي پارو اڏامي ٿو وڃي.

خواهشن جو جوش منهن تي ٿو اچي،
انگ انگ ايري اکين ۾ ٿو نچي.

دل جو جذبو وير آ، ٿو ڪيو چڙهيو،
هَڙ حيا ٻوڙيو، پرم ٿوڙيو، لهي،

عاشق ۽ معشوق چاهت چقمقي،
زندگي،
هئه زندگي!

=

چنڊ چمڪيو تورڙي پئي گوڏي اڳيان،
دل چڪوري ڪيترو اڏري به هئي.
گفتگو رسمي ۽ سطحي ئي سهي،
منهنجي من تي نقش ٿي اڪري به هئي.
هي گهڙي، ڪڪري چڙهي پڪڙي، ٽڙي،
سمنڊ جي پاتار کان گهري ته هئي.

مون گهريو ساگر مگر ڪڪري وُئي -
زنـــدگـــي،
هئه زندگي!

=

تون ڇهين پئي ساز کي مضراب ٿي،
مان وڃان پيو پَٻَ کان پيشاني پکو.
توکان مان تيرنهن دفعا بيتاب ٿي،
توسان جڙجيو ٿو وڃا جاني پکو.
تو به پنهنجون سڀ حدون ٽوڙيون مگر،
منهنجي بيباڪيءَ جي ڪائي حد نه آ.
تون به معشوقيءَ ۾ آن اوّل نمبر،
منهنجي مشتاقيءَ جي ڪائي حد نه آ.

چڙهندي- ساگر جو سنگم قدرتي-
زنـــدگـــي،
هئه زندگي!

=

## ماه رمضان (مئي 1986ع)

روڊ سوڙها سي ڪشادا ٿي ويا،
بوڙ-بُڪ جو ڇهڇٽو ويندو رهيو.

عام ماڻهو هاڻ واندا ٿي ويا،
ڇو تہ مزدوري، ڏنڌو ويندو رهيو.

فائدا هڪ ڇا، هيڪاندا ٿي ويا،
پان ڇا، ڪوسو، ٽٽو ويندو رهيو.

بيشڪ آهي هي مهينو "برڪتي"
زندگي،
او زندگي!

=

پِير روزي ساڻ اي - سي ۾ سُتو،
بوڙ، اسَ ۾ ٿهلڙيو پائي پيو.

چانءِ ٿڌڙي ۾ وينو وهنجي مُلو،
تاڪ نٿهڻ ڪو پَهڻ ڇائي پيو.

خان ڪٿ تي تاسَ جي رَس ۾ رڌو،
ڳاهہ ڳاهو باهہ ۾ ڳاهي پيو.

ٿاڪ منجهند، مئي مهينو ڏر تتي،
زندگي،
هئہ زندگي!

=

ڪُوڙ ريڊئي، ٽي وي تي ڳالهائجي،
خير سان سرڪار روزو آ رکيو.

ماسُ مزدورن جو مِل ۾ کائجي،
رحمدل زردار روزو آ رکيو.

ڏاڍ ڪان گهر گهاٽ پيو ٿو گهائجي،
چو ڪُڇي، اخبار روزو آ رکيو.

ديس جي دغلي طريقي آ ٽَڪي،
زندگي،
هئہ زندگي!

=

(١) قتل جن جا ڪوڙ ڪرايا اٿس،
اڄ بندوقن سان اهي ڪڙڪي چُڪس،
پاڻ جهوري پُٽ اقبت ماري ويس،
پاڻ هو روپوش هي جا ڪل پيس،
انتقامي آڳ ٻي دل ۾ ٻريس،
”وِيرونبو“ پيو هٽي جهنگ ۾ جَهڳي،

زندگي
او زندگي!

=

(١) شايد هي ميهڙ طرف جو واقعو آهي.

هُوءِ سهڻي جان سِڪي پئي هُن ڪپر،
آءُ ميهر جان لـچان هِن پر مگر.

جستجو سان جستجو هئي هم نظر،
گفتگو سان گفتگو هئي هم سفر.
هو نہ سهڻي،مان نہ ميهر مختصر:
ميز وچ ۾ تي لڳي سِنڌوندي،
زندگي،
هئہ زندگي!

=

منهنجا نينگر چِڙ چڙيا مونکي لڳن،
ڪجھ چوڻ تي تيلي تي پڙڪي پون.

گهر ۾ جي مهمان موچارا اچن،
ناز پرور، نازنين، نازڪ بدن.

تانبا، تانگر تي تا جَهٽ ٿهڪي پون،
گفتي گفتي تي ڪِلي مهڪي پون.

نوجوانيءِ جا جُزا جَهرڪي پون،
دلڪشي جي ديد ۾ ڪيڏي خوشي.
زندگي،
هئہ زندگي!

=

ٺاڪ ۽ پوشاڪ ۽ خوراڪ ڏار،
مسجدن ۾ ڪول محمود ۽ اياز.

پَر ٻنهي جي ۾ برابر آ آڌار،
پر ڪبوتر آ ڪبوتر، باز باز.

جنگ جو سڏ، ڪاچ جو ناهي قرار،
ساز ماتم جو نہ ٻنجي دلنواز.

اهنجي سهنجي ۾ وچوٽي آ وڏي،
زندگـــي
او زندگي!

=

(١) دل جي ڪنهنجي ٿي، درستي ٿي ٿئي -
مير صاحب جي، نہ ڪنهن مزدور جي.

سيٺ، ڪينسر سان بہ يورپ ۾ جئي،
ناهہ نوڪر لئي دوا ناسور جي.

دور نئون ماحول کي نئون موڙ ڏئي،
ترت ٿئي ڪا بهتري نئين طور جي،

ديس سان گڏ منهنجي دل پئي آ ڏکي،
زنـدگـــي،
هئہ زندگي!

=

(١) ڪنهجڻ: خراب ٿي پوڻ، ڪو ڪانجائو ٿي پوڻ.

## آڪٽوبر 1986

ديرتي ڪاليج ڪي، الريو آهيان،
منهن تي چِلپو تڙ تڪڙ سنبريو آهيان.
سائيڪل تي، چئونڪ ڪان گذريو آهيان،
داخلائون پيون هلن واندو آهيان.

واندِ پر ماٺي ڪٿي مون محنتي.
زندگـــي،
او زندگي!

=

سينئر ڪاليج جو پيا تا سڏيو،
انتظامي ڪم ۾ زوري تا گڏيو،
ڪجهہ پڙهان مونکي ڪري آجو ڇڏيو،
شاهہ، پيلو، گوئٽي، پشڪن تہ ڏيو!

سوچ مون جن سان سلهاڙي آ ڇڏي -
زندگـــي،
او زندگي!

=

هارَ، سيخن ۾ ٿنبي، ٿچڪائي ٿي،
سوچ - ڪُرڙي ٿي تئي تي ٿي پچي.

سوپَ، ماٺهن - ميڙ ۾ مرڪائي ٿي،
چئونڪ تي ڦيريون ڏئي فاتح نچي.

تيز آ تيزاب ڪان قاتل شڪستَ،
جو ٻہ ڪائي دل، جگر، آنڊا ويڙي.

جيت جو جوش آ مگر مغرور مست،
جو ٻہ جيتي سو ڪُڏي ڏايو پڏي.

ڪنهن تہ هارائيٰ چڏي، ڪنهن آ ڪٽي-
زندگي،
هي زندگي!

=

بات ڪهڙي فتح واري رات جي،
حسن، جوين جو خزانو ويو ملي.
ڪهڙي قيمت لطف جي لمحات جي،
چئن پهرن ۾ زمانو ويو ملي.
لاٺ سِڪ جي، جوت هئي جذبات جي،
ٻن جوانين کي بهانو ويو ملي.

روشني ئي روشني ٻُت کان ٻَتي.
زندگي،
هئہ زندگي !

=

## فبروري 1987ع

(١) ڪلهہ مِنيٰ ۾ ڪيترا ٻڪرا ڪُٺا،
گوشتَ آڏري ها پشاور ۾ پُڳا.

پنهنجا رشتا ۽ عقيدا ٽيا ٻُٽا،
اڄ شتيلا ۾ ٻکيا ڪائن ڪُتا.

ڇو عرب، اسلام جي غيرت گٽي؟
زندگــي،
ڏس زندگي!

=

ڪو شتيلا ۾ مري تڙپي لڇي،
ويٺا ٽس وارث اڳئي ڪاتيون ڪيئي.
ڪنهن پٽيس ٻوٽيون تہ ڪنهن مُنڍي ڪٽي،
ڪنهن تہ وَهندي رَتُ اٽي جِي سان ڇٽي.

ڪنهن ڪچي ٻُوٽي چَکي ۽ ڪنهن رڌي -
زندگــي،
هئہ زندگي!

=

(١) سعودي عرب مان اضحيٰ جو گوشت هوائي جهاز رستي افغانين کي پهچايو ويو، (هوڏانهن فلسطيني ٻار پيا ڪُتا کائين.

## جولاءِ 1987ع

(١) ٻائلسز تي آ گذر، جيءَ ۾ جُهرڻ،
ڏينهن هڪ ۾ ٿي ڪري ڏڪندي ڳٽڻ.

بيک جيوَن جي مِشين ڪان منگڻ،
ختم دولت، ملک کان مددون گهرڻ.

هئہ ڙي هئہ او زندگي تولئہ هجڻ!
(٢) برف تي آ باهہ، ٻازو تي پٽي.
زنـــدگـــي،
هئہ زندگي!

=

## آگسٽ 1987ع

شاهہ فيصل نام تي بستي نهي،
قوميت، دولت اڳيان وئي آ وَهي.

راهرو ٿي واهرو هِت پيا رهي،
ٿي مفادن تي ٽڪرجي نئين نهي.

ملک جو ماحول ماتي ۾ مهي،
زور جي ڪمزور تي ڪٽڪي وڏي-
زنـدگـي،
اوزندگي !

=

(١) ڳوٺ ريپرتو لڳ دربيلي ۾ هڪ اهڙو ٻائلسز تي گذر ڪندڙ بيمار ڏٺم.
(٢) ٻائلسز جي ڪري ٻانهن تي پٽي.

## پهرين محرم 1987ع

چنڊ بيٺو، اڄ پهرين محرم جي آ،
سال متبي منڊ تي ماتم جي آ.

جسم زخمي، جستجو مرهم جي آ،
مامَ ماضي، هامَ پر هِن دَم جي آ.

تيغ موڳي، ايج اينٽم بم جي آ،
مونکي پاٽي، توکي گهر زَم زم جي آ.

ارتقا ۾ زندگي آدم جي آ،
سوچ، ڪلهه جي ڪوچ، تنهنجي ڪم جي آ؟

ڪِٿ صدي پندرهين، ڪٿي پهرين صدي!
زندگي،
او زندگي!

=

پيءُ مرضيل آهي ۽ قرضي بہ آ،
گهر جو پُٽ جي ٽيڪ تي آهي گذر.

نينگرو صالح ، سُنو درزي بہ آ،
هڙني جو جيئدان آ، هُن جو هنر.

باهہ تي ماتم جو ڪهڙو فلسفو؟
ازخود ئي دوزخ ۾ گهڙڻو تو پوي.

وَر وڪڙ ويسہ جو آهي سرسلو،
ڏنگ ماري ٿو تہ ڏرڻو تو پوي.

هي جو ڪونئر پُٽ پڻيندي ويو پَچي،
ٿي عقيدي جي رَسيءَ سان خودڪشي -
زندگي،
او زندگي!

=

پيءُ پوڙهو وَئي اُتس ٿي بي وني.
ماءُ نہ ڪا درزڻ نہ ڪا دائي وڏي.

پُٽ پڙهيو پورهئي مزوريءَ ڪان لڄي،
گهر ڏٺي ووڙي، وِرءُ وئي ٿن ڪپي.

بار ننيڙا تا پُڇن: ماني پَڪي؟
زندگي،
هئہ زندگي!

=

## سيپٽمبر 1987ع

يا تہ جذباتي لهر ۾ وئي لڙهي،
يا تہ ريت ۽ رسم جي طوفان ۾!

يا تہ "بيوه بيوه" جا پٽڪا ٻُڌي،
اڌ چري ٿي پئي، گِهڙي شمشان ۾.

(١) - يا تہ سڙجڻ لئي سدا ديوي سَتي،
جان ۽ جوين ڏنائين دان ۾.

يا ڏنس ٻي جوڻ کا ڏايي هُشي:
جاڻ جائي بنگلي ۽ بستان ۾

سائنسي هِن دور ۾ ايڏي اندي!
آ اجا کو پرم جي بيبان ۾.

لوڪ ڪِٿ روڪي، ڏِنائون ٿي هَٿي.
آگ اگري ۾ اڱرتي وئي آدي -
زندگي،
هئہ زندگي !

=

(١) روپ ڪنور، راجستاني حسينہ، جيڪا پنهنجي پتيءَ جي موت تي جيئري ئي ڏاگهہ تي چڙهي سڙي سَتي تي وئي • (اخباري خبر)

## * سيپٽمبر 1987ع

شهر، سنجهو، هوٽلن تي ڇهڇتا،
چئونڪ تي ڪوسا، ٽڏا، چرچا-گهڻا.

روشنين رنگين ٿي وين تي مزا،
اوچتو بازار ۾ ٺڪاءُ، ٺڪاءُ.

ٺڪ ڪلاشنڪوف جا شعلا، ٺڪاءُ،
خوف، هيبت، موت کان ماڻهو ڀڳا.

ڇو ته ڌاڙيل محلي ۾ گهسڻ لڳا،
وحشي جذبا هوش کي لوهڻ لڳا،

ڇڻ بگهڙ، ڇيلن کي ها ٻوهڻ لڳا،
فون "جانبازن" کي پڻ پهچڻ لڳا.

جيڪي چوڪيدار ٿي هٿ تا اچن،
تا ٻڌون وَسيلا وڏا ڳولڻ لڳا.

ڇڻ ته تا همراهه ميڙي تي وڃن،
پير، هَٿ ماحول جا ٿڙڪڻ لڳا.

توڙي صبح ۽ شام تا ڏاڍيو پڌن.
زندگي شعلن جيان ڀڙڪڻ لڳي،
زندگي،
او زندگي!

=

* 9-9-1987ع تي دادو شهر ۾ ڌاڙي ۽ اغوا جو واقعو ٿيو، ڌاڙيل سنجهي ٿي زورو ڪري وچ شهر مان ماڻهو اغوا ڪري ويا.

## * ڊسمبر 1987ع

** ها، حڪومت جي سپني جي پنهنجي طلب،
ڦوهه جوڀن جي جذبن جي پنهنجي طلب.

هائو، برباد لوڪن جي پنهنجي طلب،
پو به شاديءَ جي شوقن جي پنهنجي طلب.

عام انبوهه، جلسن جي پنهنجي طلب،
گهوٽ ۽ ڪنوار رشتن جي پنهنجي طلب.

دور دنيا جي ڏنڏن جي پنهنجي طلب،
اور دل جي امنگن جي پنهنجي طلب.

ڪامرانيءَ جي جشنن جي پنهنجي طلب،
۽ جوانيءَ جي جشنن جي پنهنجي طلب.

هي سچو سرسنلو قدرتي، فطرتي.
زندگي - زندگي.

=

ها، حڪومت، وزارت جو پنهنجو مزو.
ڪڙم جي قرب، محبت جو پنهنجو مزو.
ٿا پون هار، عزت جو پنهنجو مزو،
ساٿ سرتي جي سنگت جو، پنهنجو مزو.

---

* ١٨-١٢-١٩٨٧ع تي محترمه بينظير جي شادي محترم آصف علي زرداري سان ٿي.
** هن ٻن نظمن جو وزن ٻيو بنجي ويو. نظم جنهن وزن ۾ جڙجي ويا، ان ۾ ئي رکيا وڃن ٿا.

ملڪيت، مال، طاقت جو پنهنجو مزو،
دوستي، دل جي دولت جو پنهنجو مزو.
باهرئين شان شوڪت جو پنهنجو مزو،
فئملي عيش عشرت جو پنهنجو مزو.

هي مزي ۾ مزو هي خوشي ۾ خوشي،
جيتري دلبري تيتري دلڪشي -
زندگي - زندگي.

=

جيترو زورائتا غم تنا وسن.
اوترو سرها نديون، نالا وهن.
جيترو و ماتم ۾ ڪو سينو ڪٽي،
ايترو عيدن تي ڳائي ۽ نچي.
جيترو پيڙن ۾ ماڻهو پيڙبو،
ايترو اَجو ٿيو ايندو مزو.
رنج يارهن سال ڇهتيا ها، ڪٽا،
گنج عيشن جا ڦلهاريا ۽ ڦٽا.
عام ڪان تا خاص جذباتي خوشي،
هِن صدي شادي نہ اهڙي آ ڏٺي،

”ڪالهہ سُولي، سيج اڄ وئي آ سجي“
زندگي،
هئہ زندگي!

=

## ڊسمبر 1987ع

(٠) سون ڏنو بيهوش هو بَردو پيو،
گيتڪار آواز هو گونگو پيو.

ساهه آهي ختم پر اتساهه آ،
گُم ڪيري ڪيئن چوان آڙاهه آ!

لفظ نازڪڙا، مِنا پٽڪن نه تا،
فڪر،جذبا، ذات، ذاتءُ جهومن نه تا.

ڪالهه هُل هوڪار، اڄ ٻولي نه ٿو،
چا ٿو پائيِن، پيد ڪو کولي نه ٿو؟

بردو چاهي، موتَ، تنهنجي جهول ۾!
چڻ تہ سنڌو، سمنڊ جي آ ٻول ۾.

دريا ڪو ساگر وٺان موٽي نه ٿو،
جو مَري ۽ سو وري، سوچي نه ٿو.

ويندين ورندين تون نه، سئو تي سئو سچي،
ٻاتَ تنهنجي پر ادب ۾ وئي بچي.
زندگيَ،
او زندگي!

=

(١) بردو سنڌي: نوابشاهه اسپتال ۾ ۽ گهر ۾ به بيهوش ڏٺم.

زنـدگـي اهـڙن تـہ جلـون جو وجود،
روشـنـي جنـهـن جي ڪان انڌن ۾ بہ نُور.

زنـدگــي پـرپـور جذبـن جو هـجوم،
جنهن ڪان معذورن جي تن من ۾ سرور.

زندگي سـهـڻن نظارن جو سرود،
هـو ڏِسـو، ٻـوڙا بــ سِر ڏوڙين پـيـا!

زندگي قيدن ۾ آزادي جو ناد،
ديد سان گونگا، غزل چيـڙين پـيا.

زندگي، بـحـر ۽ بـيابان جو ملاپ،
رڻ مٿان برسـات - ٻُوندون رقص ڪن.

زندگي، ماڻهوءَ جي خوش فهميءَ جو خواب،
خود فريبيءَ تي اميدون رقص ڪن.

۽ اميدن تي يقين دِل ٻَڌي.
زنـدگـي،
او زندگي!

==

31-12-1987ع

مونکي وئڪيشن ٻه آ، فرصت ٻه آ،
(١) ايڪٽيهين "ڊيس" جي سردي ٻه آ.

(٢) ايس ٻي سنگت ڏني دعوت ٻه آ،
ساٿ ساٿين سان ڏيان مرضي ٻه آ.

ڪوڪ ڳاڏي ڪئي ڇڏيم ماني پڪي،
ٽرين پڪڙي ٿم ٽڪو ٽڪڙو پڄي.
زندگي، ها زندگي !

=

(٣) ڇا ته "موهين" جو تمدن آ حسين!
نازنين تهذيب، ڪلچر مه جبين.

چنڊ تهذيبون ٻيون هي آفتاب،
ان زماني جي عمل ۾ انقلاب.

شهريت جي نقش ۾ جدت شعار،
ارتقا جو ان سمي جو شاهڪار.

همنشين ۾ اتم، عالي مقام،
نينوا، بابل ڪيو هنکي سلام :

---

(١) ڊيس: ڊسمبر مهينو.
(٢) ايس-ٻي( سنڌي ٻارڙا) موهن جي دڙي تي فنڪشن ٿيو.
(٣) موهين: موهين جو دڙو.

ڪوهه، ناليون، تل تلاء، ڪوئيون امل،
ساز، ڳهٽا، ٿانءَ ٺپا، مهرون امل.

سنڌ جي واديءَ جي جهوني درسني،
ڪالهه، اڄ توڙي سڀان جي روشني،
زندگي،
هئي زندگي !

=

9-1-1988ع

رات جي تاريڪ پردي ۾ ڇپي،
پيو به اسٽور آ ڪيترو ڪنهن بئي اچي.

ڊاڪٽر هڪ دوبدو اسٽور ٻه،
چڙ ته هڪڙي مينهن سُوئا، چور ٻه.

ڪا به ”پرچي“ تا ڏسن بئي تا تڪن،
تا اشارن سان مريضن کي سڏن.

اقتصادي ”گهرج“ تي پائر وڙهن،
هي به تا اڄ پا سيان ڏسجو لڙن.

روز پالن ڪيڏي نفرت تا وڏي.
زندگي،
هئہ زندگي !

=

## جنوري 1988ع

(۱) گهوٽ راجا، ڪنوار سا، ڪاجا هئي،
چاهنا اڳني، اِڇا شعلا هئي.

گهرج جسم ۽ روح جي چا چا هئي،
شوق جي شادي ٿئي، مچنا هئي.

عشق هندو ڪان مسلمان ڪان مٿي،
ڇو تہ انسان آهي ايمان ڪان مٿي.

رسم، ريتن، راڄ ڳڌجي جو پڙهيو،
جيءَ انڪان اڳ ٻنهي جو هو جڙيو.

وَر، وَنيءَ ڪي قهر ڪاوڙجي ڪُنو،
آدمي انڌي عقيدي ڪان مُنو.

ميڙ مچريو جوش ۾ جهوميو ٿي پئي،
سونهن، سڪ جو لاش ڦٽڪيو ٿي پئي.

چا تمنائون لڇيون رت چاڻ ۾!
چڻ ڦتيل دلڙيون نمڪ جي ڪاڻ ۾.

---

(۱) ”گهوٽ - ڪنوار جي قبر“ جي خبر عبرت اخبار ۾ 12-1-1988ع ۾ ڇپي تہ اها گنجي ٽڪر تي آهي. ان جي پوءِ ترديد بہ ڇپي، بهرحال مون ٻن محبتي دلين جي قتل تي مرثيو لکيو آهي.

دل جا اڌما، رت جا قطرا ٽي ويا،
سِڪ جا سپنا ڀُترا ٿي ويا.

مَن جون ڪُوڪون بَن ۾ ويون ڪفنائجي،
دل جون آسون ڌوڙ ۾ دفنائجي.

ڳالهه "گهوٽ ۽ ڪنوار" جي ٽڙپي ڪبي؛
آهي محبت پئي اڄان رَت ۾ رتي -
زندگي،
او زندگي!

=

رات رهزن ٻي ڌڙڪ ڌاڙو هڻي،
ڳوٺ مان ڳولي ويا ڳيرو ڪٽي.

پُنگ تي لڪ تي هنيئون نعرو هڻي،
ڪو ٻه پنهنجي ديس جو ڪونهي ڌٽي.

سنڌ تَندور آ، سنڌي روٽي پَڪي.
زندگي،
هئه زندگي!

=

## جنوري 1988ع

(١) گهانگهري جي چئن گهوٽن جو ڪُسڻ،
سنڌ جي تاريخ جو ڦٽڪي پوڻ.

خون مظلومن جو ريلو ٿي هليو،
سنڌ جي ڌرتي ڪٽي مُنهن کي مليو.

ڪن ڪيو پر سو به ڪهڙو احتجاج،
جهڙو تهڙو چڻ ته ڪدڙو احتجاج.

شل نه ٿئي ڪنهن قوم جو خانو خراب،
سنگ ڪهڙو جي هجي ڪانو خراب.

جو ڪُڇي، تنهن لاءِ ڪارو جيل آ،
جو لڇي، ماري چون: ڌاڙيل آ.

سنڌ جو چاليهه سالو سلسلو،
شير ٿيندو ٿو وڃي هاڻي ٻلو.

ڪلهه وتي جن سنڌ ۾ سرَ جي پناهه،
چور پاڳيا ٿي ويا، ڌرتي گواهه.

ڪلهه مهاجر قوم جو نعرو لڳو،
اڄ انهن جو دهل تي ڏئونڪو لڳو.

---

(١) گهانگهري موري (ڳوٺ) واري سانحي ۾ چئن امن پسند سنڌي سوڍن کي بندوقن سان ماريو ويو ۽ هُلايو ويو ته ڌاڙيل هئا.

ڪلچرل بَلِ تي اچي ڪيئن انقلاب،
توپ، اجرڪ تي مچي ڪيئن انقلاب.

انقلاب ايندو اوس، آهي اٽر،
اقتصادي عدل، طبقاتي ٽڪر.

هوند ۽ اڻهوند جو ٽڪر اٽل،
زلزلا ايندا، جهري پوندا جبل.

باقي سنڌي قوم ۽ سنڌي زبان،
ميوزمن جي روم ۾ گهر ۾ روان.

سنڌ جي غيرت کي للڪاري چوي،
گهانگهري موري جو هرگهر، هر گهٽي.
زندگي،
هئه زندگي!

=

جي ملي ٿي عام سنڌيءَ کي سزا،
منهنجو چا، مان جام پي ماڻيان مزا.

چئونڪ تي اڻموٽ کي ڦٽڪا لڳن،
منهنجي پٽ ۽ پاءُ کي تمغا ملن.

منهنجا مارُو بي هنر بي علم پرَ،
منهنجا پوٽا، ڏهٽا افسر، ڊاڪٽر.

ڳوٺ، واهڻ، جهوپڙا جُهرندا رهن،
منهنجا بنگلا شهر ۾ جڙندا رهن.

سنڌ - ٻوليءَ کي ٿو غوطن ۾ ڏسان،
مان تہ اردو ۾ ٻہ تڪڙو ٿو لکان.

اقليت ۾ قوم جي ايندي تہ چا!
مون ايرندي جوت[1] سان رشتا ڳنڍيا.

... ... ... ...

هي جو ٻُڌجي ٿو نياڳو انقلاب،
سو ڪندو هِن قوم جو خانو خراب..

جو جتي آ سو اتيئي نيڪ آ،
پنهنجي ”حق موجود ئي“ تحريڪ آ.

جاگرافي سنڌ جي جيئندي ضرور،
قوم هرڪا نعرو هي هٽندي ضرور.

جيڪو ايندو هٽندو نعرو سنڌ جو،
چو تہ سڀ کي وٽندو نعرو سنڌ جو.

---

(١) جوت: طاقت، دولت

باقي سنڌي قوم جو نعرو ڪٿي ؟
عام سنڌي آهي ويچارو ڪٿي؟

پهرين سنڌي قوم پٺتي ٿي وئي،
آئي ڏاري خلق اڳتي ٿي وئي.

سنڌي ٻولي هاڻي هٽندي ٿي وڃي،
ڏاري ويرو وير وڌندي ٿي وڃي.

... ... ... ...

قومَ نيڪيدارءِ واڌايون اٿئي!
ڀُونءِ جا ڀوتارَ واڌايون اٿئي!

قوم مارائي بچائي پاڻ ڪي،
سنڌ ساڙائي، وسائي پاڻ ڪي.

قوم اُپڙي جي جُهڪي جاگيردار،
قوم سَرجي جي رُسي سرمائيدار.

جيئن پلي کي چيرجي، تيئن ڏئينم چير،
قوم پنهنجي جو قسم، پنهنجو ضمير.

فڪر جو چاقون تِکو ڪاٽيم ٿو،
چاڙ جو ڏاٿو تتو ڏنييم ٿو.

ذهن جي تيزي اذيت ڏئيمِ ٿي،
جڙ تہ ڪوڪا هانوَ ۾ نوڪيم ٿي.

پنهنجي احساس کان پيو ٿو گھائجان،
پنهنجون چوليون، پنهنجي ڪنڌي پائجان.

سَچ ورتي سوچَ، بُت ساڙيم ٿي،
ڏات ڏنيي چيٿن تي چاڙهيم ٿي.

تيز - ادراڪيءَ تپايو، ڪُند ٿيان؟
چا متيءَ جو پير ٿيان يا بُند ٿيان؟

زلزلو جل ٿل هجي ، محفل ۾ چا؟
سنڌ ساري سُور، منهنجي دل ۾ چا؟

آڳ ۾ انسان، اي. سي ۾ سمهان؟
تُرم ۾ تدبير، مان ڪينجهر گهمان؟

منهنجي رڳ رڳ ديس جو دڳ دڳ پُڇي،
لونءِ لونءِ تي لوءِ لوءِ تائين لُڇي.

مِٽي ئي اهڙي مليم دردن وٽي
پريت منهنجي ۾ تي سپ ڪنهنجي پَٽني -
زندگي -
هئُ زندگي !

=

واھہ جو ھي يار، حق موجود آ،
قوم ساري ڳار، حق موجود آ.

حق تڙپي ترم ۾، ناحق ڪري،
چئونڪ تي چهڪار: حق موجود آ.

حق کي حاصل ڪرڻ لئي خلق جي -
تڙپ تي تلوار، حق موجود آ.

ديس ڳهتجي دوڏ جي دونهاٽ ۾،
آڳ ۾ گلزار، حق موجود آ.

سنڌ جي سيني ۾ غم جون چانوٽيون،
در جي سامهون دار، حق موجود آ.

مرد، زالون، ٻار ڦٽڪن روڊ تي،
بَم ماڻهن - مار، حق موجود آ.

جا بجا ڌاڙا، ڌماڪا، دهشتون،
ڏيهہ ۾ ڌهڪار، حق موجود آ.

انڌ جي ڳڙهہ ۾ ادارا امن جا،
پاپ - پهريدار، حق موجود آ.

خاص تي انعام سهسين نعمتون،
عام تي آزار، حق موجود آ.

ريت پائر جي تتي، تاسي لڇي،
سمنڊ تي وسڪار، حق موجود آ.

سيٺ اي، سي ڪار ۾ ڪئسٽ ٻُڌي،
ٻارَ سِر تي بارَ، حق موجود آ.

قوم جي محبت ۾ پورهيت ڪان پري؟
تي ۾ تي سي چار؟ حق موجود آ.

حق نہ وٺبو حق نہ چنبو، پو بہ حق،
لوڪ سان گڏجي نہ لڙبو، پو بہ حق.

سُست صوفي حق ڪي اڄ چوٺوئي پيو:
خود غرض، خود - پُوچٽو، خود مطلبي.
زندگي -
هئہ زندگي !

=

ها، مڪان توڙي زمان ناهي تڪو،
تون لـچي، تـڙپي، تڪي ويندين هليو.

پيو ٻري سانڌهه ڏيو سج جو وڏو،
تون جلي، جَرڪي، اُجهي ويندين هليو.

تنگ صحرا ٿيو نہ ڏونگر آ گٺو،
تون صدي اڌ ۾ گسي ويندين هليو.

واءُ ٿورو ٿيو نہ ساگر ئي سُڪو،
تون ٻُڪي، ڪُهجي، ڪپي ويندين هليو.

بوءِ پڪڙي، رنگ پيو آهي رَتو،
تون ڪِڙي، پڪڙي، رَچي ويندين هليو.

سونهن، سِڪ جو چا تہ هي ميڙو مَتو!
تون مچي، جهومي، نچي ويندين هليو.

توڪان پهريان، پوءِ بہ پئي هلندي يڪي،
زندگي -
هئہ زندگي !

=

مان اگھو بيمار، ڪن جي چا خبر،
شعر فيئر پيو ڪريان الجهيل اڪر.

واند ناهي، وقت آهي ڪٿ، مگر -
ڪالهہ تي واندا ڪٽي ويا ڪي پهر.

سوچ جي هئي واچ ۾ هر هر نظر،
چا وِهايان ۽ وندايان چا وڪر؟

گهٽ ۾ گهٽ جيوت هجي ها هڪ صدي!
زندگي،
هئہ زندگي !

=

## * 14 فبروري 1988ع (ڪراچي)

زندگي آ 'ڪئنٽ' اسٽيشن جو ڏيک،
روز شب هي آمدن - رفتن جو ڏيک.

ريل گاڏين جو چٽڻ، پهچڻ ڏسو!
ميڙ ماڻهن جا چڙهڻ، اترڻ ڏسو!

آسمان: سرٽيون، ڳجهون اڏرن پيون،
روڊ: ڪارون، موٽرون ٻوڙن پيون.

بوجهه سر تي، ٻوڙ مزدورن ۾ آ،
ڪيڏي جلدي عورتن، مردن ۾ آ!

ڪنهن کي ڪهڙي ڪنهن کي آ ڪهڙي تڪڙ،
هوبهو هن زندگي جهڙي تڪڙ.

ماهي ڪان مهتاب، چرپر تو ڏسان،
ٻاگهه، اگني، آب، چرپر تو ڏسان.

ڪهڪشان ڦرندي وتي، پڪڙي ٻه پئي،
زندگي الهي ٻه پئي، ايري ٻه پئي.

چُرپُر آهي زندگي تنهنجو نشان،
آ تحرڪ ۾ زمان توڙي مڪان.

... ... ... ...

پنهنجي پنهنجي چيز جا هوڪا ڏيو!
چانهه، سگرٽ، ڪِتمنا هوڪا ڏيو!

---

* بيماري سبب ڪراچيءَ ۾ رهڻ وارن ڏينهن ۾ لکيم.

ٺهڪ، سڏڪا، سرپرون، واڪا ٻُجهن،
ڪئسٽون دردن، خوشين جون ٽيون وڃن.

ڪوڪ گاڏيءَ جي ٽِڪي ڪَنَ وئي ڪيدي،
ترين جا ڦيٿا تا ڪن چيچٽ تہ ٻُڌ!

زور سان گهنٽي ٽڪيٽن جي وڳي،
راچ جي ڪانٽي ڪِئي ڪٽ ڪٽ تہ ٻڌ!

ٻَم جي ڏڏڪي ڪان پُٺڪو پيار جو،
پيو وهي آواز جو ساگر وڏو.

چُرپر ۽ آواز پٽڙي ريل جي،
پئي ٻڪي سنسار جي گاڏي ٽِڪي.
زندگي،
هئہ زندگي !

=

... ... ... ...
زندگي، توهر جو تاتيو ڏهر آ،
هو تہ ڏس ڏبرو، بڪيو، تاسو تري!

زندگي جهرمر ڪراچي شهر آ،
هو تہ ڏس بنگلي مان ڪا اڏري پَري!

ڳوٺ منهنجي جون گهٽيون لوڙها، ڀنگر،
بانس ماهي ڀاڻ جي خوشبو لڳي.

اي ڪراچي شهر، نفرت جا ننگر،
تومان ٿي بارود جي بدبو اچي.

روشني، آواز، حرڪت جا سمونڊ!
خلق، محنت، علم، دولت جا سمونڊ!

پنهنجي وسعت ۾ وسيلن ۾ مگن،
عيش جو چولو، عذابن ۾ بدن.

منهنجا غم جي بحر ۾ غوطا ته ڏس!
تون وڏو، مونکي مگر تنها ته ڏس!

روشنين جا شهر، مان اونداهه ۾،
روڊ تي گهمندي ٿيان گم راهه ۾.

ڳوٺ ۾ گهمسان، توکان ڪيئن بچان!
گيت پيارا، گهر وڃي جهومي چوان.

ڳوٺ تنهنجي ۾ پيا نغما ڳڀي،
هي ڏکيو تاڻو به ويندس مان ٽپي -
زندگي،
هئه زندگي !

=

## مارچ 1988ع

## هوٽل اباسين ڪراچي.

زندگي هڪ موقعو، ڪئي واقعا،
لمحي لمحي ۾ جڳن جا فيصلا.

فيصلو - فرعون، جَهت جون فرحتون،
پوءِ بہ سالو سال سِر تي لعنتون.

فيصلو، سورهيہ بلاول جو پَڪو،
سنڌ لئہ سوچي جيو جُڳ جڳ يڪو.

فيصلو، ڪهڙي وزارت جو ڪيو،
قوم جو جرمانو حقارت جو ڪيو.

(۱) فيصلو مشهور عالمگير جو،
پيءُ قيدي، پاءُ ڌڪ شمشيرُ جو.

فيصلو، جيُوري ڪيو: عيسيٰ ڪُسي،
(۲) ۽ پلي ڌاڙيل "برابا" ڇُٽي.

---

(۱) اورنگزيب.

(۲) بَرابا: ڌاڙيل بَرابا يا عيسيٰ ٻنهي مان هڪ کي معافي ملڻي هئي. ججن فيصلو ڏنو تہ بَرابا کي معافي ملي.

فيصلو، ڦاسي، گليلو کي ڏيو،
چو تہ ڌرتيءَ کي ٿو ڦيرائي پيو.

فيصلو، خوشبو وڏي، رکجي هوا،
سنڌ جيئي پر کمي، کڙمي سوا.

فيصلو، آزادگيءَ ۾ آ مزو،
پر سجاڳي عام جي بنبي ڏچو.

فيصلو، آزادگي برپا کجي،
عام تي اوتر اتي پو چا کجي.

واهہ ڙي وا، بورجوازي فيصلا!
دلفريبي، دوکيبازي فيصلا!

مان سجاڳا سوچ تنهنجي بورجوا،
انقلابي ٿي نہ سگهندين بورجوا.

انقلابي، بورجوا تقليد ڇڏ!
اِنتها ڏي آ، رڳو تمهيد ڇڏ.

انقلابي، بورجوا تدبير ڇڏ!
پورهيتن ڏي ڊوڙ، پير ۽ مير ڇڏ.

انقلابي، بورجوا دستور ٽوڙ!
جهور زرداري ستم، مزدور جوڙ.

انقلابي، انقلابي هوندو آ،
اجتماعي، انفرادي هوندو آ.

انقلابي، انقلابي هوندو آ،
عيش جي ڪَچ ۾ عذابي هوندو آ.

انقلابي، انقلابي هوندو آ،
ٽوڪ ڪان هر دَور باغي هوندو آ.

انقلابي، انقلابي هوندو آ،
دَور کي ٽوڙڻ جو عادي هوندو آ.

انقلابي، انقلابي هوندو آ،
غار ٿي ويندي بہ غازي هوندو آ.

انقلابي جي عبارت اڻ ڪٿي،
انقلابي جي ثقافت سرڪشي.

انقلابي جي بغاوت بندگي-
زندگي،
او زندگي!

=

## جون 1988ع

هڪ صدي اڳ تي چڪو هِت فيصلو:
تيز وڏندو، پوئتي هٽندو ڀرو.

جنگ مياڻيءَ جي قدامت جي شڪست،
فتح حڪمت جي، جهالت جي شڪست.

ديس ۾ پرديس جو جهنڊو لڳو،
ڪاڪڙي ۾ زهريلو ڪنڊو لڳو.

هڪ صدي پوءِ، خود ڪيوسون فيصلو:
هي سڀيئي سُورَ ان جو سلسلو.

حيدرآباد آهي صديُن ڪان هِتي،
جنهن جي قسمت جا ڏٺي تون، مان هِتي.

جو لڏي آيو، وطن پنهنجو ڇڏي،
ٿِن ڏهاڪن بعد 'پاور ۾ پڏي.

اڌ صديءَ جي ٻوڙ ۾ ايڏي وِٿي -
قوم سنڌي قيد تي، آجي نہ ٿي.

شهر ۾ پهريان "وڏا ڊراما" ٿيا،
بعد ۾ بدنام هنگاما ٿيا.

"حق پرستن" جا پَليل، غُنڊا هئا،
هڪ ٻِڪا هٿيار ٻيو هُنڊا هئا.

"البدر الشمس" واري روشني،
باھ ساري شھر ۾ ٻاري ڏني.

مسجدون غندن بنايون مورچا،
بانگ جي لائوڊ تي شعلا ٻچيا.

پاڪ ڌرتيءَ تي ھي دھليءَ جا دنگا،
ويس اسلامي لٽا، ٿي پيا ننگا.

گنگ ڇمني پوڙ، سنڌوءَ جي مٿان،
قتل ديسين جا وديسين جي ھٿان.

سون، چانڊي، مال، لٽو پئي لٽيو،
ڇڙ فرينچن شھر نٽو پئي لٽيو.

قتل، غارت جا ھا رھبر پاسبان،
ٽپندڙ ڌرتي- تـ پٿر آسمان.

شھر ۾ نعرا، ھَلان، ريھون، رڙيون،
روڄ، چئونڪن سان، گھٽيون، گھر سان لڙيون.

"ڏڪ پرستن" راهَ - ويندن ڪي رَتيو،
ڊاڪٽر، نرسن، مريضن کي ڦٽيو.

ظلم جي تفصيل جو ست ۾ وچور،
آنڌ، ڌرتيءَ تي ڪيو انتو ڪلور.

..............

”دين ۾ ڪلمعي پڙهڻ جي نام تي،
ڪنهن کي شرمائڻ مان ڪجھ ورڻو نہ آ.

بابر، ابراهيم بئي اسلام تي،
ڪو لتيرو ازخودي ترڻو نہ آ.“

”-پاڻيپٽ ۾ طاقتن جي هوڏ آ،
همتن ۾ حڪمتن جي هوڏ آ،

نُڪتو، نڪتي، تولو، تولي سان لڙي،
چڻ تہ جڳ ۾ جيوتن جي هوڏ آ.“

فرد توڙي قوم لئہ هي قاعدو،
جهد جيڏو جو ڪندو، جيئندو پيو،

محض رد ڪد مان آ ڪهڙو فائدو،
وقت سان جو ٻوڙندو، وڌندو پيو،

... ... ... ...

ها، ” جيئو، جيئڻ ڏيو،“ نهراءُ آ،
فطرتي قانون جو فرمان ٻڌ:

خير، شر، ٻڪ، عيش جو تڪراءُ آ،
دهر جي دستور جو اعلان ٻڌ:

جو ڪٿي، ڪائي، چٽاڀيٽي لڳي،
زندگي،
او زندگي!

=

## آڪٽوبر 1988ع

پهرين آڪٽوبر، ڪراچي ڦهر ۾،
قتل، غارت جي قيامت شهر ۾.

"جنگ جون خبرون" بچون، شعلا، الا،
شهر جي رستن تي رُت جا بُلبلا.

ديني محبت، ڪلمي گوئي پائيپي،
ڦٽڪي رستن تي، مسيتن پئي ڏني.

قرب جا ڪلما ۽ ڪرتب ڦهر جا،
زمزما هوڪا ۽ مٽڪا زهر جا.

دين دعويدار، چهرن تي نقاب،
ڪڇ - ڪلاشنڪوف، سِر تي الڪتاب.

نظم جي لکندي ئي گهر ۾ اوچتو،
هڪ نئين صدمي ڪيو هڪ بم ڦٽو.

دل ڌماڪي ۾، جگر چر ۾ نظر،
منهنجو ذرو ذرو ٿي ويو منتشر.

درد - دونهون، ڌيان - دگهه لٽجي ويو،
سلسلو في الحال هو ڪٽجي ويو.

تڙپندو رهجي ويس، دل جو ڏکي،
اڳ تن جي ۽ وطن جي گڏ ڏڳي،

ٻڙڪندو لکندو رهيس، رڳ رڳ رڌي،
زندگي،
او زندگي!

=

... ... ... ...

بربريّت، شهريت جي هانءُ ۾،
ڏک پرستي، حق پرستي ناءُ ۾.

يورپي يلغار، ديسي روپ ۾،
تير ۽ تلوار تسبي روپ ۾.

جسم تي پاپائيت، آمرانا،
روح ۾ تاتاريت وحشيپڻا،

خونخواري، خونريزي حق پرست،
پوچورگيزي، چنگيزي حق پرست.

اورنگي ۽ ڪورنگي تي پئي ننگي،
سوچ صيهوني، جنوني جڻ سنگهي.

ديس دودن جو وديسي ڌوڙ ۾،
سنڌ - ڌرتي، گنگ - جمني پوڙ ۾.

سادگيءَ تي وار عياريءَ ڪيا،
سنڌين جا خون ٿر تاريءَ ڪيا.

مسڪيني، محنت، ڪُني زردار ڪان،
بي سر و ساماني، اسلحدار ڪان.

ڪات، سنڌي ٽوپي واري تي اڙهو،
خون ڳاڙهو، روڊ ڪاري تي اڙهو.

لاش تڙپن روڊ تي، تَڙَ تي مچيون،
ٿهڪ چاچن تي ڏين ٽوپيون اچيون.

بيڪسيءَ تي قوم کي شرمندگي،
بي حسي اهڙي جي ڪهڙي زندگي.

ڪلهه ڪمائڻ ويا جيئڻ، کائڻ جي لئه،
اڄ سڀني پهتا ڳوٺ دفنائڻ جي لئه.

زال جا ٻولا، ٻچن جا پرڀسا،
پاپ ڪپرايا، ويا پَرڀسا.

مامتا جي دل جا دلبر لاڏلا،
ظلم جي شعلن ۾ دانگيءَ تي چڙهيا.

سنڌ جا سوڍا سڳهارا ٿيا شهيد،
رو بخاري رو، جو پيارا ٿيا شهيد!

لاش سنڌوءَ جي گلابن جا، گٽر،
جن ڪٽيا سي ها همالي جا پٿر.

شهر پٿر، چئونڪ پٿر، گهر پٿر،
گهَر جون ديوارون، دريون ۽ در پٿر.

سنگدل انسان، سوچن تا پٿر،
پنهنجي ڪائڻ لاءِ پوکن تا پٿر.

پٿرن سامهون تہ ٽڪر ٿي اٿو!
(۱) جُوز حملو ڪن تہ هٽلر ٿي اٿو!

عورتون سٿرون ڦٽيون، ڇاتيون چِرا،
گورکن ڪان بد، سکن ڪان وڌ بُرا.

اوٹ چمڙيءَ جي مِٽان چادر هوا،
چو تہ لاٿا ويا سٿڻ، چولا، روا.

مائرون، پيٺون ننگيون عصمت دَري،
چو ڏڏي ڌرتي نہ ڪينجهر چو ٻري؟

اڄ نہ جي ترتي ڌڏي ڌڏندي ڪڏهن؟
اڄ نہ جي غيرت اٿي، اٿندي ڪڏهن؟

---

(۱) جُوز: يهودي

اڄ نہ جي دهشت ڪُني، ڪُسندي ڪڏهن؟
هي قيامت قهر جي ڪٽندي ڪڏهن؟

ڏيهہ للڪاريو: ڏچو ڏهڪي ٿو پيو،
ڪِرٽ نرگهٽ ۾ اٿس ڪٽجي ٿو پيو.

دُف يزيديت، يزيدي مرده باد،
دَهشتي غنڊا، يهودي مرده باد،

زنده باد انصاف ۽ آزادگي،
زندگي،
او زندگي!

=

## جولاءِ 1989ع

(١) آگ جو اَڙهب مِني جو شهر ٿيو،
ڪوڪرا ٿيا، ڪيس تي ويو، قهر ٿيو.

گهر لٽيندڙ، گهر ڏٺي ها دوبدو،
پيٽون، پائر، سوٽ، چاچا دوبدو.

چوڪريون چاٽيون، سڌيون گوليون ڪٽيون،
سورميون سچ تي وڙهيون، حق تي ڪُٺيون.

(٢) گهر ۾ آصف جي مچي وئي ڌاڙ ڌاڙ!!
واءِ ۾ وڻ وڻ ۾ تي وئي ڌاڙ، ڌاڙ!!

علم جي گهر ۾ گهڙي ڌاڙيل پيا،
جڻ ڪُپي سوچن ۾ ڪنڌا سيله پيا.

امن جي ويڙهي ۾ آدمخور پيا،
جڻ نمازين جي صفن ۾ سوَر پيا.

هڪ ڪويءَ جي گهر تي ڪڙڪيا ڪاتڪو،
شاهه چرڪي ويو، ڏڪيا سامي، سچو.

شاعري جي سيني ۾ گولي لڳي،
ذات ڦٽجي پئي، لڇڻ بولي لڳي.

(١) منو پير لڳ ڪڪڙ ۾ آصف مصرائي جي گهر تي ڌاڙيلن حملو ڪيو.
(٢) احمد خان آصف مصرائي شاعر، اديب، استاد.

اُنڌ، بندوقون هنيون استاد ڪي،
ماريو مرده باد، زنده باد ڪي.

ماستر ماريو تہ ماريو راهبر،
ڊاڪٽر اغوا تہ اغوا چاره گر.

ڪلهہ بہ ڦتڪا، ڌنڌا سنڌي عام تي،
اڄ بہ دهشت، ڌاڙا سنڌي عام تي.

ڦهر رعيت سان، حڪومت آ ڪٿي؟
ايس پي، ڊي سي، وزارت آ ڪٿي؟

انڌ هر هنڌ آ، عدالت آ ڪٿي؟
سنڌ دوزخ - باهہ، جنت آ ڪٿي؟

"ڌايو - گابو" جهنگ جو قانون آ،
امن اغوا ٿيو، خوشي ٿي خون آ.

سوچ، فريادي ٿي ڪهڙي دَرَ وڃون؟
در، دريون هن دور جا ٽوڙيون، پڃون!

دَور نئون، انصاف جو دستور نئون،
ايڪيهين سَن جو نڪورو نُور نئون.

نئون زمانو محبتي ۽ محنتي،
دوزخي دنيا بنايون جنتي،
زندگي،
او زندگي!

=

زندگي اهڙي حسين، ڪهڙي حسين؟
مون واري معشوقِ آ جهڙي حسين.

زندگي ايڏي جوان، ڪيڏي جوان؟
مون واري محبوبِ آ جيڏي جوان.

رنگ، جنهنجو روشني جو عڪس آ،
نورَ جڻڪي زندگي جو رقص آ.

زلف، جهومن مينگهه، ڪنگيون بجليون،
ويسَ، مينهن ڪانپو ٿر جون ڪيتيون.

جنهن جو جوبن، ارتقا جو سلسلو،
لال ڳل، حسن ۽ حيا جو سلسلو.

مُرڪ، چلڪي چيٽ تي موسم بهار،
ٽهڪ، گونجي بينجو سان گڏجي گٽار.

گفتگو، نظمون مگر ٽئگور جون،
ناز، ايجادون نئين هِن دور جون.

جوڙيندڙ جي انتها جنهنجو جمال،
قدرتي تخليقڪاريءَ جو ڪمال.

تون اجا تنهن ڪان ٻه سهڻي ۽ سگهي -
زندگي،
آو زندگي!





◆ زندگي هتہ زندگيءَ طويل نظم هتي پورو ٿئي ٿو.

## زندگي پاڻيءَ جو ڦوٽو ...

”ڪُل مَن ... فانٍ ...“ جو نُڪتو چئو، تماڪو يا ٽيان،
پيو ڦُٽي پولار مان، پاتار مان ويو آرپار.

اوچتو هن خوف ڪان پئي دل همالي جي ٽُٽي،
پِنڊ پاهڻ ٽي سُڪي بيٺا ڪُري جا ڪوهسار.

سمنڊ سپ سودائجي پيا، بلڪ ٿي پيا بدحواس،
بادلن جي روپ ۾ پيا ٿا ڪين غم جا غبار.

دربدر درياهه ٿيا، بي صبر ٿي ٻوڙيون نديون،
واديون ”وو وو“ پڪارن، روڄ، راڙا آبشار.

سِج سانجهي صبح روئي رَتُ سمجهون ٿا شفق،
ننڍ تارن جي ڦِٽي وئي، چنڊ جي دل داغدار.

خوف ڪان ڪائي پَنواٽيون پيو ڦِري شمسي نظام،
ڪيتڪي ڪان ڪهڪشان تائين اچاتو انتظار.

هير آوارا، هُڦي هبڪار، جهاڙيون جهير جهير،
باغ ۾ مشڪل ٿني ڪنهن مطمئن موسم بهار.

زرد رو صحرا ٿيا، سائي ٿي وئي ساري زمين،
آسمان ڪارا وڳا پاتا، سدائين سوڳوار.

پوک تي، پَن تيُ، گَلن تي، گاهہ تي ڳوڙها ڍ ڏس،
چو تہ هستي رات جو چوري ٿي روئي زار زار

سمنڊ رَنيِن هانءُ ڦاٽي بادلن جو پَئو منجهان،
بلبلون ڇيهاڙ. دردي دانهن ڪوئل جي پڪار.

وقت جي ڪَن ۾ هي سُرپُر هورڙي سنسار ڪئي،
تازي ٿو ڪوئي شڪاري، تون ۽ مان آهيون شڪار.

فڪر تازي قاعدي ڪُهنا ڪئي ٽوڙي ڇڏيا،
موت هڪ قانون قائم آهي باقي باوقار.

آدمي جو عرف نالو آهي استاد اضطراب،
دل جي دڪ دڪ بيقرار ۽ دم جي اچ وڃ بيقرار.

زندگي پاڻيءَ جو ڦوٽو، زندگي واريءَ تي ليڪ،
زندگي جهئونڪو هوا جو، زندگي اوٹر ۾ چار.

(١) اے هوس خون روئے هے يہ زندگي ناپائدار -
يہ شرارے ڪا تبسم، يہ خس - آتش سوار.



(١) علامہ اقبال جو شعر. هي نظم اقبال جي شعر جي تضمين آهي.

نہ هي ديد آهي واندي، نہ ڪو ڏيان آهي واندو،
ڇو درد ايڏو لمبو تو داستان آندو.

ڪيڏي حسين دنيا، ڪيڏو لذيذ جيوَن،
پر شرط آ تہ ماڻهو بيوس هجي نہ باندو.

هي شهر ڏيري ڏيري جنت مان ٿي ويو دوزخ،
هر شخص جهڙو شعلو هر لفظ جهڙو ٽانڊو.

يزدان بي نياز آ، شيطان بي لحاظ آ،
انسان تي اپاريو انسان ۾ اوڙانيو.

مُنهن - مُرڪَ دوستيءَ جي، اک - عڪس دشمنيءَ جو،
ڪيڏو ڏُٻو لڳي ٿو انسان جو مهانڊو.

پردا ٿلها سبائي، حاڪم لڪو پلي پر،
ميڪاولي جو انگ انگ اُن مان بہ آهي نانگو.

هي ڪائنات سمجهو مومل جي ڪاڪ آهي،
هت حسن، پيار، دوکو هر مال آ هيڪاندو.

مڱڻو منڍي گهري ٿو، طرحين تندون هڻي ٿو،
اهو وات چڙ تہ واڳون، اهو ساز سمجهہ سانڊو.

استاد عيد ڪهڙي جي ديس ڏرد وَندو،
مشتاق ڪهڙو مَهڪي، محبوب جنهنجو ماندو.

◉



زهر يڪ يڪ ڪري پيان ٿو پيو،
ساٿ سقراط سان ڏيان ٿو پيو.

صبر ايوب کان گهريم نہ مليو،
لوچ موسيٰ ڏني، لچان ٿو پيو.

ڪلڪ سان ڪو ٽڪر نہ ٿو ٽڪجي،
تيشو فرهاد کان ڪٺان ٿو پيو.

شهر پنهنجو مچايان جهنگل ۾،
مان بہ مجنون ٿيان سڪان ٿو پيو.

چوٽ شيطان تس چڙيا چوڙي،
روپ رحمان جو ڏسان ٿو پيو.

هو جو مون کي ڏکي انڌاري تي،
تنهن کان اڳ ۾، ڏسو ٻران ٿو پيو.

ڪوهہ ناهيان جو زلزلو لوڏي،
چرڪ تون ٿي پرين، ڏڪان ٿو پيو.

پونءِ ٻُرڪي پوي ڪِران جي مان،
اي قاتي تو جي اٿان ٿو پيو.

تو عطا ڪئي مگر اها نہ ڪئي،
مان تہ خاطي، خطا مچان ٿو پيو.

جسم ڀي جُوڻ ڳَيت ۾ ورتي،
شعر تي شهر ۾ گهمان تو پيو.

واءَ ۾ ساهه مون چڙيا سِڪندا،
مان مَري ڀي پرين چُمان تو پيو.

حشر ڪر پورهيتن کي جنت ڏي،
روز الله کي چوان تو پيو.

عشق استاد، عشق شاگرد آ،
پيار پاڙهيان ٻه تو پڙهان تو پيو.





گهر گهر دونهون آ، غم سمجهو.
ملڪ ٻري پيو ماتم سمجهو.

ديپڪ راڳ ٿو ڏڳ ڏڳ ڳائي،
پڳ پڳ پڙڪي سرگم سمجهو.

جهئونڪو جهئونڪو پورهيت جو هٿ،
نعرو نعرو پرچم سمجهو.

سنڌوءَ جو ٻُڪُ، منڇر جو ڍُڪ،
هڪ امرت پيو زم زم سمجهو.

هن ڌرتيءَ جي ذرڙي، سرڙي جو،
اڄ خالق آ، آدم سمجهو.

ڪوتن جو قد، سِر سِر سان آ،
صدين جو سَٽُ، دم دم سمجهو.

دوست نه ڏئي ويندا ئي آهن،
دل به ڏئي وئي تم لم سمجهو.

پگهري ويو اڄ درد بخاري،
پٿر ٿي ويو ريشم سمجهو.

وِڄَّ به آ وسڪار به آهي،
عشق اسان جو اَڱم سمجهو.





مونکان تاريخ پڇي ٿي تہ ڪٿي بيٺو هان!
زندگي، موت ٻواٽو آ، اتي بيٺو هان!

واءُ پٽڪيو تہ اهو موڙ پيانڪ آ هتي وچ،
ڇو هتان، آءُ ڪروڙن سان ڪَٺي بيٺو هان!

مون کي ڏنگين ٿيون هي سمنڊ جون لهرون هر هر،
مان تہ هالار جي چوٽيءَ تي مٿي بيٺو هان.

ڇو تون هالار جي چوٽيءَ تي آن بيٺو شاعر؟
لفظ ترڪش ۾ سٽي، تير ڪشي بيٺو هان!

ڪنهن تي هي تيز تکا تير تَڪي بيٺو آن؟
توتي اورات جا راڪاس تڪي بيٺو هان!

ڇا ٿيو، ڇا اڃا ٿيندو، سو پتو ٿم، ڇو جو،
وقت جي نبض تي هٿ پنهنجو رکي بيٺو هان!

مون کي ڪنهن غير جي بَدبو جو ٻچيو ٿا زوري؟
مان تہ محبوب جي خوشبو کي ٻکي بيٺو هان!

باغ پَنَ پن تي ڪري وِچ لڪائي نہ سگهي،
آءُ رڳ رڳ ۾ ڏڳي آڳ، ٻکي بيٺو هان!

زهر سقراط ٿي پيئندس نہ ڇڏي پُون پڇندس،
ڇو تہ هِن پيوڻءَ جو ڪجهہ لوڻ چکي بيٺو هان!

سوبيءَ جي دوستي سمجهان ٿو ته سستي ناهي،
ڪنڌ آ قيمتي سو هٿ ۾ جهلي بيٺو هان!

مُند بوڏن ڪي بڏايو ته آ "ڏايو - ڳابو"
مان "جيئڻ ڏيو ۽ جئو" چيٽ چٽي بيٺو هان!

جي فرشتو آ ته جهڪندو، جي خدا آهي ته جهڪندس،
جو اچي ٿو سو خدا ناهي، اچي بيٺو هان!

لوڪ سمجهي ٿو بخاري جي هٿن ۾ آ قلم،
آءُ عبّاس عَلَمَ ڇڪَ ۾ جهلي بيٺو هان!





مضمون، ڪيو شورُ، اتي پيو آهيان.
عنوان چيو بوڙ، بڪي پيو آهيان.

هر آس ڦري رات پڳين انڌارا،
پر باڪ ڦٽيءَ توکي پڄي پيو آهيان.

سمجهيوَ تي بيابان، ستو پيو هوندس،
ڪوئيوم تا قلزم جو لڇي پيو آهيان.

ڪٿ هير تي پوپٽ جي پرن سان کيڏان،
ڪٿ تير تي چيتي ۾ ڪُپي پيو آهيان.

شيطان چيا، يزدان کي شڪايت آهي،
ڪنهنجي بہ اڱيان ڪونہ جهڪي پيو آهيان.

هڪ جهٹونڪو آ خوشبو جو تہ پيو بدبو جو،
مان ساهہ ڪٹڻ ۾ ئي مُنجهي پيو آهيان.

هي روڊ يا سيلاب جون لهرون آهن،
چو تاڪَ سُڪيءَ ۾ بہ ٻڏي پيو آهيان.

هڪ فڪر وجهي ڏوڙ يڪيا تي تانبا،
هڪ فڪر ڏني ڦوڪَ، دکي پيو آهيان.

برسات بہ هن آڳ کي ڀڙڪائي ٿي،
درياهہ جي لهرن ۾ دکي پيو آهيان.

طوفان آيا ساهہ، پسينو هو مينهن،
هِن هاڙهہ جيان مان بہ هُڪي پيو آهيان.

هي خواب تہ بادل ٿي اجان پيا وسندا،
درياهہ ٿي ساگر ۾ سمهي پيو آهيان.

استاد کي آوازَ مبارڪ ڏيوَ جو،
هِن شهر جي محشر ۾ ٻُجهي پيو آهيان.





تــوکــي دَردَ دِل جا ٻُڌايــان تـــ چو؟
ڪنول گل کي شعلا بچايان تہ چو؟

ڪچهري ۾ تنهنجي ڪچان دِلَ جَليو چا،
غاليچي تي ٽانڊا وڇايان تہ چو؟

نہ سڏڪو سَچو ٿا نہ ٿهڪو سچو ٿا،
لڇايان تہ چو دل نچايان تہ چو؟

پُڇڻ درد کي دل لڳي اينِدي آ،
مان زخمي ملم ڪان لنوايان تہ چو؟

تون غمخوار منهنجو سڏائين نہ ٿو،
مان غمگين تنهنجو چوايان تہ چو؟

خيالن ۾ هڳساڻ ازخود ٿي آ،
گلابن کي خوشبو لڳايان تہ چو؟

مان سنسار سامي ۾ چا لئہ سمهان،
سمنڊ کي گهاگهر ۾ نايان تہ چو؟

علادين انئو اَجل ٿيو اچي،
اٿم عزم دودو، لنوايان تہ چو؟

مري پو بہ محفل ۾ روئان، کلان پيو،
بخاريءَ کي بي حِس بنايان تہ چو؟





ٿو ڪَٿي ڪاٿي سگهان، جيڏو مزو جيوَن ۾ آ،
جي ڪٽي توريان تہ ڪنهن سان، گهٽ وزن جبلن ۾ آ.

زندگي پياري بہ ۽ سهٽي بہ سيني ڪان گهٽي،
زندگيءَ سان عشق روشن، حسن معشوقن ۾ آ.

نااميدي ڪان وڏي آفت نہ مون ڪاٿي ڏٺي،
دل تہ چا، ڌرتي بہ لڳندي آ تہ جڻ ڌوڏن ۾ آ.

آسرو الله جو، ٻيو پروسو انسان جو،
هو الائي آ ڪٿي، ۽ هي تہ خود دردن ۾ آ.

آدميءَ جو عزم نِت نِت جرڪندو اڳتي وڌي،
توڙي، جو هر مِنٽ هوندو موت جي پاڇن ۾ آ.

سال چا سو سال ڪنهنجا جڻ تہ گذريا دم گذر،
ڪنهن جو هڪڙو پهر ويندو واسجي ورهين ۾ آ.

ساهت آهي ڪيت منهنجو بج سمجهو لفظ لفظ،
جوت مون ڏايي چٽي اونداهہ جي ٻيٽن ۾ آ.

تـوف كـان وڌ خوف آ ۽ خوف آهـي بـزدلـي،
بزدليءَ تي ڳالهه وَسن تہ بہ سمجهندي ڦٽكن ۾ آ.

اڄ مون پنهنجو پاڻ سان كيڏي كچهري آ كئي،
اڄ مون دل كي دلبري ڏايي ڏني دردن ۾ آ.

تـو ڏٺو مـچريو بـخاري جنگ جي ميدان ۾،
مون ڏٺو نچندو بخاري امن جي جلسن ۾ آ.



## ايڪيهين صديءَ جو اعلان

بي ٻاڙي، ٻاچوڪڙ اوندهه،
ڪڪرن وانگر واء جي چرچ تي اٽندڙ اوندهه.
ديس جي اکين ۾ پئجي وئي -
جڻ ڪو سرمو اک ۾ وجهي ويو.
اوندهه عضون تي ٿڦجي وئي -
جڻ ڪو دانگي مُنهن تي مَلي ويو.
هڪڙو زهر ڇپن تي پهتو:
سائو، سائو کُهتو ڪينو،
دوڏا ڦاڙي، تاٽي سينو،
ديس - حدن تي دنگي ٿو.
ٻيو زهر رڳن ۾ پکڙيو:
پيلو پيلو رولو غصو،
نيلو نيلو اندو ڌڏڪو،
تنهنجي منهنجي ريتي رت سان -
ديس جي ڌرتي رنگي ٿو.
اوندهه ڪي چئو -
ٻُنيءَ، پوڙائيون، ڪاٺيون، تيليون ميڙيون پيا،
چٽنگون، ٽانڊا، شعلا، چڀيون، ميڙيون پيا،
پنهنجا سورج، پنهنجا تارا، پنهنجون ڪٽيون ميڙيون پيا،
تنهنجا پَن ڇا، تنهنجا ٿُڙ ڇا، تنهنجي پاڙ اکيڙيون پيا،
تنهنجو سڀ ڪجهه ساڙيون پيا.

زهر کيُ چٿو، چٿو، کهڙو پٿو آ،
همت، حڪمت ڪاٿو ڪٿ بي ڪُوڙي قسمت ڪان ڪٿو نا هي.
سمنڊ کي ساڙي سگهندو تڙکي جو تٿو نا هي،
چتي ڪُتي جو ڪنهن ساري شهر تي چڙهندو مٿو نا هي،
ڏيهہ جي ڏاهن ڏسُ ڏنو آ:
زهر کي زهر ئي ماريندو آ.
لوهہ کي لوهہ ڪٽيندو آ ءُ -
زور کي زور پچاڙيندو آ.
"ڏايو - گابو" وارين پايل ٽاڏن آڏو،
ڏاڍين ڏکين اکين آڏو،
"جيو، جئڻ ڏيو" وارو نغمو اهڙو آ -
جهڙو نادر شاهہ جي سامهون، پهڪي سهٽو سنڌي ٻارُ.
جهڙو ڪوڪن واري پادر هيٺان مهڪي موتئي هارُ.
جهڙو قاتل ڪرت جي آڏو جهومي بينو ٽالهيءَ ٽارُ.
پاڻ نہ آهيون وڻ جو ڏار،
ٻُوجهہ نہ آهي هاٿي ٻار.
صدين جي آزار ٻڌايو آ هوشيار،
تاريخي پوڪار ٻڌايو آ هوشيار،
مستقبل جو ڏيک اکين جي آڏو آ -
حالَ ڪري للڪار، ٻڌايو آ هوشيار،
وقت، وِڃا - ويچار، ٻڌايو آ هوشيار.

ڏوڏي پيئندي پيئندي چيني جاڳي پيا،
قيدي ٽيندي ٽيندي شيدي جاڳي پيا،

تعدي سهندي سهندي سنڌي جاڳي پيا،
ساچو، ڪاٻو، ڪچو، ڪاڇو ليٽي پيٽي جاڳي پيا.

قهر بہ ڪنجي سگهندو آ،
زهر، دوا تي سگهندو آ،
اڻ ٽيٽي تي پوندي آ،
قيدي، رها ٿي سگهندو آ.
بندو، خدا تي سگهندو آ.

ايجها ڪم ڪريجي جنهن وچ الله آپ ٻٽيجي، سورهيہ سچل جو فرمودو آ.
جيڪو حق سو حق جي صدا تي سگهندو آ.
دنيا پر جي دهشت ٻڌ!
محبت، محنت ساڻ اچي چو پاتو ٿئي، او نفرت ٻڌ!
عزت، عظمت ساڻ مهاڏو اٽڪيو ٿئي، او ذلت ٻڌ!

مڪڙن جي ڪنڪن ۾ تڪڙي ڪيڏي دهشت هوندي آ،
سمنڊ وڏي ڏي زوري ڏوڪي، تاريون تا.
پُوتن جي وهمن ۾ سڪٽي ڪيڏي دهشت هوندي آ،
علم، عمل سان شوڪي، ڦوڪي، تاريون تا.
افواهن ڪُوڙن ۾ پڪڙي ڪيڏي دهشت ويندي آ،
اعلانن سچن سان ريتي، تاريون تا،
اوتارن اگرن ۾ آلري ڪيڏي دهشت ايندي آ،
پاتين کي جاڳائي پئو کي، تاريون تا.
دنيا جا مظلوم اسان سان گڏ آهن،
يعني پنجئي ڪنڊ اسان سان گڏ آهن،
مجبور ۽ محڪوم اسان سان گڏ آهن،
سمجهيئہ سنئي سمنڊ اسان سان گڏ آهن.

هاري ۽ مزدور اسان سان گڏ آهن، گيتا ۽ قرآن اسان سان گڏ آهن،
جاڳرتا، جمهور اسان سان گڏ آهن، ڀڳوان ۽ يزدان اسان سان گڏ آهن،
هيڏي ڏس فرعون، ڪروڙين موسيٰ ۽ هارون اسان سان گڏ آهن.

ظالم، توکي موڪل آ، ظالم، دنيا ڀر جا سڏ!
اولهه جا اوڀر جا سڏ،
آمر، جابر، قاهر ڪُل ئي زار، هلاڪو، هٽلر سڏ!
ڏاين جو ڀل ڏونگر جوڙ همالي جيڏو،
واري - ڪوٽ نه اڏجي سگهندءِ،
ڀُونءِ تي ٽُنڊ نه بيهي سگهندءِ.
دُف تي ويندين!
دنيا ڏسندي دز تي ويندين!
ڏونگر چا جو گز تي ويندين!
چو ته اسان جي هر هڪ هوش ۾ آهي جوش جوالي جيڏو،
ڀيلي جي لئه، ڀتر، ڀيڻڊ به ڀالي جهڙو،
بزدل جي لئه، ڪلتر سو به روالي جهڙو.
ڪوڙا توکي سچ ڪنيندو مرچ مصالحي وانگي،
صالح دَور ڏکيندءِ ڀنتي بَدافعالي وانگي.
ڏيري ڏيري گم ٿي ويندين اهڙي حوالي وانگي -
جيڪو حوالو آئيندي لئه ڏند ڪٿا جو هوندو،
ايڪيهون سَنُ آدم جي لئه علم، ڪلا جو هوندو،
خوشبو خوشبو، روشن روشن، واس، وچا جو هوندو،
ماڻهو خالق پنهنجي سزا جو پنهنجي جزا جو هوندو،
ماڻهو مالڪ فرش، هوا جو عرش، خلا جو هوندو،
ظرف زمان ۽ ظرف مڪان جو وارث ماڻهوهوندو،
جان ۽ مان جو امن، امان جو حافظ ماڻهو هوندو.

سڀ ڪجهه هوندو آدم زادو،
جُز، ڪُل هوندو آدم زادو،
هي ڪو افواهي هل ناهي،
بلڪل هوندو آدم زادو.
هي ڪو يوٽوپيائي قِصو،
ٿامس مور جو سپنو ناهي،
اوسر جو آئينو آهي،
آڏو ڏسندو آدم زادو.

آدم زادو،
بندو رب جو،
خاص خليفو.
”خاص سنيهو“ هوندو منهنجو هيءَ صحيفو:
هاڻ نہ لاهيو هاڻ ضعيفو!
”خاص عمل“ جو سوڀارو سَن سامهون آ،
”واٽون ويهہ ٿيون ڪُهہ چاڻان“؟
ايڪيهينءَ ڪي آءٌ سڃاڻان،
رستو روشن سامهون آ،
سوڀارو سَن سامهون آ.

... ... ... ...
”ماڻهو آهي مهانُ، ٻڌو!
مانيءَ سان گڏ مانُ، ٻڌو!
قائم امن ، امان، ٻڌو!
ايندڙ سَن جو انساني اعلان، ٻڌو!“

◉

## زندگيءَ جي نانءُ!

هي هيڏو جوش ۽ جذبو بہ زندگيءَ جي نانءُ.
انهيءَ ۾ خوف ۽ خطرو بہ زندگيءَ جي نانءُ.

جمڻ جي مهل جي ڪُرڙي بہ زندگي پئي هنئي،
وڃڻ جي وقت جو ڦٿڪو بہ زندگيءَ جي نانءُ.

حسين گيت نني ڙي ٻار جي "اوئان - اوئان"،
قبيح موت جو ڪُرڪو بہ زندگيءَ جي نانءُ.

اکين جو عشق جو پهريون نئون نئون چمڪو،
اکين جو آخري ڳوڙهو بہ زندگيءَ جي نانءُ.

ثواب، عمدي ڪان عمدا بہ زندگي ئي ڪيا،
گناهہ، گندي ڪان گندو بہ زندگيءَ جي نانءُ.

هميشہ عزم، عمل دل جو پانهن پيلي هو،
ڪڏهن ڪو وهم ڪو پولو بہ زندگيءَ جي نانءُ.

ڪيو جو مون بہ، مليو جو رقيب ڪان مونکي،
اهو فريب ۽ دوکو بہ زندگيءَ جي نانءُ.

شفيق رات جي شب ۾ جوان گلشن ڪي،
نئين بهار جو بوسو بہ زندگيءَ جي نانءُ

ڪڙئي گلاب جي خوشبوءِ ۾ پنئر جو پٽڪو،
پتنگ، شمع جو شعلو بہ زندگيءَ جي ناءِ.

لذيذ چاھہ جا چوڏول، برھہ - بازاريون،
ھي حسن، عشق جو ميلو بہ زندگيءَ جي ناءِ.

شراب، رقص، ترانا، شباب، محبوبا،
عذاب، ڪَرب غضب جو بہ زندگيءَ جي ناءِ.

وجي ٿو درد جي دلدل ڏي وقت ڏوڪيندو،
ھي لمحي لمحي جو ٿيلھو بہ زندگيءَ جي ناءِ.

بھار، رنگ ھزارين ڪٽي ٻَڪي پھتي،
سڙئي درخت جو صدمو بہ زندگيءَ جي ناءِ.

تباھہ دل کي گلابي شباب جون آچون،
اتاھہ آرزو، اڏمو بہ زندگيءَ جي ناءِ.

ھشام غم جا لڙيءَ شام جو وڪوڙي ويا،
اجا سياڻ جو الڪو بہ زندگيءَ جي ناءِ.

جلوس رُج ۾ اَج جو ڏسي رُنو جيوَن،
اداس سوچ جو سپنو بہ زندگيءَ جي ناءِ.

زمان، مڪان جي ايڏي اگھور گھيري ۾،
ٿِٽي وجود جو ٽپڪو بہ زندگيءَ جي ناءِ.

مِٺو آ شهد جو شيشو مثال جيوَن جي،
انهيءَ ۾ ڪِيلَ جو لاشو بہ زندگيءَ جي نانءِ.

مِٺيون وصال جون عيدون، کِلون، مزا، موجون،
ڪڙو بهار جو پٽڪو بہ زندگيءَ جي نانءِ.

رفيق، رات سان گڏ ڏينهن،رنج سان راحت،
خزان، بهار جو جوڙو بہ زندگيءَ جي نانءِ.

رڳو ڪمال جو هن جڳ ۾ ڪاروبار نہ آ،
هلي زوال جو ڌنڌو بہ زندگيءَ جي نانءِ.

(١) رهي ٿو راڄ ۾ ”فائوسٽ“ ساڻ ”ميفسٽو“،
ڪبو جي سُبتو تہ ابتو بہ زندگيءَ جي نانءِ.

رڳو جنجال ۾ جهيڙو تہ زندگي ناهي،
مزي، ملاپ جو ميڙو بہ زندگيءَ جي نانءِ.

گهڙيو بهشت ۾ آدم هو شان، شوڪت سان،
تڙيو نِدان ٿي ننگو بہ زندگيءَ جي نانءِ.

ڦري پئي پونءِ،گليلو جو قيد ۾ گفتو،
نبي جو حج جو خطبو بہ زندگيءَ جي نانءِ.

مسيح پول، ڪلهي تي صليب، گهوڙا ڙي!
حُسين خون ۾ وهنتو بہ زندگيءَ جي نانءِ.

---

(١) گوئٽي جي فائوسٽ ڊرامي جا بہ ڪردار . فائوسٽ ۽ ميفسٽوفلس

سڏيائين ربّ، ايپچند، سرمدي لئي ۾،
چميائين تيغ جو تجلو بہ زندگيءَ جي نانءَ.

غيور ديس جو دودو، دلير زنده دل،
ترار، ڀال سان کيڏيو بہ زندگيءَ جي نانءَ.

نذير ڏايو ڏنيپو، ٺارچر ۾ ڦٽڪيو پئي،
پُٺي جي ڪنڌ جو ڦندو بہ زندگيءَ جي نانءَ.

هي ڪائنات جو نقشو هزار ڪاهڪشان،
هي فڪر، فهم جو ليکو بہ زندگيءَ جي نانءَ.

جهان ڪيئن جڙيو، ڪرشمو اهو ڪيئن ٿيو؟
اهو سوال جو جملو بہ زندگيءَ جي نانءَ.

هُجي ضرور ڪو الله، روح چاهي ٿو،
هي روح، رب جو رشتو بہ زندگيءَ جي نانءَ.

هُجي جهان جو ڪو ربّ هي ضرورت آ،
نڌڻڪو ٿي پوي ڏٽڪو بہ زندگيءَ جي نانءَ.

ڏئي يقين، خرد جو گمان ڪوڙو ڪر،
تہ پو هي معجزو مجبو بہ زندگيءَ جي نانءَ.

نہ حق روح تي پنهنجو نہ قرض مادي تي،
مليوسون مفت ۾ جيڪو بہ زندگيءَ جي نانءَ.

# لهرين لهرين ۾ لالاڻ

# لهري لهري ۾ لالاڻ

(شاعري)

اُستاد بخاري

روشني پبليڪيشن

ڪنڊيارو

1995ع

Roshni Book No. 101

"لهري لهري ۾ لالڻ"

شاعر: استاد بخاري

پهريون ايڊيشن © نومبر 1995ع

ڇاپو ٻيو: © روشني 1998ع

ڪمپوزنگ: بشير احمد جمالي، عبدالبرادرز ليزر ڪمپوزنگ سسٽم حيدرآباد.

ڇپيندڙ: فائين آرٽ ڪميونيڪيشن حيدرآباد سنڌ.

ڇپائيندڙ: روشني پبليڪيشن، ڪنڊيارو، ضلعو نوشهرو فيروز سنڌ.

قيمت 125.00 رپيا.

ٽائيٽل ڊزائين

عبدالرسول عباسي

**LAHAREY LAHAREY MAIN LALAN**

(A Sindhi Poetry by USTAD BUKHARI)

Composed by Bashir Ahmed Jamali, Abdul Brothers Laser Composing System Hyderabad Sndh.

Printed by Fi.. Communications Hyderabad.

Published by Roshni Publication, Kandiaro, Sindh.

First Edition © November 1995

Second Edition © Roshni 1998

ادي حاڪم شاهه جي ناليا
جنهن جو ساٿ زندگيءَ سان گڏ گيت - سنگيت ۾ به
شامل رهيو آهي.

استاد بخاري



او پرديسي دل جا پڪا،
هاڻي موٽي آءُ متا.

توکي پرپٽ پرچايان ٿي،
ٻانهون جوڙي ٻاڏايان ٿي،
روئي وڄهان ٿي روز روا. هاڻي موٽي آءُ متا!

توکي منهنجي ڪاڪل ناهي،
منهنجي رئڻ ڪي جهل پل ناهي،
اکڙيون آليون، ساهه تتا. هاڻي موٽي آءُ متا!

تنهنجي جدائي جان جلائي،
مونکي تي وئي آهي سائي،
دل جي دلبر آڻ دوا. هائي موتي آءُ مٺا!

لاءِ هٿن تي ميندي ٻاڙهي،
منڊ اچي وئي ٻاڙهي ٻاڙهي،
ٻاڙها ڳاڙها پير پڪا. هائي موتي آءُ مٺا!

صبح ۽ سانجهي توکي ساريان،
آڌي مانجهي توکي ساريان،
آتي دل استاد الا! هائي موتي آءُ مٺا!

٥

○

أبي ۾ مينگهه ملهاري،
پون تي باغ، بهاري.

تنهنجي ياري منهنجي ياري-
منهنجي ياري، تنهنجي ياري.

نيٺ برسات ۾ نئين گاج ۽ مهراڻ ملي ويا،
چڻ تہ آڪاس ۾ ڪا هير ۽ سرهاڻ ملي ويا،
مون هتان ديد اڏاري،
تو تان ديد اڏاري.

تنهنجي ياري منهنجي ياري.

تون ڪلي نيڻ کٽي تو تہ وٽي تو ڪيڏو،
جي ملي مهر هٽي تو تہ وٽي تو ڪيڏو،
تنهنجي هر ريت نياري،
ڏاڍي پياري ڏاڍي پياري.

تنهنجي ياري منهنجي ياري.

تون منهنجي شاعري آهين تون منهنجي زندگي آهين،
آءُ بيباڪ چوان ٿو تون منهنجي بندگي آهين،
مان تنهنجو پيار پڄاري،
آهيان استاد بخاري.

تنهنجي ياري منهنجي ياري.

○



ڪڻ نيڻ کُلن ميخانا، چپ چور پيون پيمانا،
اسين جڏهن ڪڏهن دانا، اڄ ٿينداسين ديوانا،
ڪڻ نيڻ کُلن ميخانا.

هڪ جام پري ڏي جاني، پنهنجي نيڻن جي نشاني،
ٻيو جام پري ڏي جاني، تون ماٺي ڦوهه جواني!
ٽيو جام پري ڏي جاني، اڄ شام ڪريون شڪرانا،
ڪڻ نيڻ کُلن ميخانا.

تون جلون کي جرڪائين، ماڻ جذبن کي جهومايان،
تونس نس ناچو ڪئي آ، مان رڳ رڳ مان تو ڳايان،
ڏس مند مُکي آ ميندي، ڏس ڳلي ڳلي کي ڳانا.
ڪڻ نيڻ کُلن ميخانا.

هن اوندهه جو اوجارو، استاد اسان ئي آهيون،
هن محفل جو مونجهارو، ڪجھ لاٿو ٿئون ڪجھ لاهيون،
سڀ ڳڏجي يار ورهايون، خوشخبريون، خير ، خزانا.
ڪڻ نيڻ کُلن ميخانا.



○

تو تي مِنڙو ڳالهايو:
مون سمجهو ڪو ڳائي پيو-
ڪوئل، ڪٿڇي شرمايو - تو تي ڀولڻ ڳالهايو.

تنهجي ڀُوري منهن تي مُرڪَ:
سوني ڳهہَ تي موتي جرڪيا،
چانڊوڪيءَ ۾ ڇڻ ڪايو- تو تي منڙو ڳالهايو.

توبہ توبہ تنهنجا نيڻ:
جنهن نہ ڏٺو سو هوندو انڌو،
جنهن تي گهوريو سوگهايو- تو تي مِنڙو ڳالهايو.

تنهجي نورَ او منهنجا مورَ:
وڻ ٽِڻ جهومڻ، جهولڻ بيٺا،
اڪ اڪ وِسڪي واجهايو- تو تي منڙو ڳالهايو.

تون جو آلهئين محفل مان:
روئڻهاريون دَرَ ديوارون،
هر ڪنهن دل کي پرچايو- تو تي منڙو ڳالهايو.

سنهڙا، ڏکھڙا، سهڻا يارَ؛
تنهنجي محبت دل جي دولت،
تنهنجي صورت سرمايو!- تو تي منڙو ڳالهايو.

تنهنجي محفل يا مقتل؟
هڪڙو هي استاد نہ يارو،
جيڪو آيو سو گھايو- تو تي منڙو ڳالهايو.

○

○

اکڙيون آليون، پَلوَ بہ آلا،   اهو ئي تہ آهي عشق آلا لا !!
باهہ جِگر، بجان جهوالا،   اهو ئي تہ آهي عشق الا لا !!

عشق جي آهي اڻ جهل خوشبو،
اُن جو وجي پيو گهر گهر گهوگهو،
توڙي در در پهرا، تالا،   اهو ئي تہ آهي عشق آلا لا!!

اهڙيون هڻن ٿا دشمن توکون،
جهڙيون تير تکي جون نوکون،
يوگ مَترڪا، طعنا پالا.   اهو ئي تہ آهي عشق آلالا!!

قرب رَتيءَ تي ڪئي ڪنجي ويا،
سهڻي سچ تي سَوَ سنجي ويا،
جوڏن ڪاٽيا ٿهر، ڪشالا.  اهو ئي تہ آهي عشق آلا لا!!

بعضي بخاري پچري چَر ۾،
بعضي تنهنجي ياڪُر پَر ۾،
ڪٿهن ڪيڏارا، ڪڏهن جمالا.   اهو ئي تہ آهي عشق آلا لا!!

○

○

اسين پيارَ ڪرڻ وارا ماڻهو.
اسين پيار ڪرڻ وارا ماڻهو.

درياهہ هجي يا صحرا،
پر پارَ ڪرڻ وارا ماڻهو- اسين پيار ڪرڻ وارا ماڻهو.

هڪ پنهنجي آجي تَرَ لئہ،
ٻيو تنهنجي سهڻي سر لئہ،
تڪرار ڪرڻ وارا ماڻهو- اسين پيار ڪرڻ وارا ماڻهو

هڪ تنهنجي صورت تي مَن،
ٻيو پنهنجي محبت تي مَن،
اعتبار ڪرڻ وارا ماڻهو- اسين پيار ڪرڻ وارا ماڻهو.

توڙي ظاهر ڪجهہ نہ ڪُڇون ٿا،
پوءِ پڌرا ٿي تہ پئون ٿا،
ديدار ڪرڻ وارا ماڻهو- اسين پيار ڪرڻ وارا ماڻهو.

ڏس هيڏي سڪي ٿو سينو،
چِڏ هاڻي اهو آئينو،
سينگار ڪرڻ وارا ماڻهو- اسين پيار ڪرڻ وارا ماڻهو.

ڪنهن سِڪ ۾ عُمر گذاري،
بيشڪ بي چين بخاري،
اقرار ڪرڻ وارا ماڻهو- اسين پيار ڪرڻ وارا ماڻهو.

○

٥

موتئي ڪوٺ نہ پياري پياري،
ناڻيءَ نہ منهنجو نازڪ ناري، ساجَنَ،
سُورن ماري مان!

سنهڙي سنهڙي باهہ ٻري پئي،
سيون- وني سِڪ روزگري پئي.
ٽچڪي منهنجي دل ڪوٺاري، ساجن،
سُورن ماري مان!

لُچ پچ مون کي چيٽ، ڪتي آ،
منهنجي طبيعت ريت تتي آ،
جيئون جُڳَ ۾ آءُ اجاري، ساجن،
سُورن ماري مان!

چيولو سوَلو، ڪَلَ ڪيئن لاهيان،
لِيڪ تہ ناهي، سِڪ ڪيئن ٻاهيان،
هِيءَ وَٽُ ناهي وسرڻ واري، ساجن
سُورن ماري مان!

تاڙَ وَلين سان وچڙي ويا ها،
پيتٽر، گلن کي چنبڙي پيا ها.
بوسا، ياڪر مُند بهاري، ساجن،
سُورن ماري مان!

مڪڙي مڪڙي جهول پريندي،
پل پل پوپٽڙا پڪڙيندي،
پير اچي پيا، تي ڪنهن ڪارِي، ساجن،
سُورن مارِي مان!

جهڙي تهڙي هِيءَ گهڙي آ.
ڪارِي جِيرِي جَهڙي ڪڙي آ.
پانئين ماکي ڪِيرُ بخاري، ساجن،
سُورن مارِي مان!

o

○

هي ڪم، هي ڪُم، هي غم، هي غم.
مصروف آهي تَن، مَن دَم – دم.

نينڊ لـڙايون!
وقت ڪـتي آ؟
چوٽون ڪائون!
وقت ڪـتي آ؟
ڳالهہ ڍڳـهيـري، وقت ذرا ڪم،
مـصروف آهي تن، من دم – دم.

هڪ اڪ روئي،
هڪ اڪ مُرڪي.
هڪ چَپ ڦـرڪي،
هڪ چپ ڪرڪي.
هڪ جهٽ عيدون، هڪ جهٽ ماتم،
مـصـروف آهي تـن، من دم دم.

ڪجهہ فڪرن ڪئي،
ڪجهہ شعرن ڪئي.
ڪجهہ پنهنجن ڪـئي،
ڪجهہ غيرن ڪئي.
دل جي دنيا درهم برهم،
مصروف آهي تن، من دم– دم.

چنڊُ تڪيندي،
باک بکي وئي.
موتيو سنگهندي،
سانجهي تي وئي.
عُمر لنگهي وئي ، ٽڪڙو سر گم،
مصروف آهي تن، من، دم - دم،

نيت پخاري،
اُتٽو آهي.
رَنگ رَتو هِي،
چڙٽو آهي.
جي جيئٽو آ، دِل دِل ۾ جَمُا
مصروف آهي تن، من ، دم - دم.

○

ڪلهہ رات ڪتاري، گذري وئي.
اڄ رات ڪساري، گذري وئي.
مون پَت پاري،
هر وَٽُ ٻاري،
رَتُ رئندي انڌاري، گذري وئي.

هِن عشق وڏو احسان ڪيو،
دشوار سفر آسان ڪيو.
ريشم تي لڳي،
رِم جهم تي لڳي،
پر ڪاري واري، گذري وئي.

هِن عشق جي آڙه ۾ اَر ۾،
تو مونکي پکوڙيو پاڪُرَ ۾،
ٻُت منهنجي مان،
رَت منهنجي مان،
بجلي جي سواري، گذري وئي.

جا چنڊ وچي چمڪي آهي،
جا زهري ڏي اُلري آهي،
هِن ڌرتيءَ تان،
دِل پرتيءَ تان،
مون آهَ اڏاري، گذري وئي.

ڪئي سُورن جا صحرا آيا،
ڪئي دردن جا دريا آيا،
هِيءَ تانگهہ يڪي،
ڪٿ ڪان ٿڪي،
بيچين بخاري گذري وئي.

○

○

مان ڪنهنجي ڪلڻ تي چو ياڙيان؟
مون کي پنهنجي رئڻ تي ير آهي.
ڪنهن ڏور ڪنوڻ تي چو ياڙيان؟
هِت مينهن وسڻ تي ير آهي.

مون مِنت ڪئي ڪِٿ منزل ڪي،
ڇولين ۾ سڏيان چو ساحل کي،
مان ڪنهنجي اچڻ تي چو ياڙيان؟
مون کي پهچي وڃڻ تي ير آهي.

مان تڪليفن کي تنگ ڪندس،
هر جاءِ ستم سان جنگ ڪندس،
مجبور مرڻ تي چو ياڙيان؟
تي جواڻ جيئڻ تي ير آهي.

مان وڻ ناهيان جو وڏَ سهان،
ڪو ڪاٺ نہ هان جو ماٺ رهان،
سو صبر ڪرڻ تي چو ياڙيان؟
سوچڻ، لوچڻ تي پَرُ آهي.

چو مونکي تا سقراط سڏيو،
پِٺ گهوٽ پلي جي بات سڏيو،
مان زهر پيئڻ تي چو ياڙيان؟
پرپور لکڻ تي پَرُ آهي.

○

## ڪير ڏسي؟

اوتر چوهو، ڏار ڏکڻ ۾،
ٽم ٽم ٽم ٽم پير اڱڻ ۾،
هر ڪو ڳاڙهيون ڳاگون ميڙي،
پن– پن تڙ پڙ، ڪير ڏسي!

محفل مستي، جهوم لڳن ۾،
چم چم چم چم چير صحن ۾،
هر ڪو ڇُلندڙ چاتي گهوري،
دل جو ڌڙڪڻ، ڪير ڏسي!

ساگر سُڏڪي، گاج گجي ٿي،
ڪوهه رڙي ٿو، واچ لڇي ٿي،
پونءِ بدن تي ڌوڙ ٿي برسي،
رڻ جو روئڻ، ڪير ڏسي!

ٿنبي ٿڏو ٿي پوهه سمهي پيو،
آرڙهه ٿي آڪاڙ اٿي پيو،
ڪوبسو ساههُ ٿي جهولو چئونڪي،
ڪنهنجو ڪوڪڻ، ڪير ڏسي!

○

○

تون پير تہ ڪڻ،
تون پير تہ ڪڻ.
تون پير تہ ڪڻ پيارا،
وک وک تي چمپا جون،
ڪي سُهٽا چڪيون هڻ!
مان اڄ آيو آهيان، هي سُرهَڻ يار سنگهڻ.
تون پير تہ ڪڻ.
تون پير تہ ڪڻ....

تون نيڻ تہ ڪڻ،
تون نيڻ تہ ڪڻ،
تون نيڻ تہ ڪڻ پيارا،
هِن سيني ۾ سامهون،
ڌاڙ ڪولي گوليون هڻ!
مان اڄ آيو آهيان، اِن ديدن ڪان ڏڪڻ.
تون نيڻ تہ ڪڻ.
تون نيڻ تہ ڪڻ......

تون ڪنڌ تہ ڪڻ،
تون ڪنڌ تہ ڪڻ،
تون ڪنڌ تہ ڪڻ پيارا،
استاد بخاريءَ ڪي،
آزاد وٽــي اورڻ.
مان اڄ آيو آهيان، هِن ڪَنڌَ مان ڦَنڌُ ڪيڻ،
تون ڪنڌ تہ ڪڻ،
تون ڪنڌ تہ ڪڻ....



○

هڪڙي وقت ۾ هڪ ڪَمُ ٿئي ٿو.
يا ڇيرن جي ڇم ڇم ٻُڌبي،
يا غمگينن جو غم ٿئي ٿو.
هڪڙي وقت ۾ هڪ ڪم ٿئي ٿو.

مظلومن جي گهر ۾ تر ۾،
سال سڄو ئي محرم ٿئي ٿو.
هڪڙي وقت ۾ هڪ ڪم ٿئي ٿو.

جِيوَن جو ڏسُ آهي جِن ۾،
تِن جائُن ۾ جوکم ٿئي ٿو.
هڪڙي وقت ۾ هڪ ڪم ٿئي ٿو.
مون ته ڏٺو آ طوفانن ۾،
پَن پَنُ ڦڙڪي پرچم ٿئي ٿو.
هڪڙي وقت ۾ هڪ ڪم ٿئي ٿو.

اوندهه ۾ استاد بخاري،
شوق ٻري ٿو ۽ شَمُ ٿئي ٿو.
هڪڙي وقت ۾ هڪ ڪم ٿئي ٿو.

○

○

مون کي عشق لڳو هو ڪيئن ڪيئن؟
اهو عڪس بہ دل تي اڪري ويو.
دل رقص ڪيو هو ڪيئن ڪيئن،
اهو عڪس بہ دل تي اڪري ويو.

برسات وسي پئي ٿر تي،
جڻ واچ لٿي ڪينجهر تي،
مون چاهہ ڇهيو هو ڪيئن ڪيئن؛
اهو عڪس بہ دل تي اڪري ويو.

اک اک ۾ وجهي الفت سان،
هٿ هٿ ۾ ڏئي همت سان،
تو قول ڪيو هو ڪيئن ڪيئن؛
اهو عڪس بہ دل تي اڪري ويو،

احساس جا ڪرٽا نغما،
جذبات جا جهرٽا نغما،
انگ انگ وڳو هو ڪيئن ڪيئن؛
اهو عڪس بہ دل تي اڪري ويو،

اڌ رات جو اتلي پتلي،
استاد بخاري تڙپي،
هي گيت لکيو هو ڪيئن ڪيئن؛
اهو عڪس بہ دل تي اڪري ويو.

○

○

سَپنن ۾ پيو ملان،
محب، مِلڻ ري توسان مِلان ٿو!

موسان پَريت گڏجين ٿو ڀون،
مُرڪي، ٻهڪي خوش ٿين ٿو تون،
دِل جو دِل ۾ ڪـلان؛
ڍولَ، ڪِلڻ ري توسان ڪلان ٿو!

جڏهن روشن ڏينهن ٿئي ٿو،
ڀُوت اڪيون ته ٻه سِڄ سُجهي ٿو،
ڏُور هجين ته ٻه ڏسان؛
يارَ ڏِسڻ ري تو کي ڏسان ٿو!

سُرها منهنجا خواب ته آهن،
گفتا تنهنجا گلاب ته آهن،
گُل ـ گلاب ٿو چُمان؛
اِيئن چمڻ ري تو کي چمان ٿو!

سڪ سوڪيم بخاري پنهنجي،
سُرَهڻ، هِيرَ جي ياري پنهنجي،
واسَ سان واءُ تي هَلان؛
هائو هلڻ ري توسان هلان ٿو.

○



زندگي تي ناهي ڪوئي اعتبار،
چار گھڙيون سي ته گڏجي يار گھار.

جي رُلي دل، ڪنهنجي قربن ۾ ڪڙينس،
جي چِڙي دل، ڪنهنجي مُرڪڻ ڏي مُنجيس،
خار جي ڪائي، مٿان پيارينس پيار.
چار گھڙيون سي ته گڏجي گھار يار!

رنج کي زوري به راحت سان گڏيو،
زهر کي ماکي بڻائي پي ڇڏيو،
سرءَ مان پيدا ڪجي موسم بهار.
چار گھڙيون سي ته گڏجي گھار يار! –

چنڊ جي ناهي ته تارن سان ملو،
گل ته ِيا ناهن ته خارن سان کلو،
نيڪ ناهي ڪنهنجو ايڏو انتظار.
چار گھڙيون سي ته گڏجي گھار يار!

هي فرشتن جي سڄڻ بستي نه آ،
هت خيالي خواب جي مستي نه آهه
هي زمانو آ زمانيٰ سان گذار.
چار گھڙيون سي ته گڏجي گھار يار!

ميڙ جيڪي ميڙڻو ٿئي خوب ميڙ،
خواهشن جي چار ڪي دل تي پڪيڙ،
پر نہ ايڏو پاڻ ڦاسي ٿين شڪار ــــ
چار گهڙيون سي تہ گذجي گهار يار!

○

○

پيار ندورو ڪير چوي تو، پيار سدورو آ.
پيار جو تو تي مون تي ساري ترتي تورو آ.

ليلي، مجنون، سهڻي ميهر ڪالهه هنيون نعرو،
تنهنجو منهنجو جڳ ۾ جاني آيو آ وارو،
پيار پراڻو ناهي ٿيندو نئون نڪورو آ.
تو جو مون سان گڏجي ڳايو، نغمو، گونجي پيو،
منهنجي دل ۾ دلبر تنهنجو جلوو جهومي پيو،
لونءِ لونءِ توکي لوڏيان ويٺو، هاڻ هندورو آ.

عشق لڳو استاد بخاري جوين جاڳي پيو،
تنهنجو منهنجو ساري تر جو جيون جاڳي پيو،
تو جو ڳايو رات بخاري، راڳ سڳورو آ.

○

٥

پيار پنهنجي کي ڪريان تو بي نقاب،
توکان ڪهڙو آ حجاب.
اک ڪري ويٺي آ تنهنجو انتخاب-
توکان ڪهڙو آ حجاب.

مان سٽايان حال توکي سربسر،
تون پرين تعبير ڪر؛
رات جيڪو مون لڌو آ خاص خواب-
توکان ڪهڙو آ حجاب.

عشق ۾ منهنجي جواني ڏوبجي،
تي پئي ڏاڍي چِٽي؛
حسن ۾ وهنجي بکيو تنهنجو شباب-
توکان ڪهڙو آ حجاب.

- پيار جي پابي گلا ڪن تا گهٽي،
تون بہ دل - من تو هٽي؛
مان تہ سمجهان تو سڄڻ ڏاڍو ثواب-
توکان ڪهڙو آ حجاب.

رات ساري محبتون موجون ھجن،
ڳالھڙيون منٺڙيون ھجن؛
چندبہ چا جو، چنگ چا، چا جو رباب-
توکان کھڙو آ حجاب.

ڪنھنجو مون تي ناھي ايڏو ايترو،
ديد تنھنجي جيترو؛
روبرو دل تي رکي تي رعب تاب-
توکان کھڙو آ حجاب.

ينٺر ناھيان چا ڪريان استاد مان،
جوسنگھان، پٽڪان ، اڏان؛
تون بہ گانڌي باغ جو ناھين گلاب-
توکان کھڙو آ حجاب.

○

○

ننهن کان چوٽيءَ تائين، الا،
سيني وصفين سهڻو آهين.

نيڻ ڪٽي تو تير هٽين تو،
تير هٽين تو پو ٻه وٽين تو،
گهورڻ سان تو گهائين، الا،
سيني وصفين سهڻو آهين.

ڪنڊ پتاشا وينڊا وسري،
چا ڄجي ماڪي ڄاڄي مصري،
منڙو تو ڳالهائين، الا،
سيني وصفين سهڻو آهين.

ريشم جهڙا ڪارا ڪارا،
وار سنواري تن سان پيارا،
ڏاڍن کي تو ڏائين، الا،
سيني وصفين سهڻو آهين.

ناز منجهان نوخيز هلين تو،
واٽهڙن کي ونگ وجهين تو،
تڪڙن کي ترسائين، الا،
سيني وصفين سهڻو آهين.

عضوو عضوو تنهنجو سُرهو،
ساهه، پسينو تنهنجو سرهو،
محفل کي مهڪائين، الاء،
سيني وصفين سهڻو آهين.

سهڻا تنهنجو ڪونهي ثاني،
جنهن دم سنبرين بيهين جاني،
سج، چنڊ کي شرمائين، الاء،
سيني وصفين سهڻو آهين.

استاد آهن سهڻا ڪيئي،
دنيا ۾ من مهڻا ڪيئي،
سهڻن جو تون سائين ، الاء،
سيني وصفين سهڻو آهين.

○

○

ڪوئي سمجهي يا نہ سمجهي ڳالهہ اسان جي سولي.
جنهن سان لايون توڙ نباهيون، آهي پنهنجي ٻولي.

جيڪو خالي ماري ڄاڻي، تنهن کان پنهنجي توبه،
جيڪو ٻارڻ ٻاري ڄاڻي، تنهن کان پنهنجي توبه،
جيڪو جِيءَ جياري ڄاڻي، تنهنجي ڳلي ڳولي.
جنهن سان لايون توڙ نباهيون.....

ڪوئي روڪي ڪوئي ٽوڪي ڪرڪي بيٺو ڪوڪو،
هرڪو پنهنجي پنهنجي دل جو ڏئي ٿو بيٺو هوڪو،
ڪنهنکي روڪي ڪنهن کي روڪيون پنهنجي هيڏي جهولي.
جنهن سان لايون توڙ نباهيون.....

ڪنهن جو سوچون سرمايو ۽ ڪنهن جون دنيا داري،
ڪنهن جو نالو آهي يارو نالو ناماڃاري،
جيئي پنهنجي، جيجي جيئي جيئي سنڌي ٻولي.
جنهن سان لايون توڙ نباهيون.....

جيڪو ٽورو چاهي تنهنکي ڏاڍو ڏاڍو چاهيون،
جيڪو پنهنجو ناهي تنهنجا ناهيون ناهيون ناهيون،
پنهنجي دل جي ڳالهہ سموري استاد آهي کولي.
جنهن سان لايون توڙ نباهيون.....

○

○

تنهنجا جلوا جادو،
تنهنجا جلوا جادو،
منهنجا جذبا جلد ڪري ويا ڪلف ڪنجيءَ ۾ قابو.
تنهنجا جلوا جادو.

سُهڻي جهڙي سياڻي سوگهي،
باگي جهڙا بانڪا سوگها،
سونهن سلهاڙيا ڏاها ڏاها، آءِ تہ سادو ساڏو.
تنهنجا جلوا جادو.

عشق ڪان ماڻهو ڪو نہ مڙي تو،
ڪجهہ بہ هجي پر پيار ڪري تو،
پوءِ جي پرواهہ ڪير ڪري تو، ڪاٺو ٽئي يا واڏو.
تنهنجا جلوا جادو.

ديس پرست استاد بخاري،
ساکي آهي سنڌڙي ساري،
منهنجا شاهد ريتي، ڪيٽي، ديرو، مورو، دادو.
تنهنجا جلوا جادو.

○

○

تنهنجي سِڪ سهڻا سڏرايو آ.
متان چئين اڻ- ڪوٺيو آيو آ.

هي پيار ڏنو پيغام آهي،
هتي پاڻي، صابڻ جام آهي،
جي تو ميٺ متي ۾ پايو آ- متان چئين اڻ ڪوٺيو آيو آ.

جيئن پهتي تنهنجي چاهہ چِٺي،
مون نہ ڏينهن ڏٺو ۽ نہ رات ڏٺي،
پلا دل کي ڪنهن ڌمڪايو آ- متان چئين اڻ ڪوٺيو آيو آ.

اڄي تنهنجي تَن ۾ تار رسي،
جنهن منهنجي جاني ننڊ ڪسي،
ان تانگهہ تِکو تڙپايو آ- متان چئين اڻ ڪوٺيو آيو آ.

جو نينهن رسايو اڄ نياپو،
تَنهن نيابي ۾ هو ڏوراپو،
تَن گهرن گهاوَن گهايو آ- متان چئين اڻ ڪوٺيو آيو آ.

هي هر ڪو ماڻهو تو چاڻي،
هتي ڪير سگهي استاد آڻي،
ڪنهن قرب ذريءَ آڻايو آ- متان چئين اڻ ڪوٺيو آيو آ.

○

○

تو کي شاباس منهنجي مِٺا،
مون کي پنهنجي ڪئي جي سزا.

– ڇو مان اهڙي رکان تو طبيعت،
جيڪا موکي ڪري ٿي محبت،
جيڪا ڄاڻي ٿي اندي وفا– مونکي پنهنجي ڪئي جي سزا.

ڪيڏي خلقت خدا جي گهٽي آ،
مون کي تنهنجي ئي صورت وڻي آ،
منهنجي چاهت جي آهي خطا– مونکي پنهنجي ڪئي جي سزا.

مونکي جيڏو سِڪائين صحيح آ،
سُور ڏين يا ستائين صحيح آ،
ڇو مان تو کي ٿو ڀانيان ڀلا– مونکي پنهنجي ڪئي جي سزا.

جيڪو ٽيٽو هو استاد ٿي ويو،
پيار ڀوڻي اکيون سُور ڀي ويو،
ڪهڙا ويچار هاڻي ڪبا– مونکي پنهنجي ڪئي جي سزا.

○

٥

تورا رَبَ جا سڀ ڪي آهي.
ڏک بي آهي سک بي آهي.

همت، قسمت پُوري ساري،
صورت، سيرت پوري ساري،
الفت ڏاڍي عمدي آهي.
تورا رب جا سڀ ڪي آهي.

ڪو دشمن ڪو دلدار آهي،
ڪو ڪار آهي ڪو يار آهي،
ٿِتڪي، مصري پنهنجي آهي.
تورا رب جا سڀ ڪي آهي.

سِر سياڻن جان سوچڻ چاٿي،
دِل ديواني جهومڻ چاٿي،
اک ٻارن جان روئٽي آهي.
تورا رب جا سڀ ڪي آهي.

استاد اهڙو سکٽو ناهي،
وايون، ڪافيون، دوها ناهي،
هيرا، موتي، چاندي آهي.
تورا رب جا سڀ ڪي آهي.

٥

○

جڏا اڄ صبح ٿيا پيارا- هجئي سُڌ شام جا تارا.
لٽا منهنجا ڪڪر ڪارا- هجئي سُڌ شام جا تارا.

چٽو چلڪين لڳين سهڻو،
برابر آهين من مهڻو،
سڄڻ تو ڪان بہ سونهارا- هُجئي سڌ شام جا تارا.

گهڙيءَ ڪان پو هليو ويندين،
وجي ڪاٽي سُکيو ٿيندين،
۽ مان تاهيان تو هِت چارا - هجئي سُڌ شام جا تارا.

شفق جي شوق ۾ چمڪين،
سندس جهوليءَ ۾ تو جرڪين،
رئڻ بيٺا روئڻ وارا- هجئي سُڌ شام جا تارا.

شفق ۽ تون بڏل آهيو،
وڇوڙي ڪان چُٽل آهيو،
جُدائي مون تي ڏئي جهارا- هُجئي سُڌ شام جا تارا.

شفق سان تو کي ڏسندو هان،
بخاري دل ۾ چوندو هان،
هُجون هان پاڻ بي تارا- هجئي سُڌ شام جا تارا.

○

○

هڪ موت مٺي جو پيئو سهڻا.
پيو تو مان نہ تو ٿئي ڏيئو سهڻا.

ٻوڙي ٻوڙي تنهنجي واڳ وتان،
تو کي چنبڙي تنهنجو چاهہ چمان،
اهي ٻهڪيون ڳالهيون بخش ڪجان،
مون کي محبت جو آهي مٺو سهڻا.

هڪ عمر ۾ آخر ڇا جيئندس،
ڪم ڪار ڪندس يا پيار ڪندس،
ڇا ڪلندس توسان ڇا ملندس،
مون کي عمريون هجن ها سئو سهڻا.

تنهنجي سڪ ۾ سڪان، ڪوئين سڪٽو،
تنهنجي سامهون رئان، سمجهين روئٽو،
تو لاءِ رُلان، چوين تو رُلٽو،
جيڪي چوڻو اٿئي سو چئو سهڻا.
استاد جا ازخود نيڻ پڳا،
چو تو هر هر ڏين اهي ويڻ تڪا،
جيڪي ماٺو آهن ميڻ منا،
سي ڪٽ ٽا سهن ايڏو تئو سهڻا.

○

○

اچي نيٺ اٽڪيون اکيون تنهنجون منهنجون.
وليون تي ملي ويون دليون تنهنجون منهنجون.

تنهنجا نيڻ نغمان، منهنجا ساهه سرندا،
رڳون راڳ بنجي وڄيون تنهنجون منهنجون.

ڏيئا ذات منهنجي، بتي بات تنهنجي،
سڄي رات جوتون جليون تنهنجون منهنجون.

محبت هُلي وئي، ڪتوري کُلي وئي،
ڳليون، ڳوٺ ڳالهيون هليون تنهنجون منهنجون.

ڪسانڻ فسانا، مزورڻ ڪهاڻيون،
ٻنين تي ملن ۾ ڪنيون تنهنجون منهنجون.

بخاري بهاريون سڄي سال ساريون،
اِجهي زور، زاريون اگهيون تنهنجون منهنجون.

○

○

خوشبو بنجي پکڙي ٿو پيو تنهنجو منهنجو پيار.
تنهنجي منهنجي چاهت جو آ چوڌاري چمڪار.

پيار پکي کي سونهن سچيءَ کي پاڻي کيئن پلي؟
تنهنجا جلوا، منهنجا جذبا، جڳ مڳ جوت جلي،
تنهنجو منهنجو ناتو رشتو نکري ٿيو نروار.

عشق اٿائو ڏاڍو آ، جي هوندي ناهي دل،
عشق سٺائو ڏاڍو آ، جي هوندي آهي دل،
تو سمجهيو آ، مون سمجهيو آ، ٻيئي ناهيون ٻار.

ڌارين وانگر ڪڏهين ڪڏهين تون ڇو ملندو آن؟
مان پيو جاني جلندو آهيان، تون پيو کلندو آن!
ٻارڻ ٻرندو رهندو آهي، ڏيندو ناهين نار.

پيار ندورو ڪير چوي ٿو، پيار سدورو آ،
پيار نہ جهونو ٿيندو آهي، نئون نڪورو آ،
پيار جي دم سان زندهہ آهي سونهارو سنسار.

مجبور آ استاد بخاري، يا آهي آزاد؟
عشق ڪري برباد ڇڏيس يا دائم زندهہ باد؟
ڪجهہ بہ هجي پر يارَ بخاري تنهنجو آهي يار.

○

○

باهہ بہ ناهي، ساهہ بہ ساڙي- اهو ئي تہ آهي عشق الاڙي!
جنهن کي تاڙي چرخي چاڙهي- اهو ئي تہ آهي عشق الاڙي!

سوچو عاشق هي ڇپ چاهي!
شينهن بہ ناهي، بگهڙ بہ ناهي،
تڏهن بہ تن ٽو چيري، ڦاڙي- اهو ئي تہ آهي عشق الاڙي!

سُونهين سمجهي سِير ٽپي ٿو،
ڪاني وانگي ڪوهہ ڪپي ٿو،
لوڙهي وانگر باهہ لتاڙي، اهو ئي تہ آهي عشق الاڙي!

تن پر سوگهي تاڻ لڪائي،
ڪيڏو پنهنجو پاڻ لڪائي،
پو بہ پچارون آڙي پاڙي- اهو ئي تہ آهي عشق الاڙي!

اکڙيون ڳاڙهيون ڇڻ تہ اماڙيون،
ساهَ وڃن سامهين کي ساڙيون،
تو کي ڏسبو اهڙي ڏهاڙي- اهو ئي تہ آهي عشق الاڙي!

عشق سان منهنجي گهاٽي ياري،
جوين ڪان اِستاد بخاري،
پهرا جاري پهر اجاڙي- اهو ئي تہ آهي عشق الاڙي!

○

○

جنهنکي جنهنکي هوندا سُورَ تنهنکي سُجهندا هوندا ڙي!
جاتي ٻرندي هوندي باھ، ألا اٿندا هوندا ڙي!

دنيا تنهنجا پِير، امير، تُوڙي منهنجا يار فقير،
جيڪي ڪندبون ڪاٺن ڪير، توڙي چولا ليرون لير،
چوري چوري سي ٻه ضرور، رئندا رهندا هوندا ڙي!

سياري لهندي آهي سير، ساوڻ چڙهندو آ درياھ،
منهنجي دل ۾ سارو سال، چوليون چوليون تنهنجو چاھ،
پلٽيا پلٽيا مون ڪي پور، تنهنجا پوندا هوندا ڙي!

هڪڙو ڳايائين هر بار، سهٽي ڌرتيءَ جا سينگار،
ٻ ٻيو پلٽيائين پٽي پيار، نعرو نينهن هٽي نروار،
ڏاڍو ڏوريو آ استاد، ماٺهو چوندا هوندا ڙي!

○

○

ٻُڌو ٿو وڃي هانءُ، اُڏيو هليو آءُ نانءُ!
جاني جان جانان، جاني، جان جانان.

جي محفل مچايان تہ مهمان تي آ،
وسان مينهن تي مان تہ طوفان تي آ،
ملڻ لاءِ ماندا ٻڌايون بهانا.
جاني جان جانان.........

تہ گُهرجيم خواجا خضر جي حياتي،
رڳو هڪڙو پيرو ڇڪي لاءِ ڇاتي،
گهڙي گهارِ مون سان تہ گهوريان زمانا.
جاني جان جانان.........

ستارن کان هر رات جهرمر چنان ٿو،
سٺي رنگ اندلٺ کان سهڻا ڳنهان ٿو،
بنايان ٿو تنهنجي ڳچيءَ لاءِ ڳانا.
جاني جان جانان.........

سٹين روبرو تون سدائين سکان ٿو،
لڄي روز تولئہ بخاري لکان ٿو،
نوان گيت گانا، توانا ترانا.
جاني جان جانان.........

○

○

نہ جهيڙو نہ فتنو نہ تڪرار چاڻون.
اسين پيار وارا ڪري پيار چاڻون.

اسين سونهن، سينگار جا آهيون گهورا،
نظرثار ديدار جا آهيون گهورا،
اهو عشق پنهنجو تا آڏار چاڻون.
اسين پيار وارا ڪري پيار چاڻون.

ڏسون سونهن سامهون تہ وڻجي وجون تا،
وڏي هو بہ چاهي تہ چنبڙي وجون تا،
جي ٿي يار پوندو تہ ٿي يار چاڻون.
اسين پيار وارا ڪري پيار چاڻون.

چچين ٿو، ڏسين ٿو تہ تڙبي پئون تا،
ملين ٿو تہ محبوب جهومي پئون تا،
ڪري رنج، راحت جو اظهار چاڻون.
اسين پيار وارا ڪري پيار چاڻون.

پکين جي پڪارن پنيان چار پکڙن،
گلابن جي پاسن ۾ تا خار نکرن،
ندوري نظاري ڪي آزار چاڻون.
اسين پيار وارا ڪري پيار چاڻون.

لڳو عشق استاد تا شعر ٿاهيون،
وڇوڙو ستائي تہ ويراڳ ڳايون،
ڪِلي يا رئي تاري اوتار ڄاڻون.
اسين پيار وارا ڪري پيار ڄاڻون.

○

○

اسان جا اشارا، اوهان جا اشارا.
نوان نينهن جاني، نيارا نظارا.

اچين تو اکين ۾ اچي روشني ٿي،
ملين ٿو ته منهنجي وڏي زندگي ٿي،
کلين ٿو ته سامهون کڙن چنڊ تارا.

زمين پنهنجي آ، آسمان پنهنجو آهي،
خدا جو ڏِنو يار هر گنج آهي،
رگو پيار آجي جا آهيون بکارا.

ڏتاري ڏکاري، دلاسا ڏيو ٿا،
هٿن ساڻ ماري، چپن سان پچو ٿا،
کري بي سهاري، ڏيو ٿا سهارا.

اسان جون اميدون اوهان جون ته آهن،
هي دل توڙي ديدون اوهان جون ته آهن،
اچي پنهنجون چيزون سنڀاريو خدارا.

بخاري جو هاڻي ٿيو حال هيٺو،
وينو نينهن ناهي دلاسي وهيٺو،
سِگهي ڏيوم سهڻا سهارا سگهارا.

○

○

رات تنھنجي ديد مٿان بحث ٿيا وڏا.
ڪن چيو تہ آ دُعا ڪن چيو دوا.

نيڻ تو ڪنيان تہ اڇي ڀنئر ڪئي مڙيا،
تو ڪِلڻي ڏنو تہ اتي موتيا ڪڙيا،
ساھہ تنھنجا ھوبھو بھار جي ھوا.
ڪن چيو تہ آ دعا.........

تنھنجي ھوندي محب مٺا تاس ٿو مران،
ڇڻ تہ ڪنھن سمونڊ اڳيان آب ٿو گھران،
ڳاج ٿي نگاھہ پوي، مينھن ٿي وفا.
ڪن چيو تہ آ دعا.........

تو چيو تہ مون کي قسم آھي سنڌُ جو،
مون چيو تہ مون کي قسم تنھنجي جند جو،
پيار جو وقار اھي واعدا پڪا.
ڪن چيو تہ آ دعا.........

مون کي تنهنجي سونهن مٿان اعتبار آ،
تو کي منهنجي نينهن مٿان اعتبار آ،
روز تو رقيب ٿئي خوار خوامخا.
ڪن چيو تہ آ دعا.........

موت جو دٻاءُ ڏسي ماتري اٿي،
زندگي جو ناد، ڪٿي شاعري اٿي،
ڏيهہ کي بخاري ڏنا گيت جيت جا.
ڪن چيو تہ آ دعا.........

○

○

مون ڏي گهور نہ مور، مون ڏي گهور نہ مور.
جي چئين سونهن مزوري،
جي چئين پيار مزور، مون ڏي گهور نہ مور!

اکڙيون اکڙين سان اٽڪيو اڙجن تيون،
چاهت منجهہ دليون چقمق چهٽن تيون،
جي تون سمجهين ٿو،
هي ٿيو ڪِيس ڪلور، مون ڏي گهور نہ مور!

محبت ماٺهوءَ جي آهي مجبوري،
دل کي پيار ڪبي منهن تي مغروري،
جي تو رعب رکين تون،
ڪونين قرب قصور، مون ڏي گهور نہ مور!

○

°°

مون ڏي گهور ضرور، مون ڏي گهور ضرور!
سمجهين شمع پري ٿي.
پرندو پتنگ ضرور، مون ڏي گهور ضرور!

تو کي چاهيان ٿو جي تون چاهين ٿو،
منهنجي جيءَ ۾ جڳهه تنهنجي ناهين ٿو،
حاضر آهي اِجهو هي،
منهنجو هيانءُ حضور، مون ڏي گهور ضرور!

منهنجا گيت سڀئي تنهنجي پريت آ پرين،
تنهنجي پريت ۾ آ جيت جيئوت پرين،
تولئه آهي بخاري،
چاتو پڪ، پکڙجو مون ڏي گهور ضرور!

° °

○

تون نہ منھنجو شڪاري، نہ مان تنھنجو شڪار،
عشق پيو تو پنھي ڪي ڪري مَن شڪار.

تون بہ ونجي وئين، مان بہ وڃي ويس،
تون بہ ڦٿجي پئين مان بہ ڦٿجي پيس،
چين تو ڪان چنو مان بنه بيقرار،
عشق پيو تو......

سونھن ۽ عشق جو ساٿ ڪيڏو سگھو،
جسم ۽ روح جو جوڙ جيڏو سگھو،
پورو پورو ڪريون پاڻ تي اعتبار.
عشق پيو تو......

پنھنجي دل ڏي تہ ڏس تيز ڌڙڪي تي پئي،
مون ڪي ڇڏ، مون تي اڄ وڄ ڪڙڪي تي پئي،
باھہ آھي بخاريءَ ڪي ناھي بخار.
عشق پيو تو......

○

○

اوهان بلڪل البيلا-
جيئن صبح جي هير تڏي، جيئن ماڪ، ڪنول، ڪيلا.
اسين پَپ، هٿ پٿريلا،
پيا ٿا سونهن تي پهرو ڏيون، جيئن سنڌوءَ تي بيلا.

اوهان وي سي آر ڏسو،
پنهنجو پيار وساريندي پيا ٿا ٻين جو پيار ڏسو،
اسين ڪهڙو پڌايون قصو،
دک دل ۾ گهسي آيا، چڙ ديس ۾ ڌاڙيلا.

اوهان ماڻيو جيون ڪي،
گلشن ۾ روز گهمي، جهومايو جوڀن ڪي،
اسين اوکن رستن تي،
نوڪيلن پٿرن تي، وتون ٿڙندا آويلا.

استاد جي منٿ مڃو،
پرين پنهنجي عشاقن ڪان، ائين ويڙهي ڪين وڃو،
اچو اچو او يار اچو،
ڪريون سارو ڏور ڏڇو، محبوب ڪريون ميلا.

○

○

پريت رني آ، ننڊ ڦٽي آ، پرچايان مان ڪنهنکي ڪنهنکي.
ديد رني آ، دل ٻہ دکي آ، ڳل لايان مان ڪنهنکي ڪنهنکي.

هوءَ جا رات مزن ۾ گذري،
سڪ سڪ ۾ ويو سورج اڀري،
هڪ هڪ مُهر وئي آ اُڪري- ميٽايان مان ڪنهنکي ڪنهنکي،

وقت ڏکي پيو ٽڪڙو ٽڪڙو،
شوق لڇي پيو ٽڪڙو ٽڪڙو،
تون ٻہ وڃين پيو ٽڪڙو ٽڪڙو- ترسايان مان ڪنهنکي ڪنهنکي.

چقمق لوهہ چِڪيندو چو آ،
چنڊ، چڪور ٽڪيندو چو آ،
ٻيٽڙو، ڳل ڏي ويندو چو آ- سمجهايان مان ڪنهنکي ڪنهنکي.

هن جي مرضي چاهي نہ چاهي،
عشق ٻہ ارڏو آهي سو آهي،
رب کي ڪنهنجي پروا ناهي- ميڙايان مان ڪنهنکي ڪنهنکي.

پيار ٻخاري ونڊ ونڊايان،
شهر شهر ۾ رنگ رچايان،
دل تہ چوي ٿي در در ڳايان- پر ڳايان مان ڪنهنکي ڪنهنکي.

○

ں

سرمو پايئہ، مونکي گھايئہ،
اڻ مان آخر هت ڇا آيئہ!
عشق بچايئہ، مونکي لڄايئہ،
اڻ مان آخر هت ڇا آيئہ!

مرضيءَ تائين مهلت ناهي،
ڇڻن گھڙين جي فرصت آهي،
ڪجھہ شرمايئہ، ڪجھہ گھبرايئہ،
اڻ مان آخر هت ڇا آيئہ!

تنهنجي سر جو آهيان گھورو،
ڪو ميکپ جو ناهي تورو،
ٻاڻ ٻڻايئہ، وقت وڃايئہ،
اڻ مان آخر هت ڇا آيئہ!

ڇو تون روڪين ڇڏ تہ رڻان ها،
تنهنجي ڳل کي اک سان ڏڻان ها،
ڇو پرچايئہ، پاڻ پڻسايئہ،
اڻ مان آخر هت ڇا آيئہ!

ڪهڙو سبب آ عشق سڳورا،
روز پون تا توتي دورا،
ڪلهہ جهومايئہ ، اڄ تڙپايئہ،
ان مان آخر هٿ ڇا آيئہ!

وهڙي وا استاد بخاري،
ٻاري ٻاري تو دل ناري،
ٻاڻ مچايئہ، پاڻ اجهايئہ،
ان مان آخر هٿ ڇا آيئہ!

○

○

ان رات ٻہ تن من کي ڪو چين ڪٿي آيو.
هاڪار پئي جهومايو، ناڪار پئي تڙپايو.

اڄ صبح سويري جو گلشن ۾ گهميوسون پئي،
ڪنهن شوق منجهان سهڻن ہوٺن ڏي ڏٺوسون پئي،
گل، پنئر کي ڳل لايو، خوشبوءِ تي شرمايو.

محبوب جيٰ محبت جو ماحول ڦري تو پيو،
چڻ لال جي ميلي تي چوڏول ڦري تو پيو،
چاهت ۾ چڪر ڪاٽڻ تي حسن آ هيرايو.

چو سوچ تي سنسن جي برسات وسي تي پئي،
چپڙن تي حجابن جي چڻ برف جمي تي پئي،
بوسن سان نہ پڙڪايو ، گفتن سان تہ گرمايو.

مشتاق ۽ معشوقن جو ميل مچي ويو آ،
سُر ساز ۽ آواز جو رنگ رچي ويو آ،
استاد اچي ويو آ، هو هاڻ تہ آڻايو.

○

## دل ٺُٺي

مون تہ ڏٺو آ منهنجا سائين، ڏاڍو جڙي تي ڏُکي.
شاخِ سُکي،
مون تہ ڏٺو آ منهنجا سائين، ڏاڍو ڦٽي تي ڏُکي.

پيٽ بکئي کي ہوڙ- ڳيپي سان ڏئو تي وِندو آهي،
اک بکي،
مون تہ ڏٺو آ منهنجا سائين، ڏاڍو رڃي تي ڏُکي.

ڪاچ رُتو پرچائي وجهبو منٿون ميڙ ڪري،
پريت رُٺي،
مون تہ ڏٺو آ منهنجا سائين، ڏاڍو ميڃي تي ڏُکي.

ٽرين ڇٽي وئي، بس بہ هلي وئي، تہ بہ ويگن ملندي،
مهل ڳُٺي،
مون تہ ڏٺو آ منهنجا سائين، ڏاڍو وري تي ڏُکي.

جان هجي يا جاءِ هجي يا جُوءِ هجي استاد،
جا بہ جُهکي،
مون تہ ڏٺو آ منهنجا سائين، ڏاڍو اتي تي ڏُکي.

٥

○

عشق ٻہ ڏاڍو هوڏي آ،
ڪنهن ٽوڪ ڪئي،ڪنهن روڪ ڪئي،
پر دل ڪنهن روڪئي روڪي آ.
عشق ٻہ ڏاڍو هوڏي آ.

تانگهہ تپايس تخت چڙهيائين،
بستي ماڙيون بخت چڙهيائين،
رانجهو ٻر ۾ جوڳي آ— عشق ٻہ ڏاڍو هوڏي آ.

ڪير پڇي پيو ليليٰ ڪهڙي،
مجنون پٽڪيو سورج جهڙي،
ڪير چوي تو ڪوجهي آ— عشق ٻہ ڏاڍو هوڏي آ.

تن جون تارون ٽوڙڻ وارا،
هن جي ٻيڙي ٻوڙڻ وارا،
موتي آ مَن موتي آ— عشق ٻہ ڏاڍو هوڏي آ.

باهہ بنائي باغ بهاري،
اهڙو بانڪو بره بخاري؛
مرضيءَ وارو موجي آ— عشق ٻہ ڏاڍو هوڏي آ.

○

○

منهنجي اکين کي اوسيئڙا، او جاني!
اوجاني، جاني، جانيئڙا.

سارو ڏينهن، سڄيون راتيون،
منهنجي اکڙين جون برساتون،
الائي ٿيندا ڪڏهن اوڄيئڙا، او جاني!

ڪڏين چنڊ، ڪتين ۾ پايان،
ڪڏين ڳهات، ڳهٽين ۾ پايان،
مان لِڪي لِڪي تولئه ليئڙا، او جاني!

اچي پاپ سان پيو آ پالو،
جڻ ڏيهه ڪديو ڏيوالو،
ٿا پڏيهن ٻرن جيئن ڏيئڙا، او جاني!

استاد بخاري جيئي،
جي تنهنجي ياري جيئي،
تنهنجي تواري بنب ڪرڏتيئڙا او جاني!

○ ○

○

تنهنجي گهور جو گهنڊ تڪو، منهنجي من جو ڦٽائي ٿومزو.
تنهنجي مرڪ جو منڊ مِٺو، منهنجي دل جومچائي ٿومزو.

جو ڏينهن ڇڄان سڏڪان،
جنهن مهل مِلان ٿهڪان،
جيڪو يار گهٽائي ٿو مزو، اهو يار وڌائي ٿو مزو.

جو ناز ڪي نافت چئي،
محبت ڪي مصيبت چئي،
اهو ڪوڙ تو ڳالهائي، ماڻهن کان لڪائي ٿو مزو.

آزار به ياد آهي،
پر پيار به ياد آهي،
سڄي عمر نه ٿو وسري، جيڪو چاهه چکائي ٿو مزو.

استاد تي ڏک سک جو،
حهت جهت ٿو پوي دورو؛
ڪنهن وقت ڪري پِٽڪو، ڪنهن مهل ملهائي ٿو مزو.

○

○

تنهنجي ياد ستائي، سِڪي تو کي ٿو ساريان.
تڪي تاس تپائي، پاٽي پاٽي پوڪاريان.

تنهنجي سونهن جاني جادو، ايندا ويندا بيهاري،
اهو ڪنڌ تي ويو قابو، جيڪو توڏي نهاري،
مان بي آدمي آهيان، مان بي ديد ٿو ڏاريان.

ڪڙي آسمان تي تارو، مونکان چرڪ نڪري،
گهلي واءُ تورو چوهو، مونکان چرڪ نڪري،
اتي واٽڙو متي در تي، هيڏي هوڏي نهاريان.

جيئن يار توسان جيئان، تيئن تيز آرزو،
جيئن پيار تنهنجو پيئان، تيئن تيز آرزو،
عجب آڳ آ بخاري، ٻاري، ٺاري، ٿو ٻاريان.

○

○

تو جو ورتو منهنجو ناڻ،
ڇوهو ڇلڪيو دل جو ٿاڻ،
تنهنجي ديدن جي ڏن تي،
پيو ٿو جهومي منهنجو هاڻ.

تون جي دور ٿيندو آهين، پو تہ توبه زاري آ،
تون جي ساڻ هوندو آهين، پو تہ يار بهاري آ،
ويهي اورين ٿو تہ وهاڻ،
پيو ٿو جهومي منهنجو هاڻ.

منهنجو شوق ٿو ڇمڪي پيو، اڄهو آئين ڪي آئين،
منهنجو صحن ٿو ٻولي پيو، اڄهو آئين ڪي آئين،
لنوي ڪالهوڪاري ڪاڻ،
پيو ٿو جهومي منهنجو هاڻ.

توکي سنڌ ٿو مان ڀانيان، آءُ دادو ۽ مورو،
استاد بخاري آهيان، مان تنهنجو ئي گهورو،
تون آن ساقي، اُجو آڻ،
پيو ٿو جهومي منهنجو هاڻ.

○

○

هن دنيا جو غم گار ڪريون،
آءُ پيار ڪريون آءُ پيار ڪريون!
اُت محبت جو ڪم ڪار ڪريون،
آءُ پيار ڪريون ..........

مان تنهنجو ٿيان تون منهنجو ٿِي،
مان تو لئہ جيان تون مون لئہ جيءُ،
هي يار يڪو اقرار ڪريون- آءُ پيار ڪريون......

تو حسن نہ دوڪيباز ڪيو،
مون عشق نہ نعريباز ڪيو،
هي هڪبئي تي اعتبار ڪريون- آءُ پيار ڪريون......

تون سونهن سنواري آيو آن،
مان عشق اجاري آيو هانءَ
بئي گڏجي ٻيڙو پار ڪريون- آءُ پيار ڪريون......

مان بي ناهيان تون ٻاهين پري،
بئي انسان آهيون سوچ وري،
ڇو هڪ ٻئي کان ٽا عار ڪريون- آءُ پيار ڪريون .....

جو ڏينهن آهيون سو شينهن آهيون،
نروار بنايا نينهن آهيون،
استاد اهو اظهار ڪريون- آءُ پيار ڪريون......

○

○

منهنجي باري ۾ او سائين، چا تو ياتئين!

تو کان هڪڙو ڏينهن ڇڇان تو،
ڏينهن انهيءَ کي سالُ چوان تو،
پر جي وڇڙي ورهه لڇائين. چا تو ياتئين!

تنهنجي درشن لاءِ سِڪان تو،
لک شڪرانا منهن تہ ڏسان تو،
پر جي پنهنجي ڇاتيءَ لائين. چا تو ياتئين!

غيرن سان گڏجاڻي تنهنجي،
جانِ جلي ٿي جاني منهنجي،
پر جي تن جو ڪاٿين پائين، چا تو ياتئين!

واقف آ، استادبخاري،
تو فرمائي دلڙي ٺاري،
پر جي منهنجو يار سڏائين، چا تو ياتئين!

○

○

دم پيار ۾ يار کهڙو هٽان، توکي وٽان شال توکي وٽان!

هن عشق گهاٽا گهمائي ڇڏيا،
نيزن جا گوشا چمائي ڇڏيا،
هن عشق رڪ جا ڇپايا ڇٽان- توکي وٽان......

دل منهنجي دلدار ڏرتي تتي،
سڪ تنهنجي محبوب سنڌوندي،
توساڻ هوندي به تولئہ تَسٽان- توکي وٽان......

آڪاس ۾ چنڊ ، تارا گهڻان،
سنسار ۾ سونهن وارا گهڻان،
هن شهر ۾ پيا به پيارا گهڻان- توکي وٽان......

غمگين آهيان مگر غم نہ ڪر،
دل شاد آهي زندهہ آ جگر،
ڏي سُور پنهنجا تہ ڪلندي ڪٽان- توکي وٽان......

استاد جي آس، گفتا بہ تي،
بي چين جي سئن جلوا بہ تي،
تي ڪيچ پوندا هي تورا ڪٽان- توکي وٽان......

○

○

مَسين مَسين دلڙي ٺري، مَسين مسين يار مِليو آ،
مِني ڏاڍي زندگي لڳي، مِنو تنهنجو پيار مليو آ.

رات سموري تو سان اوريان،
ڏينهن سڄو ٺو لئہ ڏوريان،
اهو منهنجي تن، من کي پيارو ڪاروبار مليو آ.

جرڪي جرڪي جلوا پيارين،
جهومي جهومي جذبا پيارين،
توکان مونکي سهڻا ساقي، پورو پورو پيار مليو آ.

سنبري آئي سونهن بہ آهي،
نکري بيٺو نينهن بہ آهي،
ماٺي وٺ هاٺي بخاري، موقعو مزيدار مليو آ.

○

○

ڦٽي تہ بہ ڪانهي ڪٽي، تنهنجي منهنجي دوستي پڪي،
تني هجي توڙي ٽڌي، تنهنجي منهنجي دوستي پڪي.

ڳاڙهن ٽانڊن تي نچندي وئي،
ساڙو پارن ۾ مچندي وئي،
جيئن تتي تيئن متي، تنهنجي منهنجي دوستي پڪي.

سورهيہ سسئي،سهڻيءَ وانگي،
باغي مائي بختيءَ وانگي،
مُئي تہ بہ ڪين متي، تنهجي منهنجي دوستي پڪي.

الف اسان جي الفت اٽجهل،
بي ٻي ٻي جي ٻيئي پل پل،
پڙهون پيا يار پٽي، تنهنجي منهنجي دوستي پڪي.

ساگر ڪان بہ سئوٽي جاني،
ڏونگر ڪان بہ ڏهوٽي جاني،
وڏي وڏي ڏادي وڏي، تنهنجي منهنجي دوستي پڪي.

ننگر ننگر ڪو ناد وڃي پيو،
عشق اٿيو استاد وڃي پيو،
وڃي پئي سنڌ سڄي، تنهنجي منهنجي دوستي پڪي.

○

○

دل چوي تي دلربا، آئينو تنهنجو هجان!
تون ڪلي ڏين مان ڪِلان، تون روئي پئين مان رئان.

هاڙهہ جو ٽپڪين تہ مان اک ڪري ڪڪري چڙيان،
سِيءَ ۾ ٺٺڪين تہ مان دل ڪري سگري ڏيان،
چيٽ جي خوشبو هجين، واءُ ٿي توکي ڪٺان.
تون ڪلي ڏين..........

چوطرف چوريون وَڏيون، ديس تي ڏاڙا لڳن،
واٽ ويندي پيار تا، لوهجي لُٽجي وڃن،
ساهَہ سان سانديي پرين، روح ۾ توکي رکان.
تون ڪلي ڏين..........

پيار تي پرمار تون، ڪيترو پهرو رکين،
پيار ڪان. اِستاد ڪي ڪونہ ٿو روڪي سگهين،
پيار ٿو پهريان پيو، پيار ٿو ڪاوان پيان.
تون ڪلي ڏين..........

○

○

ديد تنهنجي تي مٺا، بحث ٿيا ڏاڍا وڏا،
ڪن چيو آهي دعا، ڪن چيو آهي دوا.

نيڻ تو خوش ٿي ڪنيان، ڏينهن جو تارا ڪڙيا،
اوچتو مرڪي پئين، اوچتو موتيا ٽڙيا،
ساهه تو سرها ڪنيان، ٿي وئي سرهي هوا.
ڪن چيو آهي دعا........

عشق جي دعويٰ هِتي آهي هر انسان ڪئي،
ملڪ ۾ پيا گهمن پوپٽ ۽ پروانا ٿئي،
جي ڪچا ٿيندا ڪچا، جي سچا رهندا سچا.
ڪن چيو آهي دعا........

چاهه چاليهو ٿيو هو روز ٿي دلبر رٺو،
چاهه چوماسو ٿيو هو، روز ٿي عاشق رنو،
جهولو هئي تنهنجي جفا، مينهن هئي منهنجي وفا،
ڪن چيو آهي دعا........

چيٽ جي موسم مَٿي چنڊ جي چانڊاڻ ۾،
ڪوڪ ڪوئل جي ٻُري، انب جي هڳساڻ ۾،
گيت ها استاد جا، هو جمالا جيت جا.
ڪن چيو آهي دعا........

○

○

زوريءَ نه مونکي رئار او يار،
مان جي رئندس بس نه ڪندس.

ڳونگو ناهيان، ٻوڙو ناهيان،
مان ڪو ساز پڳوڙو ناهيان،
ڇيڙ نه دل جي تار، او يار،
مان جي ڇڙندس بس نه ڪندس.

محفل ۾ آڻائين، پاڻئين،
اڻ هيرين کي تو هيرائين،
هينئر ٿي سوچ سنڀار، او يار،
مان جي هرندس بس نه ڪندس.

تون ته ڏسي تو ڦيرين نظرون،
مان ته نه چاڻان ڦيريون گهيريون،
تون ته پلي پيو نهار، او يار،
مان جي ڏسندس بس نه ڪندس.

تو وٽ استاد آهيان جيتر،
مون سان ملي ۽ ڪلي وٽ تيتر،
پو آهيان لاچار، او يار،
مان جي اٽندس بس نه ڪندس.

○

○

مان جيءَ ۾ ڏيئين جايون، تون جيءَ ۾ جايون ڏي!
مان توکي سرهايون ڏيان، تون مونکي سرهايون ڏي!

گلشن ۾ گهمون ٿا پيا، گل گل کي چمون ٿا پيا،
هي سڪ جو سهج سچو تون مان ماڻيون ٿا پيا،
وک وک تي ڪلي خوش ٿي وڻ وڻ کي واڌايون ڏي!
مان توکي سرهايون....

ڇا تنهنجو ۽ منهنجو اڄ رنگ رتو آهي،
معشوق ۽ عاشق جو هڪ ميل متو آهي،
محبت جون مٺايون وٺ، محبت جون مٺايون ڏي!
مان توکي سرهايون....

هي سنڌ سدا جيئي، جيئون ۽ جيئڻ ڏيون،
سنسار پريشان کي استاد بخاري تون،
اتحاد، اميدون ڏي، ويچار جون وايون ڏي!
مان توکي سرهايون....

○

○

توتي سونهن سنيال آهي، مون تي نِينهن نظرداري،
پوءِ بہ شهر ۾ شور آهي، رکِجئين خاص خبرداري.

تو وٽ سونهن جي بسرهاڻ آهي،
مون وٽ چاهہ جي چانڊاڻ آهي،
پوءِ بہ تنهنجي منهنجي پنڌ ۾، ڪوسو واءُ، تتي واري.

تنهنجي پيار بچائي آهي،
منهنجي آس مرڻ تي هئي،
تنهنجي مرڪ نچائي آهي، منهنجي عمر روئِڻهاري.

ڪيڏي ڳاٽ انڌاري آهي،
هرڪا واٽ انڌاري آهي،
هيءَ جا لاٽ بخاري آهي، هوندي ڪنهن تہ ٻري، ٻاري.

○

○

محبوب گلاب ڪبو تہ پو خار ضروري آ،
هت پيار جي دنيا ۾ آزار ضروري آ.

فردوس جو دنيا ۾ دستور نہ مَنَ هلندو،
تون حور پري ناهين، جبريل نہ هي بندو،
انسان بئي آهيون اظهار ضروري آ.

هڪ چيٽ جي مند هجي، بيو چنڊ مٿان ايري،
هڪ يار سدا سهڻو بيو ويس نوان پهري،
پل ڪير ۾ ڪنڊ پوي، سينگار ضروري آ.

چاهت جي پڪائيءَ لئہ، تحرير مون ڪي نہ ڪبي،
هن نينهن جي ناتي تي، تقرير مونکي نہ ڪبي،
پر دل سان ڪري دلبر، اقرار ضروري آ.

برباد ٿئي بستي، سيلاب جتي پهچي،
استاد اتي ئي تي، امداد گھڻي گھرجي،
دل، ديد تباھ ٿئي، تہ پو پيار ضروري؟

○



تون رنو تو وڇين، محبوب مِثَل.
دِلِ بُلَ تي ڏئي، جيئن ڪکڙ ڪٺل.

هُتي يار لِڪي هتي آءُ سڪان،
پيو روڪن غير رقيب وچان،
هِتي کهڙي مان تشبيه ڏيان،
هڪ پنڊ پري پيو ريت تتل.

گلزار، خزان ۾ گلشن ڪيئن،
خوش باش سڄڻ بن جيون ڪيئن،
منهنجو آهي اڄڪلهہ تن من ايئن،
جيئن واهہ سُڪل تي ڳوٺ ڦِٽل.

اهي ڏينهن هئا يا شينهن هئا،
ڪِيئن نعرا هڻندا نينهن هئا،
ڇا محبت وارا مينهن هئا،
ڇَپ ڇنگ هئا ڳل گيت غزل.

تو چمڪي چيو چانڊاڻ تہ ڏس،
مون مَرڪي چيو مهراڻ تہ ڏس،
تو سهڪي چيو سرهاڻ تہ ڏس،
مون جهومي چيو ڏس جهنگ جبل.

پلي پاءِ ڪجل پر قياس تہ ڪر،
ڪٽي نيڻ سچڻ هڻ ڪين تبر،
ڪر ناز پلي پر ڏيان تہ ڏر،
متان تي نہ پون ڪي زيان ذلل.

بُت تڙڪي تو دل ڌڙڪي تي،
چڻ باهہ بخاري پڙڪي تي،
جنهن وقت جدائي ڪڙڪي تي،
اها محشر جي چڻ آهي مَهل.

○

○

ڳلي ڳلي هُلي وئي، تنهنجي منهنجي دوستي،
خوشبو تي کُلي وئي، تنهنجي منهنجي دوستي.

برپٽ باغ بهاريا، سرها گُل ڦلاريا،
محبت مينهن وسي وئي، تنهنجي منهنجي دوستي،

تنهنجي صورت روشني، منهنجي محبت روشني،
سچي پچي مچي وئي، تنهنجي منهنجي دوستي.

چولي چولي مان چلي، سهڻي ميهر سان ملي،
ٻڌي ٻڌي ٻچي وئي، تنهنجي منهنجي دوستي.

اِرادا استاد جا، عيدون مائي شاد ٿيا،
ڏيري ڏيري وڌي وئي، تنهنجي منهنجي دوستي.

○

○

پن، گل کي ڇهڻ لاءِ تا تڙپن ڪيڏو،
چپ، گل کي چمڻ لاءِ تا تڙپن ڪيڏو.

معشوق کي ماڻهو تا چون ڪاسائي،
سسئي ڪان وٺي سهٽي ڪُٺي هرڪائي،
معشوق ڪسڻ لاءِ تا تڙپن ڪيڏو.

هي گيت جي بيتاب تي نڪتا آهن،
محبوب، نوان خواب تي نڪتا آهن،
تو تائين پڄڻ لاءِ تا تڙپن ڪيڏو.

اي ڪاش، ٿئي حشر وري جيئرا تي،
هي جُهور ڪراڙا بہ ننڍا نيڻا تي،
حورن سان گهمڻ لاءِ تا تڙپن ڪيڏو.

احساس جي استاد جا دفنايو تا،
جذبات گهٽي لحد ۾ ليٽايو تا،
او يارَ اٿڻ لاءِ تا تڙپن ڪيڏو.

○

○

کهڙا تا ملن مهٽا، سڄڻن کان پڇان ڇا ڇا،
ڇا ڇا تا چون پاڇا، ڪِرڻن کان پڇان ڇا ڇا.

سڪ سونهن جي سودي ۾ ڪس ڪنهن ڪي رسي ناهي،
پڪ آهي اها پيارا، دل من کان پڇان ڇا ڇا.

ڪي پيار پني جاڻن، ڪي پيار ڇني ماڻن،
اهڙن کان پڇان ڇا ڇا، ٺهڙن کان پڇان ڇا ڇا.

برسات اُٿي ياڻ، ڦولهار ڦٽي ياڻ،
گلزار گواهه آهي، پن پن کان پڇان ڇا ڇا.

ڪو پاڻ پڇي پهريان، پو هٿي ڪي پڇائي پل،
شمعن جو شعاع ناهي، بلبن کان پڇان ڇا ڇا.

غيرن جي گلا شڪوا، استاد ڪبا ڪهڙا،
پنهنجا ته ٿيا پنهنجا، پنهنجن کان پڇان ڇا ڇا.

○

○

توتان صدقي ٻيلون مورَ،
تنهنجي پياري پياري ٽور،
مان تہ گهڙي گهڙي دلبر گهورَ وڃان!

هت سهسين صورت وارا،
تون چنڊ تہ ٻيا سڀ تارا،
توساڻ نہ ڪنهنجي تورَ،
مان تہ گهڙي گهڙي دلبر گهورَ وڃان!

نہ ڪو زور نہ ڪو آ جادو،
ڪيو مون کي آهي قابو،
تنهنجي پيار جي سچڙي ڏورَ،
مان تہ گهڙي گهڙي دلبر گهورَ وڃان!

تنهنجا ابرو تيز ترارون،
۽ ڪجليون ڪات، ڪٽارون،
تنهنجا زلف بہ آهن زور،
مان تہ گهڙي گهڙي دلبر گهورَ وڃان!

اڄ مون وٽ تِي اوطاقي،
تون آئين سهڻا ساقي،
اڄ هلندا دِل جا دورَ
مان تہ گهڙِي گهڙِي دلبر گهورَ وڃان!

محبوب جا جرڪيا جلوا،
استاد جا جهوميا جذبا،
تي وهم ويا سڀ پورَ
مان تہ گهڙِي گهڙِي دلبر گهورَ وڃان!

○

○

اهو جيڪو عشق آ، ڏاڍو مشهور آ.
انهي ڏنو سور آ، انهيءَ ۾ سرور آ.

انهي جنهنکي نيند ڏني، تنهنجا ڀاڳ جاڳيا،
انهي جنهنکي ٽيڪ ڏني، انهي تڪر تاڪيا،
انهي جي چٽي ڪٽي، ملهيو منصور آ.
انهي ڏنو سُور آ.....

اهو تنهنجو شعلو، جنهنجو نالو شباب آ،
اهو جيڪو عاشقن کي، کوئيندو ڪباب آ،
ڪهي، توڙي ڪول ڪري، مون کي منظور آ،
انهي ڏنو سُور آ......

جنهن کي يار پيار ڪونهي، اهو پورو پوپو آ،
جنهنجي دل ۾ درد ناهي، اهو خالي کوکو آ،
جنهنکي ڪوئي شوق ڪونهي، اهو بي شعور آ.
انهي ڏنو سُور آ......

ڪري دل تي پيار زوري، نظر تي به زورو ڪونهي،
وٺي جو وجي بخاري اهو انتي تورو ڪونهي،
طبيعت جي آ تقاضا، محبت ضرور آ.
انهي ڏنو سُور آ.....

○

○

تڪِيان روئي روئي راھہ سهٽا.
توکي ساري تو منهنجو ساھہ سهٽا.

توکي سارينديِ سانوڻ جون راتيون ويون،
تو لئہ روئي روئي برساتون ويون،
ڦِٽا ساوا ساوا گاھہ سهٽا.

اِجهي آلَ تا اتن، اجهي پيها پيا،
ڳِنا، آيون لٿا آءِ تہ ڪاٺون مٺا،
توکي آئيندو الله سهٽا.

ڪرَڪي ڪاري جبل تان ڪونجون لٿيون،
ڳُهٽون گرميون لٿيون، مِنيون تڏڙيون وڏيون،
هاڻي تون بہ تہ ڪاوڙ لاھہ سهٽا.

ڪيڏا راتين جو ڪڙڪي ٿا پارا پَون،
ڪيڏيون گهر گهر ۾ پڙڪي ٿيون باهيون ٻرن،
ٻري منهنجي بدن ۾ بہ باھہ سهٽا.

اهڙيون سرديون تڪيون مون ڪان وسرن نہ ٿيون،
ايڏيون راتيون ڏڳهيون مون ڪان نبرن نہ ٿيون،
اچي هاڻي تہ ٿي همراھہ سهٽا.

سودا ڪي چڏ، سهڻن ڏي ڏس،
چنڊ، چمن ۽ چيتن ڏي ڏس،
من تنهنجو موهين، او منهنجا مَن،
ڇو تو تين غمگين!

مِٺي موسم بخاري تي ايندي وڃي،
هاڻي هر چيز پيَاري تي ٿيندي وڃي،
سڪي، تو لئه احمد شاهه سهڻا.

○

○

چو تو تون غمگين، او منهنجا مَن،
چو تو تون غمگين!

چاهت چارا،
نيڻ نظارا،
چوڏاري رنگين، او منهنجا مَن،
چو تو تون غمگين!

هيرا، موتي محبت* تنهنجي،
سون ۽ چاندي محنت تنهنجي،
تون ناهين مسڪين، او منهنجا مَن،
چو تو تون غمگين!

بجليون، بتيون پهچن جيتر،
تارن کي ڪر ڏيئو تيتر،
رات سجي پارين، او منهنجا مَن،
چو تو تون غمگين!

چو تو چنبڙين پاڻ وڏن کي،
ڇاهه چريا استاد انهن کي،
جي تو کي چاهين، او منهنجا مَن،
چو تو ٿين غمگين!

○

○

هڪ ته سمجهو نه مون، پيو ٻڌايو نه تو
دل ٻڪي وئين ڪري، دير سان پيو پتو.

وار پنهنجا وکيري ڪڪر ڇانوَ ڪر،
چار ٻوسا وسائي تڏا ٿانوَ ڪر،
تاس ڏاڍي لڳي ڏينهن ڏاڍو تتو.

پؤنر ٻوسا گهٽن ئي گلن کي ڏين،
گل ٻه هر پؤنر کي تا ڳراٽيون وجهن،
سونهن ناهي ستي، عشق ناهي ستو.

تنهنجي پاسي منجهان مان نه اٿندس مِٺا،
هي پهاڪو ڪڏهن ڪو نه مڃيندس مٺا،
راند ڇڏجي رتي، ميل ڇڏجي متو.

هو جو ٻيڙو ڪُنن ۾ اچي تو ڏسو،
تيز اوتر ۾ ٻُوڙو لڇي تو ڏسو،
اهڙو مونکي بخاري وچوڙي وتو.

○

○

تون جو مون ڏي اچين،
رهندو، ڪامين، پڇين،
مون کي معلوم آ، مون ۾ بچو ڇاهي!

عيش اڏري وڃي،
آس اکري وڃي،
پو جي بچجي ته ڏسجو ڪبو ڇاهي؟

روح ريجهي نه تو، چين ويو آ رسي،
گهوٽ تي ماڪ جيئن ديد پئي آ پسي،
پريت ڪنجي تي پئي،
جند ٽڙبي تي پئي،
موت ناهي ته هي تو بچو ڇاهي؟

رانجهي ، فرهاد جو روح گولي ڏنم،
هير، شيرين جو هاڻ قولهي ڏٺم،
چار سڏڪا مليا،
چار بوسا مليا،
پيار جي جهول ۾ بيو لڌو ڇاهي؟

جا تي ڪوشش جِئي، ٿاتي قسمت سُجهي،
عشق جي عيش ۾، تي مصيبت سجهي،
جيستائين جِيوُن،
آ تہ ڪائون، پيون،
جو تہ استادَ پو جو پَتو چاهي؟

○

○

تون اعتبار ڪرين،
آءُ اعتبار ڪريان.
پو تہ جهومي جهومي پڏرو، اڄ تنهنجو پنهنجو پيار ڪريان،

تون اعتبار ڪرين-

مون توکي چاهيو آهي، پيو توکي چاهيندس مان،
هڪ سپنو ٺاهيو آهي، سو ساڀيان ٺاهيندس مان،
پيو حيلا يار هزار ڪريان-

هي عشق پڏو تو هوندو يا ماري تو يا ڪاري،
هي عشق رٺاري اکيون هي عشق دليون آزاري،
اهو عشق تو مان آڌار ڪريان-

او رم جهم رم جهم جاني، تون مينگهہ ملهاري تي آ،
او خوشبو خوشبو سهڻا، تو مند- بهاري تي آ،
گهر پنهنجي کي گلزار ڪريان-

استاد جي دعوي کي چڏ، هي دل جا دهڪا ٻڌ تون،
مشتاق جي منشا کي چڏ، پر سڪ جا سڏڪا ٻڌ تون،
پيو رڳ رڳ مان پوڪار ڪريان-

○

○

اک منھنجي تنھنجي تي وئي،
دل منھنجي تنھنجي تي وئي، مونکي پنھنجي خبر پئجي وئي،

مھمان تي آيوھُس تـو وٽ،
بيجان تي پھتو آھيان ھِت،
منھنجي جان اتي رھجي وئي– مونِ کي ........

مون پريت لڪائي پاڙن ۾،
نروار نہ تي پوي ماڻھن ۾،
پر پَن پَن تي پکڙي وئي – مون کي ........

دل تنھنجي مون سان پرتي آ،
مون جيئري جنت ورتي آ،
اڄ منھنجي جيوت جرڪي وئي– مون کي ........

ھڪ اک پئي کِلي، ھڪ اک پئي رني،
ھڪ جھٽ پئي نچي، ھڪ جھٽ پئي لُڇي
استاد عمر ائين گذري وئي– مون کي ........

○

ڏاڍو خوار ٿيان، جي توکان ڌار ٿيان،
منهنجو رب نہ بخشي مونکي،
گنهگار ٿيان، جي توکان ڌار ٿيان.

پڌري پٽ تي غوطا کائي،
ڌرتي وارا ڌوڏا کائي،
جهٽ ۾ گار ٿيان، جي توکان ڌار ٿيان.

توسان مند بهاري منهنجي،
جهومي ٿاري ٿاري منهنجي،
ڪاٺيل ڏار ٿيان، جي توکان ڌار ٿيان.

منهنجي ديد ڏکاري مونکي،
منهنجو واٽ،توڪاري مونکي،
ڪنڌ مان ڪار ٿيان، جي توکان ڌار ٿيان.

روشن روشن، عشق بخاري،
ڪرڻو ناهي، ڪيري ڪاري،
ڇو مان ڇار ٿيان، جي توکان ڌار ٿيان.

○

ڀڪن ٻنيون ٻارا پيارا،
ڪڪن ۾ لابارا پيارا، آءُ وري وڻجارا پيارا.

آءُ ته گڏجي آيون ڪاڻون،
خوش ٿي ڪند جون ٻُسريون ڪاڻون،
پيڻون ڇڏڙا ڇهارا پيارا، آءُ وري..........

گدرا، چانهان جام لتا ٿئي،
اڄ مون تو لئه انب وتا ٿئي،
تو لئه رکيا تم سارا پيارا- آءُ وري..........

موڙ ته منهنجي محفل چمڪي،
ديدون چمڪن ۽ دل چمڪي،
چمڪن چاهه جا چارا پيارا- آءُ وري..........

پيڙن ۾ پر پيار جئي پيو،
آس اتس آڌار، جئي پيو،
پيو تو پڪاري پيارا ، پيارا- آءُ وري..........

ٽڙبي پيو استاد بخاري،
تانگهه اندر ۾ تنهنجي طاري،
روئڻ روز نظارا پيارا- آءُ وري..........

○

○

خوشبو خوشبو خواب او سهڻا، خوشبو خوشبو خوابَ.

گلشن گلشن گفتا هوندا،
روشن روشن جلوا هوندا،
سامهون تاب ئي تاب او سهڻا، خوشبو خوشبو خواب.

باغيچي جي غاليچي تي پياري تنهنجي تورَ،
هِير مِني تي سِهرا ڳائي، ٻُوٽا جهومن مورَ،
جهرمر رنگ رباب او سهڻا، خوشبو خوشبو خواب.

جيون ڏيئڻ تي جي اچي تو، ڪهڙي شئي نہ ڏنائين،
پر جي پاڻ ڪسي تو، جوين، پيري ڇا نہ ڇنائين،
سائس ڪهڙا حساب او سهڻا، خوشبو خوشبو خواب.

ٺُبڪي ٺُبڪي، اکر اکر تي دلڙي، ديد ڄمائي،
جاري آ استاد بخاري پنهنجي روز پڙهائي،
تنهنجا قرب ڪتاب او سهڻا، خوشبو خوشبو خواب.

○

ㅇ

هيل وري آ،
هيل وري آ،
او هيل وري آ جاني، هيل وري آ!

دکندي دکندي دل جي چلهہ ۾،
باهہ ٻري آ،
باهہ ٻري آ،
او باهہ ٻري آ جاني، هيل وري آ!

سمجهہ وچوڙو سمنڊ وڏو آ،
تار تري آ،
تار تري آ،
او تاري تري آ جاني، هيل وري آ!

موٽ سِگهي جو دل تي ڦرڪي،
اک نہ ڦري آ،
اک نہ ڦري آ،
او اک نہ ڦري آ جاني، هيل وري آ!

اوري چا احوال بخاري،
ڳالهہ ڳري آ،
ڳالهہ ڳري آ،
او ڳالهہ ڳري آ جاني، هيل وري آ!

ㅇ

○

پئي تي پيڙن ۾ ماٺيائين ماٺو،
نينهن منهنجو نہ سمجهو نماڻو.

ڪاڪ جي شوق ۾ عشق آتو،
پاڻ آجو اچي پاڻ ڦاٿو،
پنهنجي مرضيءَ جو مختار راڻو- نينهن منهنجو...

پيار گهاٽي اندر گهوٽجي ويو،
لوڪ ليکي تہ ڪو تيل تي ويو،
هو تہ خوشبو تي گهر گهر اڏاڻو- نينهن منهنجو...

حسن ڪُلفن، ڪڙن ۾ ٻڌو تي،
حسن واڪن، تڪن تي ڪتو تي،
حسن جو روح ناهي وڪاڻو- نينهن منهنجو...

چڻ تہ جرڪي پيو جهڙ ۾ تارو،
سو تہ استاد جو آ نظارو،
ٻاٽ ۾ ناهي تاندو اُوجهاڻو- نينهن منهنجو....

○

ه

هي عشق جو اُرو، آري آ،
هي حسن جو زارو زاري آ،
او منهنجي ته پنهي سان ياري آ.

تي پرهه جو تڏڙي ماڪ وسي،
تي سانجهي ڪوسي خاڪ وسي،
هُن ناري، هِن دل ڀاري آ.
او منهنجي ته پنهي سان ياري آ.

رڳو پورن ۾ ئي ناهي رَسُ،
ڏِس منهنجو قلم ۽ ان جي مس،
هو ڪارو آ، هي ڪاري آ.
او منهنجي ته پنهي سان ياري آ.

تو قرب ڏئي ڪلهه موڪيو من،
اڄ ان ڪان بي آهين اڳرو من،
جو ڳڌري ويو جو جاري آ.
او منهنجي ته پنهي سان ياري آ

تنهنجي سونهن ته سهڻي آهي ئي،
منهنجي من کي موهي تي پيئي،
تنهنجي سوچ به ڏاڍي پياري آ.
او منهنجي ته پنهي سان ياري آ.

هڪ شهر نہ ڪنهن هڪ جندڙيءَ جو،
مان گهورو سازي سنڌڙيءَ جو،
ڪو ڪڙمي آ، ڪو ڪاري آ.
او منهنجي تہ ٻنهي سان ياري آ.

جي پيار ڪبو بدنام تبو،
بيباڪ بخاري عام تبو،
مشهوري آ يا خواري آ.
او منهنجي تہ ٻنهي سان ياري آ.

○



٥

حسن تنهنجو جوان،
عشق منهنجو جوان،
تنهنجي جلوي اڳيان شرمندي ڪهڪشان،
منهنجي جذبي اڳيان لرزندو آسمان.
حسن تنهنجو جوان،
عشق منهنجو جوان.

سونهن جي گهور جو دائرو ڪو ڪٿي؟
پيار جي پُور جو دائرو ڪو ڪٿي؟
ٽڪڙو پوني آ،
پٽڪڙو آسمان.
حسن تنهنجو جوان.....

پيار خوار ئي سهي، پر ڪتوري ڪُلي،
بيقرار ئي سهي، تانگهه جرڪي جُلي،
رات ڏينهان هلي،
قرب جو ڪاروان.
حسن تنهنجو جوان.....

دل جي دولت اها، مُرڪ موتي چٽان،
جيئري جنت اِها جاني توسان جيان،
منهنجي جيوت اها،
نينهن نت نت نوان،
حسن تنهنجو جوان.....

پير سوچي ڪٽڻ هِن نئين نظم جان،
ٻانهن لوڏي هلڻ قوم جي عزم جان،
تي ٻخاري ڪري،
ارتقا آجيان.
حسن تنهنجو جوان.
عشق منهنجو جوان.

○

○

منهنجو مَنُ ڪاچو، منهنجو تَنُ تَرُ آ.
دل ساگر آ، سِڪ اوتر آ.

منجر تي نظر، ڪينجهر تي نظر،
سج، چنڊ جان، ساري تر تي نظر،
هڪ پپ پپ، پيو ڪارونجهر آ.
دل ساگر آ، سڪ اوتر آ.

هڪ چيٽ جي تي چانڊاڻ وٺي،
پيو سونفن جي سرهاڻ وٺي،
ٿيون ساقي ديسي دلبر آ.
دل ساگر آ، سڪ اوتر آ.

تنهنجي چوٽي جهومي ڪاريهر،
منهنجي دل تي تڙپي پاريهر،
هي پيارو نيارو منظر آ.
دل ساگر آ، سڪ اوتر آ.

اغيار برابر ازگر آ،
پر عشق انهيءَ ڪان اڪبر آ،
استادبخاري اٿتر آ.
دل ساگر آ، سڪ اوتر آ.

○

○

ايڏو پيار مونکي ڇو ڏنئه؟
جي هي دلبو هو،
جي هي ڏوکو هو،
اعتبار مون کي ڇو ڏنئه؟
ايڏو پيار مون کي ڇو ڏنئه؟

هن شهر ۾ اور امل ماڻهو،
يوسف جي شڪل جا ٿُل ماڻهو،
موتئي ۽ گلاب جا گل ماڻهو،
ايڏو پسند ڪري،
اک بند ڪري،
اهو هار مون کي ڇو ڏنئه؟
ايڏو پيار مون کي ڇو ڏنئه؟

منهنجو پورو تو کي آهي پتو،
مان تاسو تر مان ٿوڙ تتو،
هت سوڪ کي تي وسڪار ڪتو،
ڪٺهار ڪري،
ڦوهار ڪري،
ڇٽڪار مون کي ڇو ڏنئه؟
ايڏو پيار مون کي ڇو ڏنئه!

اڻ ڄاتو پيار جتائي وئين،
استاد جي آڳ ڏڳائي وئين،
رڳ رڳ ۾ جوت جڳائي وئين،
اهو تحفو ڏنئي،
يا قتڪو ڏنئي،
انتظار مون کي ڇو ڏنئي؟
ايڏو پيار مونکي ڇو ڏنئي؟

○

○

ڪم ڪتنڌائي ڪونہ،
غم ٽنڌائي ڪونہ،
اڄ تہ اڪيلا آهيون،
محبت - ميلا آهيون،
نينهن نچايون چونہ،
جهومون، ڳايون چونہ.

جُڳ جُڳ جاني ٻُڌندا آهيون،
جنم جنم جڪ هٽندا آهيون،
هي جو وجهہ آ،
سو سڀ ڪجهہ آ،
پلڪ جهپڪ ڪان پونہ.

گود گلن جي گهوگهي آهي،
چينٽيءَ جي چاندوڪي آهي،
منهنجون اکيون،
جنهن لئہ ٻڪيون،
سامهون آهي سو نہ.

آهين تون استاد برابر،
دل تنهنجي ڪي داد بہ آ پر،
جو جيون آ،
من جو من آ،
تنهنکي سمجهو تونہ.

○

○

مون ڏانهن ڏسي تو جو سوچيو،
مون سڀ سمجهيو، مون سڀ سمجهيو.

تو جو تي، اونهون ساهه کنيو،
سو ساموندي، طوفان ته هو،
جو اندر اٿندو وڌندو ويو،
ڪنهن لهر، ڪنارو پٿي تي ڪٽيو،
تو هيٺئين چپ کي، پٿي تي ڪٽيو.

مون سڀ سمجهيو ....

بي چين نگاهون پٿي چمڪيون،
جڻ چاهه نچيو تي چيرن سان،
خاموش اشارن جون هشيون،
هربار هوس جي نظرن سان،
تون يار لنگهي پٿي وئين ليڪو.

مون سڀ سمجهيو ....

ڪا چر پر اهڙي هوندي آ،
محفل کي پوندو ناهي پتو،
ڪا هر ڪر اهڙي هوندي آ،
خود دل کي پوندو ناهي پتو،
تنهنجي تن من ۾ هو جو ڦتڪو.

مون سڀ سمجهيو ....

ڪئي سبج چڙهيا ڪئي سج لڙيا،
چا شوق اندر جا شعلا ها،
تي رخ تي جڳ مڳ رنگ جڙيا،
چپ چمپا ها، گل لالا ها،
هي نينهن نئين جو هو نقشو،
مون سڀ سمجهيو ....

آواز اتيا پئي ليچ پيچ مان،
پيغام مليا پئي چڳ چڳ مان،
مجبور محبت شاهد آ،
مون داد ڏنا پئي رڳ رڳ مان،
استاد ائين ناهي گونگو.
مون سڀ سمجهيو مون سمجهيو.

○

○

سونهن سرخي پُسي، تيل، ڪنگا ڪِنان،
جان جانان بنان ، جان جانان بنان.
هوڏان ميندي پني، نيڻ هيڏان پِنان،
جان جانان بنان...

ريشمي ريشمي ويس سهڻا وڙهن،
قيمتي قيمتي سونا ڳهڻا وڙهن،
ويس ڪارا ڪيان، هار چوڙيان، چنان.
جان جانان بنان...

مان لڇان پئي لِڇان، مان پڇان پئي پڇان،
تون سمهي تي سگهي منهنجي جيجي امان،
هي جي ڏاجا ڏِما، تو تہ ناهن ڏنان.
جان جانان بنان...

قسمتون، قدرتون، ڪوششون، ڪاوشون،
آزمائي ڏٺم دوستيون، دشمنيون،
هانوَ هڙني جهريا، نانوَ ڪهڙا ڳنهان.
جان جانان بنان...

پيار پرسات آهي هو جاتي وسي،
پيار جذبات استاد جنهن سان لڳي،
پيار خيرات ناهي ڏيان يا پنان.
جان جانان بنان...

○

٥

ٺُٺي ساز پيو آ، تنواريان تہ ڇا!
ڦينٽو گيت پيو آ، اڏاريان تہ ڇا!

ڏسو ڪنهن بہ قابيل، هابيل ڏي،
کهيو ياءَ ڪي ياءَ، ٿهڪي ٿپي،
پڪاريان تہ ڪنهن وٽ، پڪاريان تہ ڇا!

جتي زندگيءَ جو جوانو تہ آ،
اڳيان سمنڊ ناهي، زمانو تہ آ،
انهي اڻ ڪٺي ڪي اڪاريان تہ ڇا!

ٿهڙ جي قيامت هٽائي سگهان ٿو،
جهنم مان جنت بنائي سگهان ٿو،
اجا عزم اڳتي اياريان تہ ڇا!

گهران تبو ڪان انصاف سنسار جو،
ٿيان مان ئي استاد آزاد ٿو.
ڪٽي پاڻ پنهنجو سنياريان تہ ڇا!

٥

○

ٿهڪ تنهنجي ڳلي تي قطارون.
مون سان ريهون، رڙيون، اوڇنگارون.

سونهن سان سونهن وارا نظارا،
چنڊ هوندو ته هوندا ستارا،
پر ۾ تو لاءِ بٽڻيون بزارون.

صبح سان روز ڪوئل جي ڪوڪو،
شام جو شهر تنهنجي جو گهوگهو،
مون پئي تو ڏي مڪيون هي ماريون.

مون کي سهڻو سمو ياد آهي،
منهنجي تن من ۾ آباد آهي،
مون هون جوين جون ماڻيون بهارون.

هار يا جيت تي جي وياسين،
پريت جي نانوَ تي پي وياسين،
زخم تي وئي زبان، زهر تارون.

شوق شعلن منجهان شاعري تي،
باهه دل جي پئي بينسري تي،
پيار استاد تي ويو پڪارون.

○



تنهنجو آئينو جو جاني، جواڻي ماڻي آهيان مان.
آءُ منهنجا سهڻا توکي سيني لايان مان.

تنهنجي پيار جي آ، هانئار خوشبو،
تارو تار خوشبو، لڳاتار خوشبو،
تنهنجي ساه جون سرهاڻيون لونءَ لونءَ کي لايان مان.
آءُ منهنجا سهڻا...

تنهنجي پيار جي آ، هانئار روشني،
تارو تار روشني، لڳاتار روشني،
تنهنجي سوجهري جون اوتون پنهنجي جيءَ ۾ پايان مان.
آءُ منهنجا سهڻا...

تنهنجي پيار جي آ، هانئار دوستي،
تارو تار دوستي، لڳاتار دوستي،
پنهنجي زندگيءَ جون پاڙون، تنهنجو پيار پائيان مان.
آءُ منهنجا سهڻا...

تنهنجي پيار جي آ، هانئار موسيقي،
تارو تار موسيقي، لڳاتار موسيقي،
تنهنجي سونهن جون ساراهون، استاد ڳايان مان.
آءُ منهنجا سهڻا...



○

منهنجا شعر منهنجون تصويرون،
جتي پڙهندي من،
جتي ٻڌندي من،
تِتي ايندءِ تري يادگيريون.

جيڪي سپنا ها سي سپنا رهيا،
مون پوءِ به تنهنجي پيش ڪيا،
تون تِن جون ڪجئين تعبيرون،
منهنجا شعر...

منهنجي اک ۾ تنهنجا عڪس آهن،
منهنجي روح ۾ سونهن جا رقص آهن،
منهنجي لونءَ لونءَ تنهنجون لڪيرون،
منهنجا شعر...

تنهنجي سونهن ۾ ڪيڏي ڪشش آهي،
منهنجو عشق وڏي ڪوشش آهي،
منهنجي تاڻ ۾ ڪئين تدبيرون،
منهنجا شعر...

استاد فقط هڪ غنچو آ،
پر عشق ڪيو باغيچو آ،
تون خوشبو خوشبو هيرون،
منهنجا شعر...

○

منهنجي سڏڪڻ تي ڪيڏي ڪِل تي اچئي!
شل سسئي جيڏي چوٽ لڳئي!

ڪيئن پارن وانگر روئبو آ،
بيمارن وانگر لڇبو آ،
سڀ سُڌ پوندءِ، رڳو اک تہ اڙئي!
شل سسئي جيڏي .......

جيئن ڍئون ڍئون سڪٽي ٿانوَ ۾ آ،
تيئن سنسو تنهنجي هانوَ ۾ آ،
انهي دل ۾ ڪاهي پيار پوئي!
شل سسئي جيڏي .......

پو ساريون راتيون ننڊ ڪجانءِ،
پئي ڏينهن سڄو تون ٿهڪ ڏجانءِ،
هڪ پيرو اک ۾ عشق اچئي!
شل سسئي جيڏي .......

ڪا باهہ بخاري پڙڪي پوي،
۽ تنهنجي چڳ چڳ چمڪي پوي،
ڪو رنگ لڳئي، ڪو مچ مچئي!
شل سسئي جيڏي .......

○

○

مرڪي مرڪي يار نهار!
خوش ٿي کلڻ ۾،
قرب ڪرڻ ۾،
ڪرڪڻ پيارا ناهي ڪار.

چيٽ ۽ چنڊ مِلي ويا آهن،
کير ۽ کنڊ ملي ويا آهن،
جهومي جهومي پيارُ پيارِ.
مرڪي مرڪي يار نهار!

ڪڪرن ۾ چنڊ لڪندو ڪيتر،
عاشق آخر سڪندو ڪيتر،
سهڻا پنهنجا وار سنوار.
مرڪي مرڪي يار نهار!

غم ۾ منهنجي دل ڪتجي وئي،
تو وٽ قرب جي آهي قلعي،
جاني منهنجو جيءُ اجار.
مرڪي مرڪي يار نهار!

ساجهر چيڙي ساز بخاري،
در در ڏي آواز بـــخاري،
ڪوڪي پنهنجي قـوم اٿـار.
مرڪي مرڪي يار نهار!

○

○

سو سهٽيون ڪٽي پرچن پو بي، هڪڙي نہ تي پرچي،
دنيا سڄي پرچائيم چا تيو، سنڌڙي نہ تي پرچي.

عزت، عظمت، دولت آڇيم،
دنيا جي هر لذت آڇيم،
آخر حور ۽ جنتَ آڇيم، دلڙي نہ تي پرچي.

منهنجي سرتي، ڌرتيءَ وانگيان،
اڌ پرتل، اڌ اڻ - پرتل آ،
پيار مڪمل حاصل ٿئي، سو اهڙي نہ تي پرچي.

منهنجي سوچ آ، سمجهو آئي،
ننديڙي آس آ، ان جي ڄائي،
ماتا ڪيڏي منت ڪري ٿي، ڪِڪڙي نہ تي پرچي.

هوءَ جا رُني هُت ٻيني آهي،
ڏور بہ استاد ايڏي ناهي،
سوپ سِريون ۽ سال گُهري ٿي، تڪڙي نہ تي پرچي.

○

○

زندگي تي ناهي ڪوئي ڀروسو.
حسن کي پوڄي وٺي پوڄي وٺو!

حسن مون لئہ مظهرِ الله آ،
حسن منهنجي سوچ منهنجو ساهہ آ،
حسن تي منهنجو وڏو ويساهہ آ،
جنهن ڪيو ايمان منهنجي کي پڪو.
حسن کي پوڄي وٺو......

حسن مولٰي آهي، مولٰي حسن آ،
حسن دنيا آهي، دنيا حسن آ،
حسن عقبٰي آهي، عقبٰي حسن آ،
دوستو دنيا ڪٿو، عقبٰي ڪٿو.
حسن کي پوڄي وٺو......

حسن نُور آهي، ستارن جو قسم،
حسن نرمل آ، نظارن جو قسم،
حسن، حسن آ، حسن وارن جو قسم،
حسن جو سودا سچو، سودو سچو.
حسن کي پوڄي وٺو......

ڪائنات حسن ۾ هلندو وتان،
چڙهي تہ بحرِ حسن ۾ ترندو وتان،
حسن کي ڏسندو وتان ٺرندو وتان،
حسن تو استاد ڏئي ڏاڍو مزو..
حسن کي پوڄي وڻو......

o

○

مِنا مارُو رو نہ،
منا ماٺھو روئي، روئڻ ۾ ڪجھ ڪو نہ!
مِنا ماٺھو رو نہ!

تون جَرڪَ آن، جوين جذبن جي،
تون جان آن، منھنجي جيون جي،
تون تہ مَن آھين منھنجو نہ—
مِنا ماٺھو رو نہ!

ڪُنڌين ۾ ڪرڙيون ڦٽڪن پيون،
ٽاڻن تي پُرڙيون پچرن پيون،
ڏنب سَنا ھڪ تو نہ،
مِنا ماٺھو رو نہ!

سھٽي سينو ساھي تي پئي،
سسئي ڪوھين ڪاھي ٿي پئي،
دل ڪي ڪر دودو نہ!
مِنا ماٺھو رو نہ!

نس نس کان نغمان ڳارائي،
دل مان اڌمان چڏ اُترائي،
واڪو ڪر وووو نہ.
مِـــنا مـــاٺـهـو رو نہ!

باهہ برابر آهي بخاري،
اکڙين مان او لابنيون جاري،
ڏاڍو ڪر ٽيپو نہ.
مِـــنا مـــاٺـهـو رو نہ!

○



تڪيو جنهن تي تنهنجي نظر تِير هوندو،
بچي ويو تہ بيدرد، بيپير هوندو.

ڇڇي ڪين سگهندو، ڇڇڻ ڪان وڏو آ،
ٻچڙيءَ ۾ پوي ٿو، تہ ڏاڍو مزو آ،
اهو زلف تنهنجي جو زنجير هوندو.
بچي ويو تہ........

اڇڻ ساڻ چوڦير چانڊاڻ ٿي وئي،
گلابي جوانيءَ جي هڳساڻ ٿي وئي،
ڪِلڻ سان مليو ڪنڌ ۾ ڪِير هوندو.
بچي ويو تہ........

سٽي سور منهنجا ڏنا ٿهڪ هوندءِ،
چريو چئي چپن سان ڪڍيا چهڪ هوندءِ،
ڇٽيو لوڻ هوندءِ، جُهريو جهير هوندو،
بچي ويو تہ........

رئان ڪيئن ريهون ڪري ٻار ناهيان،
پڪو آهيانٰ پر پوڀ انسان آهيان،
رتو يار، نيڻن رتو نير هوندو.
ٻچي ويو ته.........

اهو آ ٻخاري، سيئي تا سجاڻو،
ڪيو نينهنَ جنهن ڪي، تهوڙي نماڻو،
ٻُڏون تا اڳي هو، وڏو وِير هوندو.
ٻچي ويو ته.........

○

○

هر ڪم ڪار ۾ ٻه چار مجبوريون،
هڪڙي پيار ۾ هزار مجبوريون.

سونهن سچڻ تنهنجي سچ سچ سچ،
سچ ته بيٺو نعرو ماري نچ،
ٻول ٻولائي ٻار مجبوريون.

قرب جو ويري ڪُوڙ ڪوڙ ڪوڙ،
ڪوڙ جي منهن ۾ ڌوڙ ڌوڙ ڌوڙ،
ميڙي ميڙي مار مجبوريون.

پريت بخاري جئي جئي جئي،
جيت جفا تي جتي ڪتي ٿئي،
هاڻ مڃينديون هار مجبوريون.

○

○

زندگي تي ناهي ڪو ئي ڀروسو.
پيار ڪي ڏهه ڏهه، پکيڙيو دوستو!

پيار ۾ قابو زمين ۽ آسمان،
پيار جوڙيو تنهنجو منهنجو هي جهان،
جيترو سهڻو سڻو ايڏو مڻو.
پيار ڪي ڏه ڏه پکيڙيو دوستو!

پيار ري ماڻهو ٻه- پيرو جانور،
پيار جنهن مان غار سو پٿر،
پيار جي ناهي ته پو دل ڏاڍلو.
پيار ڪي ڏه ڏه پکيڙيو دوستو!

امن لئه تلوار، نالو پيار جو،
عدل جي للڪار، نالو پيار جو،
پيار نالو يار جيوَن جهد جو.
پيار ڪي ڏه ڏه پکيڙيو دوستو!

پيار سان آباد ساري زندگي،
پيار ئي استاد پنهنجي بندگي،
پيار سان ماڻهو ٿو ماڻي ماڻهپو.
پيار ڪي ڏه ڏه پکيڙيو دوستو!

○

○

سُنو تيو سُتت ئي پتو پئجي ويو،
اڙيو ِ جو اندو تي، اهو ڏنئجي ويو.

چون عشق اندو، جواني چري پر ِ
انهيءَ تي بہ ويچارجي ڪجھہ وري ير،
صحيح سوچ ناهي، اِئين چئجي ويو.

اهو عشق آزار ، آهي سو آهي،
رناسين، رڙياسين، لڇياسين تہ چاهي،
وڏي ڳالھہ آهي، پرين پرچي ويو.

محبت مصيبت، مگر موج واري،
اسان عمر ساري، پڇي پريت پاري،
برابر بخاري، جلي، جرڪي ويو.

○

○

قصو عشق جو آ، اِهو آ اِهو آ.
ڪڙو آ مِٺو آ، اهو آ اهو آ.

انهي عشق جاني پچايو، مچايو،
انهي رنگ انگ رهڙيو، رچايو،
ڏچو آ، مزو آ، اهو آ اهو آ.

پلي پنڌر ڪوڙيو، پلي بلبلو چئو،
سوين گل سنگهياسين، مگر باغ ساڳيو،
هِڪو ئي يڪو آ، اهو آ اهو آ.

اڳهرون ڪو پرڪار، ڪر جا پڇي پيو،
اِجهو هو وِجهو وير وَرَ ۾ اچي پيو،
چِٽو آ، چسو آ، اهو آ اهو آ.

نہ شيطان آهيون، نہ رحمان بابا،
اسان ابنِ انسان، انسان بابا،
اسان جو ڪيو آ، اهو آ اهو آ.

اڳياڙي، پڇاڙي، انداري ٻُڌون ٿا،
صدي اڌ صدي کي، لُڇون کي لڌون ٿا،
اسان جو ڏٺو آ، اهو آ اهو آ.

ڪڏهن هانءُ ڪڪري وسي زارو زاري،
ڪڏهن، ڪاتي تڪري برابر بخاري،
ڪچو آ، پڪو آ، اهو آ اهو آ.



٥

عمر پڇين ٿو، مون ليڇي ليڇي ماڻي،
ماڻن وارا ماڻهو، تون ڇا ڄاڻي؟

هيءَ جا جاني، جوت جلي پئي،
آتي، ارتي، اوت اڇي پئي،
آنجهي مانجهي، جلي ڪائي جواڻي.
ماڻن وارا ماڻهو....

نيٽين ننڊ، اکڙندي ڇو آ،
لڙن لڙن لڇهندي، لڇندي ڇو آ،
ڇو تمندو آ، اک مان پاڻي؟
ماڻن وارا ماڻهو....

محبت، محنت جيوت جاني،
هڪ هڪ لفظ، حقيقت جاني،
سچ ساڀيان کي، ڪَهُ نہ ڪهاڻي.
ماڻن وارا ماڻهو....

هُجن هونگارن، هورا ڪورا،
لچڻ پيچڻ جا، لڪ لڪ تورا،
اتل پتل سان، تئي اتلاٽي.
ماٽن وارا ماٿو....

اديون ڙي، استاد بخاري،
باهہ ينيوري، ڪاهہ ڪوهياري،
اک آريـاٽــي، ســڪ ســاميــاٽــي.
ماٽن وارا ماٿو....

ο

○

تاري تاري تي تِڪي،
سهڪي سهڪي ۽ سِڪي،
چوتي ڪوئل تون ڪوڪار ڪرين!

بوتي بوتي تي گهمي،
غنچي غنچي کي چمي،
چو تو ڀنئرا تون ڀڻڪار ڪرين!

ڪو چيٽ، ڪتيءَ تي گذري ويو،
ڪو ريت تتيءَ تي پڄري ويو،
ڪاري ڪاري ڪڪري،
گوري گوري بجلي،
چو تي گس گس تي وسڪار ڪرين!

هر ٻيڻبڻ جي اک ۾ اوڀر آ،
هر هير جي دل ۾ اوتر آ،
ڀيني ڀيني خوشبو،
ڏيمي ڏيمي خوشبو،
چو تي هنڌ هنڌ تي هٻڪار ڪرين!

تنهنجي سايياں پٺي تي سپنا ٽٽي،
تنهنجي پريت ٽٽي تي پرزا ٽٽي،
ايڏي سادي منهنجي دل،
دوکي کاڌي منهنجي دل،
جو تي مَچ- پيچ ۾ نچڪار ڪرين!

تنهنجي من ۾ مرليءَ جا لهرا،
تنهنجي ڪن ۾ پئونڪن پيا ٻهڙا،
ڏاري - ڏارا جـوڳـي،
دادو وارا جـوڳـي،
جو تي در در تي پوڪار ڪرين!

ہ

○

ايندي عيد ضرور، پيارا، ايندي عيد ضرور!
تنهنجي منهنجي،
منهنجي تنهنجي،
ملندي ديد ضرور پيارا، ايندي عيد ضرور!

جيئو جيئڻ ڏيو، ڳڏجي ڳجندو،
ڏاڍو ڳابو، نيٺ تہ رنيندو،
ڪنبندو ڪيس ڪلور، پيارا، ايندي عيد ضرور!

شوق جي رڳ رڳ ٽڙڪي تي پئي،
درد جي دلڙي ڌڙڪي تي پئي،
سهڪي ٿو پيو سورُ، پيارا، ايندي عيد ضرور!

عيشن جا ها واٽا آهن،
ڳُٺتين ۾ ڳاراٽا آهن،
چنتائون چَڪ چور، پيارا، ايندي عيد ضرور!

روشن روشن ميڙا مچندا،
خوشبو خوشبو نغما نچندا،
هوندو سهج سُرور، پيارا، ايندي عيد ضرور!

کيت تکرندا، پارا پُرندا،
چارن تي چوڌاري چُرندا،
چاهت، چنگ، چنجور، پيارا، ايندي عيد ضرور!

جيڏان ڪيڏان جلوا جاري،
خير، خشاليون، باغ، بهاري،
هرجا حسن حضور، پيارا، ايندي عيد ضرور!

نيٺ بخاري، تانگھہ اگھائي،
محبت پنهنجي، مرضي مائي،
محنت تي منظور، پيارا، ايندي عيد ضرور!

٥



منهنجو ڪم آ پيار ڪرڻ.
پيار ۾ تارو تار ڪرڻ.

پيار ڪريان ته پو ۾ تباهي،
پيار ڇڏيان ته پو ۾ تباهي،
ڏينم ذرا ويچار ڪرڻ.
منهنجو ڪم آ پيار ڪرڻ.

تينهن وڏو آ جاني جهڙپي،
من منهنجو پيو تاڻي تڙپي،
تون بينين سينگار ڪرڻ.
منهنجو ڪم آ پيار ڪرڻ.

محبت ڏيئي محبت وٺبي،
دل تي دل جي دولت وٺبي،
صاف سڌو وهنوار ڪرڻ.
منهنجو ڪم آ پيار ڪرڻ.

چو ته سمجهين روئان بيٺو،
پريت اکين سان پوئان بيٺو،
هڙ هڙ هينئڙو هار ڪرڻ.
منهنجو ڪم آ پيار ڪرڻ.

اک جو ڦڙڪو دل جو دهڪو،
جاني جيوَن جو هر جهلڪو،
الفت جو اقرار ڪرڻ.
منهنجو ڪم آ پيار ڪرڻ.

ديوانو استاد ڪتي آ،
جنهنجي پهتي سُرت اتي آ،
تو جهڙو دلدار ڪرڻ.
منهنجو ڪم آ پيار ڪرڻ.

o

٥

قرب جذهن، ڪوٺايو، آهيان.
آڳ اڳيان تہ بہ آيو، آهيان.

مجبورين جا پيرا ٿوڙي،
ڏهــڪارن جا ڏورا ٿوڙي،
اڏري توڏي آيو، آهيان.
آڳ اڳيان تہ بہ آيو، آهيان.

چوٽ ڪيائين، چوٽ چڪيائين،
ٽڪرن سان سر ٽڪرايائين،
هن تي سمجهيو ڪايو، آهيان.
آڳ اڳيان تہ بہ آيو، آهيان.

صدمن تي ڌمڪايو ڌاڍو،
مايوسين مونجهايو ڌاڍو،
عشق اتي همٿايو، آهيان.
آڳ اڳيان تہ بہ آيو، آهيان.

منهنجي دل آ مينهن پر منجر،
نينهن بنايو سنڌو ساگر،
طوفانن تـڙپـايــو، آهـيــان.
آڳ اڳيان تہ بہ آيو، آهيان.

رات رني پئن يار بخاري،
صبح سويري باغ بهاري،
پرهه پرينءَ پرچايو، آهيان.
آڳ اڳيان ته به آيو، آهيان.

٥

○

اک ٻڪجي وئي، تنهنجي منهنجي.
دل ڳنڍجي وئي، تنهنجي منهنجي.

ڳوٺن ۾ افواهن وانگر،
شهرن ۾ اخبارن وانگر،
هاڪ هلي وئي، تنهنجي منهنجي.

مون وٽ محبت، محنت اڻ ڪٿ،
تو وٽ صورت، سيرت اڻ ڪٿ،
لٽ پٽ ٿي وئي، تنهنجي منهنجي.

چاهت، چاهت کي پئي چاهيو،
نينهن نڀايو، سونهن نباهيو،
پت رهجي وئي، تنهنجي منهنجي.

ٻريت جي دل هيڏي ٿي پئي،
ڪيتن جي اک ڪڪڙي ٿي پئي،
رک پڪڙي وئي، تنهنجي منهنجي.

ميٺ ٻتي تو، ٻهڪي پاري،
جهومي گهوري، جان ٻخاري،
جوت وڌي وئي، تنهنجي منهنجي.

○



كِلٽا كِلٽا، سهٽا ماٺهو،
رلٽا ملٽا، سهٽا ماٺهو.

كوتن ۾، نہ تہ گهونگهٽ كَجَ ۾،
گهونگهٽ ۾، نہ تہ پنهنجي لَجَ ۾،
لِكٽا لكٽا، سهٽا ماٺهو.
كٽ نورئي، كٽ مومل بنــجن،
كٽ كنئرو، كٽ ليلا ڏسجن،
ڦِرٽا گهِرٽا، سهٽا ماٺهو.

زيبو عاقل، ساڻ سڙي ها،
ليليٰ مجنونءَ، كاڻ لڙي ها،
ڊِڃٽا ڊِڃٽا، سهٽا ماٺهو.

پهران پختا، پهٽن وانگر،
دل ۾ اڏمن، چشمن وانگر،
رئٽا رئٽا، سهٽا ماٺهو.

پهران ڏسجن، پهٽن وانگر،
اندران اڏمن، چشمن وانگر،
رئٽا رئٽا، سهٽا ماٺهو.

بابر جهڙا، شير بخاري،
گهائي وجهن تا، واگهه شڪاري،
هرڻيءَ نيڻان، سهڻا ماڻهو.

○

o

وعدو ڪري، ساڪون ڪٺي، مُڪري وڃڻ،
هي تيو ائين، پوڪي ڇڪي پاڙون پٽڻ.

مُرڪي مِلي خوش ٿي ڪلي، ڇرڪي ڇڄڻ،
هي تيو ائين ٻاري ٻتي، ڦوڪو ڏيڻ.

آئين نہ ٿي، آئين تہ اڄ غيرن سان گڏ،
هي تيو ائين، ٻاهيون ڏئي، پاڻي وجهڻ.

دل، ديد ڪي سڪ سونهن مان ڪاڙي ڪيان،
هي تيو ائين، پڪڙي مڇي، پَٽ تي سٽڻ.

ساقي اها چاهت ڇُڪي، وسري نہ ٿي،
منهنجو تڪڻ تنهنجو سِري، مُرڪي ڏيڻ.

ازلي اڃون، ابدي اميد آهي مگر،
هي زندگي لوڪو جيئو، ڏيئو جيئڻ.

استاد ڪي ٻُڌبو، ٻُڌي ڇئبو ڇريو،
هي تيو ائين جو ڪم لٿو، وسريو ڏڪڻ.

o

٥

محفل حسين تنهنجي، تنهنجا حسين ماڻا.
هِت مير، پير آهن، ناٿي بنا وڪاڻا.

دربار حسن جي ۾ دارا بہ دست بستا،
ميدان عشق جي ۾ سهراب دل شڪستا،
راڻا هِتي رُلي ويا، سياڻا بہ ٿيا اياڻا.
هت مير پير آهن.....

ڏاڍا وڏا شڪاري، آيا شڪار ٿي ويا،
آيا هئا خريدڻ، پر بي مُلها ڪبي ويا،
هي ڪاروبار تنهنجا، ٿا نيڻ ڪن نماڻا.
هت مير پير آهن......

اي ڪاش تون اچين ها، مان ڪانگ تو اُڏاريان،
اهڙي جڳہ ڪٿي جو تو کي ڪٿي ويهاريان،
سيتو ڪيان وڇائو، پاتهون ڪريان وهاڻا.
هت مير پير آهن........

هڪ ڳالهہ زندگاني استاد وٽي اجائي،
بي ڳالهہ هي حياتي صدبار ٿي سجائي،
بي ڪار ڪا نہ چاڻان، هڪ پيار يار چاڻا.
هت مير پير آهن........

٥

○

مِينهن وسي پيا وڻ موريا،
گهوريا ڏينهن وچوڙي جا.
چاهت انگ نوان چوريا،
گهوريا ڏينهن وچوڙي جا.

پنئر، گلن جي کن ۾ پٽڪي،
هِير، پن جي وچ مان سُرڪي،
سنهڙا منڙا سُرَ سوريا.
گهوريا ڏينهن وچوڙي جا.
ڪُڪري روئي، ڪِنوڻ ڪلي پئي،
ديدون آليون، دل ڌڙڪي پئي،
نطر، اندر سان غم اوريا.
گهوريا ڏينهن وچوڙي جا.

عشق نہ ٿڪبو تاڻي تاڻي،
موج ارادو جوڌو ماڻي،
ساهہ سڪن لئہ ڏک ڏوريا.
گهوريا ڏينهن وچوڙي جا.

مس مس پهتي مُند بهاري،
دلبر آندي عيد بخاري،
دردن ويڙهيا بستر ـ بوريا.
گهوريا ڏينهن وچوڙي جا.

○

○

هيل پلا هڳساڻ سان-
چوتو روح ، رهاڻ نہ ڪئي؟
سنڌوءَ جي سرهاڻ سان،
چوتو روح ، رهاڻ نہ ڪئي؟

اڻ ڳڻ پيلا پُور پکڙجي، سنجي ساوا سُور ويا تئي،
ڳاڻ ڳٽي ڳاڙهاڻ سان،
چوتو روح رهاڻ نہ ڪئي؟

ڳاڙهيون ڳاڳون ڳولي ڳولي، چوندي چوندي جهول پريئي،
پن پن جي پيلاڻ سان،
چوتو روح رهاڻ نہ ڪئي؟

سونهن تہ ڪيڏي آهي سنڌ ۾، جذبو ڪيڏو تنهنجي جند ۾،
چاهت جي چانڊاڻ سان،
چوتو روح رهاڻ نہ ڪئي؟

ڪان ڪان جهڙا قول ڪنايئہ، دل سان بين جو بول هنڊايئہ،
پيهي پنهنجو پاڻ سان،
چوتو روح رهاڻ نہ ڪئي؟

ڪکري ڪکري ڏانهن نهاريئہ، ڪٽيءَ ڪٽيءَ جي ڪاڻ بخاري،
مِهر پرئي مهراڻ سان،
چوتو روح رهاڻ نہ ڪئي؟

○

○

هاءِ، سڪي تو ساهه صنم،
جيئون گڏجي جنم جنم.

محفل محفل مچي وجهون، ڇيڄ ڇمان ڇم ڇم،
منزل منزل مِلي وڌون، دوست دما دم دم.
اڳتي اڳتي قدم قدم......

عشق اتاهون ڪنيون هلون اوراهون آڻي،
پنهنجون پاتهون ڪيون هلون جهونجهارا جاني،
اوچا اوچا علم علم......

محبت سهڻا مَيان تہ ڇا، مِينهن نہ تا مٺجن،
ڳالهيون تنهنجون ڳٽيان تہ ڇا ڪيئن ڪٺيون ڳٺجن،
هڪ هڪ سڪ ۾ پدم پدم...

سونهن بخاري گهٽي متي آ، جلوا ڪير ڪتي؟
عشق اجائي رتي متي آ، جذبا ڪير ڪتي؟
آمهان سامهان اهم اهم......

○



دريا ۾ آ، دَمُ،
دريا ۾ آ، دم — تہ چاهي،
منهنجو عشق متاهون آهي.

راتيان رهڙن روڪ رکي تو،
ڏينهان منهنجو ڏيل ڏنيي تو،
ڏاڍو ڏکيو آ، ڏم،
ڏاڍو ڏکيو آ، ڏمُ، تہ چا هي،
منهنجو عشق متاهون آهي.

سِير سدائين وهندي رهندي،
تاتکهہ اُپڙندي ترندي رهندي،
تاڻ نہ ٿيندي تم،
تاڻ نہ ٿيند ي تم- تہ چاهي،
منهنجو عشق متاهون آهي.

عِشق اجهل استاد بخاري،
آڏو پيلو، رات انڌاري،
ڪُنب ڪنن سان ڪم،
ڪنب ڪُنن سان ڪم- تہ چاهي،
منهنجو عشق متاهون آهي.



○

اسين مستانا، اسين مستانا،
وي، وعظ ٻڌڻ مان ڇا ڄاڻون؟

ويرانن ۾ ڊوڙي ڄاڻون؛
طوفانن سان ٽڪري ڄاڻون،
اسين ديوانا،
اسين ديوانا،
ڪنهن ٿنهن تي ٻچڻ مان ڇا ڄاڻون؟

ڇو موڪيءَ جي ساراهه سڪون،
ڇو پيالي جي پرواهه ڪيون،
اسين ميخانا،
اسين ميخانا،
لئه جام جهڪڻ مان ڇا ڄاڻون؟

ڪا شمع ٻري ڪو شعلو هجي،
ڪو ٻنيٺ ٻنيٺ ٻڙڪو هجي،
اسين پروانا،
اسين پروانا،
مڪڙيءَ تي مرڻ مان ڇا ڄاڻون؟

فرهاد آهيون ميرداد آهيون،
فنڪار آهيون استاد آهيون،
اسين فرزانا،
اسين فرزانا،
نادان ٿيڻ مان ڇا ڄاڻون؟

○



تو ڪيو سينگار، بي سبب ناهي.
منهنجو هيڏو پيار، بي سبب ناهي.

صبح جو تارو، هُت ڪِلي پيو تو،
ماڪ قطرن ۾، گل ٽڙي پيو تو،
عرش تي چمڪار، بي سبب ناهي،
پونءِ تي هبڪار، بي سبب ناهي.

حسن آ مغرور، ڪو جهلي هُن کي،
پيار آ مجبور، ڪو ڏسي هِن ڏي،
هن طرف گجڪار، بي سبب ناهي،
هن طرف وسڪار، بي سبب ناهي.

او گلابي گل، تنهنجي ڳاٽي کي،
حسن، جوڀن جي تي هوا لوڏي،
ڪا گهڙي انڪار، بي سبب ناهي،
ڪنهن مهل اقرار، بي سبب ناهي.

پيار پالن کي، سونهن ساندين کي،
گيت ناهن کي، گيت ڳائن کي،
هي سجو وهنوار، بي سبب ناهي،
سونهن ۾ سنسار، بي سبب ناهي.



○

هڪ ڀيري تنهن ڀيري، ڪٽنيون ڪير ڪٽي.
تولا، ماسا ناهن، مون وٽ سَور مٽي.

تارو تارو تسبيح رات سڄي سوريسين،
باک ڦُٽي آسَ اٿي، عمر اٺين ڏوريسين،
سڄڙو لٿو سانجهي تي، تہ بہ دل توڙي تٽي.
هڪ بہ تي چار ڪري.....

موج مچي رنگ رچي، جاني سان جيئان جي،
ڏوڙ وجهان دردن تي، خوشين سان ڪيڏان جي،
وڇڙڻ جي ويلي تي، روئڻ يار وٽي.
هڪ بہ تي چار ڪري.....

محبت ميڙ مُجانءِ وري، وري يار وري،
پرچي پئہ ڊوڙي آ، دلڙي آهي پري،
وجبو نيٺ مري، ڏينهين ٿوري گهٽي.
هڪ بہ تي چار ڪري.....

اوهہ رُليو توڙ تتو، نينهن نيارو منهنجو،
پيار بخاري آهي پوبہ سهارو منهنجو،
ٽريو منهنجو هانءُ پوي ڪِليو هو نيڻ ڪٽي.
هڪ بہ تي چار ڪري.....

○

○

موتي آ موتي آ، پانهون آءُ پڏانءِ!
اکڙين جي ڳوڙهن سان ڏوڙيل پير ڏڻانءِ!

سوريتو سڏرائي، چو تو سُورَ ٻچين،
ههڙي حالت هوندي جاني جي نہ اچين،
هڪ دل حيف چوانءِ،ٻي دل منت ڪيانءِ!
موتي آ موتي آ.....

توت، هنداڻا، گدرا، سنڌڙي انب لٽا،
آءُ سِگهي،ساهہ سڪي،خوش ٿي ڪائون مِنا،
توبن ڪيئن چکان، تنهنجي ڪاڻ رکانءِ.
موتي آ موتي آ.....

اڄ تہ رئان پيو آڏو، زارو زار پرين،
ياد يقيناً هوندءِ پهريون پيار پرين،
هر هر تون روئين پيو، ڳوڙها آءُ اگهانءِ.
موتي آ موتي آ.....

پيار سمورو پنهنجو، سوچ بخاريءَ ساري،
تات تنوارون تن سان، زور پري نيزاري،
رمزن جو راڄ سڄو، ميڙي ميڙهہ اچانءِ.
موتي آ موتي آ.....

○

○

آنءُ رُئان تون تہِ نہ رو، هينئن سڏڪار ڪري،
ڪڪر وسي، ڪِوڻ ۽ ڪِلي، ٻلي چمڪار ڪري.

تون بہ جهلين ٿو جاني، مان بہ ٻَليان ٿو دل ڪني،
پو بہ اچان پيو توڏي، ڪنهن ڪم ڪار ڪري.
آنءُ رُئان تون تہ نہ رو......

عشق اُٿاري اُهمي، وِرهہ وسائي واري،
عاشق روئي روئي، چو نہ چِٽڪار ڪري.
آنءُ رُئان تون تہ نہ رو......

سئن سُڻن يا نہ سُڻن، محبوبن جي مرضي،
روز بخاري پياري، ڪا ڪُوڪار ڪري.
آنءُ رُئان تون تہ نہ زو......

○

○

نظر جو نظر ساڻ اظهار ٿيندو.
ائين ڏري ڏيري پرين پيار ٿيندو.

اِتي تون اڪيلو، هتي مان اڪيلو،
اچي عشق ادمو، اتاريو . اويلو،
هلي آءُ هڪ ٻئي جو آڌار ٿيندو.
ائين ڏيري ڏيري.

سُنهري ڪناري، ملاقات پياري،
گلابي ڪتوري، پِني رات پياري،
چڙهيو چَنڊ چاهت جو چمڪار ٿيندو.
ائين ڏيري ڏيري.

تون هڪ حال اورين، مان هڙ حال اوريان،
تون هڪ گيت چيڙين، مان ڪئي ساز سوريان،
جي چپ چار تي ويا، ته چوتار ٿيندو.
ائين ڏيري ڏيري.

ڪنوڻ جو ڪڪر ساڻ، سنگم وڏو آ،
ڪيو عشق استاد، آگم وڏو آ،
وسياسين ته وهوا جو وسڪار ٿيندو.
ائين ڏيري ڏيري.

○

ہ

دل جي ٻڌ تقرير پرين،
اک جي پڙه تحرير پرين- دل لائي دلگير نہ ٿي!

عشق ٻنا اونداهي آهي،
ڳُنگ رهڻ گمراهي آهي،
تڙپ اٿئي تنوير پرين- دل لائي دلگير نہ ٿي!

سُرهي جُوءِ سموري سهڻا،
سنگت سمجهہ ڪٿوري سهڻا،
الفت عطر عنبير پرين- دل لائي دلگير نہ ٿي!
ديدون يار دونالبون ناهن؛
ابرو سي بہ ترارون ناهن،
زلف نہ ٿئي زنجير پرين- دل لائي دلگير نہ ٿي!

سنڪ وارن جو سيڪو ساٿي،
پيار ڪرڻ کان روڪن پاپي،
ٽوڪن تِيرَ مَتير پرين- دل لائي دلگير نہ ٿي!

سنڌ- سيپتا، سندر تان،
ڌرتي سرتي تنهنجي سِرتان،
صدقي ساهَ، سرير پرين- دل لائي دلگير نہ ٿي!

جيڪي اوتون جوتون آٿن،
شال بخاري موجون ماڻن،
ڪائِن ڪندبون، ڪير پرين- دل لائي دلگير نہ ٿي!

ہ



ڪيڏي دير ڪري تا يار اچو.
نہ تا سارَ لهي ڪوئي مٺو يار بچو!

اوهان ڪاوڙ ڪئي اسان ڪينَ ڪُڇو،
جني ڏار ڪيُوَ اسان ڏاڍو لڇو،
پلي ڳوٺ سڄي کان ڳالهہ پڇو،
اهو حال ڪندو، هر پڌو ۽ پڇو،

اڳيان سُورَ سپاهي تيو سڏڪن،
پٺيانَ درد- دناليون تي ڏڏڪن،
بيٺا دشمن گهوڙن جان هِڻڪن،
ڪنهن ڏينهن اچي، اهو لاهيو ڏڇو.

پلي داڙ هڻن ڪر خار بڪي،
اچا ڍولڻ پٺي آ ڳالهہ پڪي،
اهي ڪوڙا پوندا ترت تڪي،
جو هوندو سچو ، اهو رهندو سچو.

دل هول ڪري دل لايون نہ ٿا،
جي ٿا لايون تہ پو پڇتايون نہ ٿا،
گهاٽي واڏي ڪان گهبرايون نہ ٿا،
اسين ناهيون ڪنڌ ڪمر يار ڪچو.

اڄ يار بخاري آيو آ،
جنهن محفل کي مهڪايو آ،
اهو حڪم حسن فرمايو آ،
اتو ساز ڪٽو، ڳايو راڳ نچو.

○

٥

جِيءُ جيءُ سان ملاءِ جاني.
جاني وو، جاني وو، جاني او جاني!

ڪجهه مون کي ڪرڻي پوندي،
ڪجهه تو کي ڏيڻي پوندي،
هِن قرب ۾ قرباني، جاني،
جاني وو، جاني وو، جاني وو جاني!

اڪ لاتيم دل جي چوڻ سان،
غم تاتيم پنهنجي هٿن سان،
پوءِ ڪهڙي پشيماني، جاني،
جاني وو، جاني وو، جاني وو جاني!

ريءَ پيار جياپو اوکو،
جي پيار ڪجي ته به جوکو،
سڀئي پار پريشاني، جاني،
جاني وو، جاني وو، جاني وو جاني!

هڪ پيار پڙهايون پٽيون،
پيو پيٽ ٻڌايون پٽيون،
هڪ محبت پيو ماني، جاني،
جاني وو، جاني وو، جاني وو جاني!

استاد اميدون ڳايون،
چوڦير بهارون آيون،
هاڻي تر هليو آني، جاني!
جاني وو، جاني وو، جاني وو جاني!

ٿ

○

سونهن رتيءَ تي وسڪي وسڪي،
ڪيڏو مونکي ڪڪ تي ڪرين دل!

اڪ اٽڪائڻ عيب نہ آ پر،
اهنجي هنڌ تي اٽڪي اٽڪي-
ڪيڏو مونکي ڪڪ تي ڪرين دل!

چنڊ، ستارا، گل، ڦل، پارا،
هر سهٽي تي ھِرڪي هرڪي،
ڪيڏو مونکي ڪڪ تي ڪرين دل!

سانجهہ، سويري سوچ پلي پر،
جهٽ جهٽ پل پل تڙپي تڙپي،
ڪيڏو مونکي ڪڪ تي ڪرين دل!

جنهن مونکي استاد رٺاريو،
تنهن سان پاٺهي پرچي پرچي،
ڪيڏو مونکي ڪڪ تي ڪرين دل!

○

○

درد کيو ديپڪ،
هونئن نه ته موسم مينگهه ملهار.

اڄڪلهه اکر اکر جي بت ۾، تورو آهي تَڪُ-
هونئن نه ته سِت ستِ هيج هزار.

موسم سرءُ، مهينو محرم، هڻ هڻ پٽڪو حق-
هونئن نه ته جت ڪٿ عيد دُوار.

ورهه وڇوڙو ۽ هي جندڙو، چڻ ته سِيءَ ۾ آڪُ-
هوئن نه ته هينئڙو ڦوهه ڦلهار.

اڄ نه سيان جا روز بهانا، شايد ايري شڪ-
هونئن نه ته ويسهه ويرو تار.

افسوس آ استاد بخاري، دوست ڪڍن جي ڏڪ-
هونئن نه ته دلبر دل جا تار.

○

○

روز بهانا توان توان،
ماريو تنهنجي نمان نمان.

هوڏي هٿ تان لهڻو پونديءِ،
مشتاقن سان ملڻو پونديءِ،
عشق جهڪايا جوان جوان.
ماريو تنهنجي نمان نمان.

جوين ايريو، جڳ جڳ راڳي،
تنهنجي اها ٿي ساجن ساڳي،
اڄ تہ سيبائي اجان اجان.
ماريو تنهنجي نمان نمان.

گهڙ تہ گهڙان جي ڳالهہ گهٽي آ،
پنهنجي من مان موڻ تہ گهڙي آ.
چارِ چٽي ويا چڳان- چڳان.
ماريو تنهنجي نمان نمان.

محبت، محنت ماڻ بخاري،
سو سرهو، جنهن سونهن سنواري،
مان تہ ائين ٿو ميان ميان.
ماريو تنهنجي نمان نمان.

○

○

صبح سلیندس سُور او یارو-
ڪاري ڪهري رات ته گذري!

مستيءَ ۾ چپ سُڪندا آهن،
نيڻ خوشيءَ ۾ ٿِمندا آهن،
مون کي ڇئو مسرور او يارو-
ڪاري ڪهري رات ته گذري!

هڪ جانيءَ جي جوين سانگي،
پيو جهانگين جي جِيون بسانگي،
سُور بہ آهي سرور او يارو-
ڪاري ڪهري رات ته گذري!
ديھہ مجي پر دل نہ مجيندي،
رندن جي محفل نہ مجيندي،
دوکي جو دستور او يارو-
ڪاري ڪهري رات ته گذري!

گيت چوان تو توري توري،
پيرِ ڪٽان تو هوري هوري،
چاهه نہ تي پئي چُورُ او يارو-
ڪاري ڦهري رات تہ گذري!

عيد ايندي استاد بخاري،
سنڌ ڪنداسين باغ- بهاري،
دور نہ آهي ڏُور او يارو-
ڪاري. ڦهري رات تہ گذري!

○

○

تنهنجي سِر جوءِ
ساري تر جو، پيارا، پورهيتُ آهيان.

ڳالهه ڪريان مان ڪنهن سان ڪهڙي،
توڪان وڇڙي تڙپي تڙپي،
آءٌ رُنو رَت آهيان-
پيارا، پورهيت آهيان.

چاهت وارا چشما ڪوتي،
جيوَت واريون جوڳون جوتي،
پيئندو امرت آهيان-
پيارا، پورهيت آهيان.

نيٺ تہ ايندو پيارو پيهي،
پنهنجي دل ڪي پاٺهي ويهي،
ڏيندو آٿت آهيان-
پيارا، پورهيت آهيان.

چا جو سيد، چا جو بخاري،
ساڻ سڄڻ جو سُهٽي سواري،
جانيءَ جو جَتُ آهيان-
پيارا، پورهيت آهيان.

○

○

منظور آهيون يا منظور ناهيون؟
اتساھہ آهي، جي چاهيو تہ چاهيون!
ڪاپي پئون تا جي اکڙيون ڪٿو تا،
والله، دلدار، ڏاڍو وٺو تا!
مُنهن جي مَتايو تہ مجبور آهيون،
اتساھہ آهي . ........
نئين مُند ايندي، نئون نينهن تيندو،
پَڪ باڪ يڪندي، پڪ ڏينهن تيندو،
هِي رات هيهات دلدار دانهيون.
اتساھہ آهي . ......
مضبوط محبت جو رستو بنايون!
اُت ميت، نئين ريت ناتو وڌايون!
ڏهڪار ڌاهيون، سهڪار ناهيون،
اتساھہ آهي . ......
استاد، امداد الفت جي گهرجي،
هر پيار لئہ هوش همت تي گهرجي،
اچ اوچو سوچي، لاچارَ لاهيون.
اتساھہ آهي . ......

○

○

هوڪو، هوڪو او لوڪو!
وِڇڙا آهيون،
وَرڻا ناهيون،
سودي وڻو سودو! هوڪو ڙي هوڪو!

الفت آڻ- ڪٽ آهي ان وٽ گيتن جا گاڏا،
قرب جون ڪوٺيون، ڳُڻن جون ڳوٺيون، برهہ پريل پانڊا.
عشق تہ اڻ توريو- هوڪو ڙي هوڪو!

سون ۽ چاندي، نوٽ ۽ ناڻو، ناهي تہ ونبو ناهي،
سڪ جو سودو سڪ سان سهڻا،دل جو دل سان آهي.
سچو تہ بہ سستو- هوڪو ڙي هوڪو!

هَٽ هَٽ تي سچ، ڪُوڙ مِلائي ويچن پيا واپاري،
ڪِڪ، ڪتوري گڏجي پڪڙيون ، هوشياري، هوشياري!
دَر . دَر تي دوڪو- هوڪو ڙي هوڪو!

سونهن،سِڪڻ جو سودو سُرهو، جنهن ورتو سو واسيو،
سِڪ سودي مان سهڻي، ساهڙ، مومل، سوڍو واسيو.
رڱجي ويو رانجهو- هوڪو ڙي .هوڪو!

سچ چُڪائڻ سولو آهي، سچ خريدڻ اوکو،
جيون جام ملي تو جاني، جاڻي جيءَ جو جوکو.
دل گهرجي ٻودو- هوڪو ڙي هوڪو!

بازر بند نہ ٿيندي، رهندي جڳ مڳ ساندھ جاري،
چار ڏهاڙا پنهنجي ڏيتي ليتي يار بخاري.
قرب ڏبو، وٺبو- هوڪو ڙي هوڪو!

○

○

چوتو تين غمگين ا و جاني، چو تو تين غمگين !
هيءَ حياتي، لائي چاتِي، زوري ڪر رنگين، او جاني،
چو تو تين غمگين!

سَنسن ڪي چڏ، سُهڻن ڏي ڏس!
چاندوڪي ۽ چيٽن ڏي ڏس!
مَنُ تنهنجو موهين، او جاني،
چو تو تين غمگين!

موتي، چاندي محنت تنهنجي،
مُلهه مهانگي محبت تنهنجي،
تون ناهين مسڪين، او جاني،
چو تو تين غمگين!

بجليون، بتيون پهچن جيتر،
تارن ڪي ڪر روشن تيتر،
ٻاڻن ۾ ٻارين، او جاني،
چو تو تين غمگين!

ساتارين وٽ سيکي آهي،
قارونن وٽ ”ڪين“ ئي آهي،
ڪِين نياڳي ڪين، او جاني،
چو تو تين غمگين!

چو تو تائين پاڻ- گهرن ڏي!
چاهه اتي استاد، انهن کي!
جيڏ توکي چاهين، او جاني،
چو تو تين غمگين!

○

○

روز ڪڪرن سان ڳُڙجي گھمان ٿو-
پنهنجي وارن وڏن ڪان پڇو.
صبح، سانجھي شفق کي چمان ٿو،
پنهنجي ڳاڙهن ڳلن ڪان پڇو.

جي ٿو توسان نگاهون ملايان،
سون، چاندي جا ڪُشتا ٿو کاوان،
روز امرت جا پيالا پيان ٿو-
چاهَ وارن چپن ڪان پڇو.

کِلندي کِلندي چڙيو تا کِنديڙي،
مان بہ تڪجان نہ ٿو ميڙي ميڙي،
روز موتين سان جھوليون پريان ٿو-
پنهنجي سهڻن ڏندن ڪان پڇو.

چيٽ جي هِير ڪان آهي سُرهو،
ريشمي طول ڪان آهي ڪنئرو،
ڪو پتو ناهي چاڪي ڇهان ٿو-
پنهنجي بخمل بدن ڪان پڇو.

دسترس جام تي مئي تي مونکي،
گيت تي، ساز تي، لئي تي مونکي،
ڪيئن هر شئي هٿيڪي ڪيان ٿو—
ميندي رتڙن هٿن ڪان پڇو.

رات سياري جي. پوئين پهر جو،
سِيءُ ڪڙڪي پوي ٿو قهر جو.
عشق استادَ، ٻاريو، پران ٿو—
منهنجي مَن جي مچڻ ڪان پڇو.

○



صبح رئان، شام رئان، رات رئان مان.
تون جي وري پئين تہ ڀڏي چير نچان مان.

دل تي چوي منٿ ڪري محب مچايان،
ڪنهن بہ طريقي سان پرين پاڻ وٺايان،
هينئن ڪريان هوئن ڪريان، ڪيئن ڪيان مان.
تون جي وري پئين........

عشق کي مشتاق جي هر چيز کپي ٿي،
درد کپي، دل بہ کپي، ديد کپي ٿي،
هوش کپي، جوش کپي، خاص کپان مان.
تون جي وري پئين........

سونهن سوا ڪيئن ڪريان ڪِين سري ٿي،
پرت مون کان قرب ڪري، تون نہ پري ٿي،
تانگھہ ڪٿي تاڻ، اچين ٿي يا اچانِ مان،
تون جي وري پئين....

روز رڙان، دل ۾ دکن درد بخاري،
سُور سليان هوجي هجن هوند بخاري،
ڪوڪ ڪيان، لوڪ چوي گيت چوان مان.
تون جي وري پئين........



○

دل ٽوٽا ٽوٽا ٿي پئي آ-
ته به تو سان نينهن نڀايان ٿو.
سِڪ سُڏڪا سڏڪا ٿي وئي آ-
پر مَرڪي پيار ملهايان ٿو.

هي عشق وڏو آزار آهي،
پر منهنجو پڳ مٽ يار آهي،
هِن منهنجو هاڻ وڃايو آ،
مان هُن جو ناڻ وڃايان ٿو.

هِن پريت جي ريت عجيب آهي،
اُتي عاشورا، اتي عيد آهي،
تون اُسَهين تو اوساريان ٿو-
تون ترسين عيد تِڪايان ٿو.

ڇو جهومين تو جهومائين ٿو؟
ڇو ڳيچ بخاري ڳائين ٿو؟
دل ويچاري ويڳائي آ،
تنهن وچڙيءَ کي وندرايان ٿو.

○

○

تاس آ تارون تار او يارَ،
تاس آ تارون تارَ.
پيار پري اڄ پيار او يار،
تاس آ تارون تارَ.

منهنجون اکڙيون عشق اڄاريون،
تنهنجون ڪجليون مينگهه ملهاريون،
ڇڏ ته تين مِلي چار او يار-
تاس آ تارون تارَ.
ميندي رتڙن هٿڙن سان ڏين،
تينهن نوازيل نيڻن سان ڏين،
جيئن به ڏين تيئن ڪار او يار-
تاس آ تارون تارَ.

منهنجي لڄ پڄ تون تو ڇاٽي،
آءٌ مڃي، تون منهنجو پاٽي،
ڇوڙ نه ڇر ڪان ڏار او يار-
تاس آ تارون تارَ.

هام نه حجت منڙا منهنجي،
هڪڙي ننڍڙي دعويٰ منهنجي،
مان تنهنجو ميخوار او يار-
تاس آ تارون تارَ.

سُرڪين ڪي چڏ سهٽا ساقي،
رات بچي آ، ٿوري باقي،
ڏينم يري ٿمتار او يار-
تاس آ تارون تارَ.

آءِ اجارو تر جي. واري،
باهه بخاري زاري زاري،
وارو ڪر وسڪار او ياز-
تاس آ تارون تارَ.

○

٥

دلوارن تي ڏاڙا نہ ڪجن.
هئہ هئہ ههڙا هاڃا نہ ڪجن!

دل منهنجي آ، شئي تنهنجي آ،
تو پاڻ ٻڌائي زخمي آ،
ڏس ٽڪرا ٽڪرا ٿي پئي آ،
بس ٽڪرن جا ٽڪرا نہ ڪجن!

محبوب ستائيندا آهن،
دل پنهنجي تاريندا آهن،
جي ڪيس ڪجي تہ بہ ترس ڪجي،
پر هوڏ ڪري هاڃا نہ ڪجن!

مون قرب ڏنو تو قرب ڏنو،
هي ناتو بلڪل ناهي ڪنو،
دل ونڻي آ، دل ڏيڻي آ،
هن سودي ۾ سودا نہ ڪجن!

تون وچڙين ٿو پريات مهل،
مان سمجهان ٿو سڪرات مهل،
او سانولڙا سڪرات مهل،
ڪنهن سنگتيءَ سان چرچا نہ ڪجن!

ڇا ڏيٺو پيو ڇا ڏيٺو ٿئي،
استاد اڇا ڪجهہ جيئٺو ٿئي،
ڏس دلبر ڏي ڇڏ ليکي ڪي،
جولالڻ سان ليکا نہ ڪجن!

ن ۵٠

٥

موڻ سان ملندين تہ مَن وهوا.
جي نہ ملندين تہ بي وِهوا.

مان جي بيمار آهيان تہ ڇا هي،
تات تنهنجي جا آهي سا آهي،
تون جي پڇندين تہ من وهوا،
جي نہ پڇندين تہ بِي وهوا.

مان تہ توڙي لکيو پيو لکندس،
ماڻهو، ماڻهو مٿان موڪليندس،
تون جي لکندين تہ منِ وهوا،
جي نہ لکندين تہ بي وهوا.

منهنجو مطلب آ توکي ٻڌايان،
جيڪي دل ۾ آ سو ڇو لڪايان،
جي تون ٻڌندين تہ من وهوا،
جي نہ ٻڌندين تہ بي وهوا.

سڄ ساري جهان کي آ دلبر،
تنهنجو استاد آهي ثناگر،
جي تون مڃندين تہ من وهوا،
جي نہ مڃندين تہ بي وهوا.

٥

○

چاهت ۾ چڪ چور او يارو، آءُ اڪيلو ناهيان.
چُور مگر مسرور او يارو، آءُ اڪيلو ناهيان.

سونهن ته آهي سونهن برابر،
پيار به ڏاڍو پيار، آ، پر-
سُور به آهي سُور او يارو، آءُ اڪيلو ناهيان.

سچ پچ ڪوئي سڪٽو ناهي،
سيڪو سانديو وينو آهي،
نينهن جو دل ۾ نورُ او يارو، آءُ اڪيلو ناهيان.

محبت ۾ ملهجي ويا جيڪي،
مجنون، ميهر وانگر تي سي،
ملڪن ۾ مشهور او يارو، آءُ اڪيلو ناهيان.

شاد رهي هر دِل، دلواري،
آهي دعا استاد بخاري،
شال ٿئي منظور او يارو، آءُ اڪيلو ناهيان.

○

○

تون مچين مچين نہ مهربان،
مان تہ عرض تو ڪري ڇڏيان.

هڪ تہ تون اڳيئي آن حسين،
پيو نفيس ويس تو ڏڪين،
ٽيو وري ٽِلين تو ناز سان.
مان تہ عرض تو ڪري ڇڏيان.

هڪ تہ ڪنهن سان دل نہ لائجي،
لائجي تہ پو نباهجي،
جي نباهجي تہ ٿي جوان.
مان تہ عرض تو ڪري ڇڏيان.

هڪ تہ مون ڪان ڇڄ نہ، ڇا ڇيم،
جي ڇڄين تہ غير سان نہ گُهم،
جي گهمين تہ گهم نہ مون اڳيان.
مان تہ عرض تو ڪري ڇڏيان.

هڪ تہ عشق اڳيئي آ عجيب،
پيو تہ هي بخاري آ غريب،
بس عجيب ۽ غريب مان.
مان تہ عرض تو ڪري ڇڏيان.

○

○

پيار، محبت جي محفل مان جو به مليو، سو ڀلو!
مشڪي محب نهاريو مون ڏي، خوش ٿي کِليو، سو ڀلو!

توڙ ته ڪنهن سان ڪو به نه هلندو،
پنهنجو ساهه به تڙڪي ٽٽندو،
جيتر جند سان سهڻو ساٿي، ساڻ هليو، سو ڀلو!

سورج چمڪي شعاع ڪري ٿو،
ڏيئو ٽمڪي سو به ٻري ٿو،
جوت ڏيڻ لئه جيڪو جيڪو جيءُ جليو، سو ڀلو!

سنگتين ساٿين ٿهڪي ٽوڪيو،
گهرَ جي ڀاتين روئي روڪيو،
مان نه مڙيس، پر پيار ڪان پيارا توبه جهليو، سو ڀلو!

ميل ميلاپ جا سونهري پل،
ٻئو اوڙ بجلي، ٻئو او بادل!
ڪلندي، رئندي ٻن پانديئڙن حال سليو، سو ڀلو!

چاهت ۾ ٿي چڳ چڳ سوگهي،
دل جا دل جي رڳ رڳ سوگهي،
پو به چوي پيو رات بخاري، پاڻ پليو، سو ڀلو!

○

○

ماڻ تنهنجي ۾ محبوب ماٺو مزو.
ٻول ٻولين ته ٺٺي يار ڏاڍو مزو.

راڳ آهي ته ڇا هي رڳو راڳ ڇا،
ٻُونءِ جاڳي نه جاني ته ٻوءِ جاڳ ڇا،
ماڳ اوڳو ته پو، آهي موڳو مزو.
ٻول ٻولين ته ٺٺي......

تو ڪان مون کي ڳري ڪير جاني جدا،
ناهي پاڻي جدا ناهي ماني جدا،
جيڪو تنهنجو مزو سوئي منهنجو مزو.
ٻول ٻولين ته ٺٺي......

جان جهوري ٻه تو جان جوڙي ٻه تو،
قرب ڪُنَ ۾ وجهي ڪجهه ته ٻوڙي ٻه تو،
پڻ ٻه غب غب ۾ آهي غضب جومزو.
ٻول ٻولين ته ٺٺي......

هوءَ ناهي تہ سمجهو سزا ئي سزا،
هوءَ آهي تہ موجون مزا ئي مزا،
زندگي سان تہ آ زندگيءَ جو مزو.
پول پولين تہ ٺٺي......

شاد، ناشاد استاد گهاري چڪو،
عيش يا نيش ها سي وساري چڪو،
پو بہ وسري نہ ٿو ڪاڪ جو ڪو مزو.
پول پولين تہ ٺٺي......

○

○

ستئي ڏينهن سرتيون، انئي پهر پيڙا.
غمن جي گُنديءَ جا، لٽا ليپ، لِيڙا.

پرائي چِتر ڪا پهنوارن - نہ پاتي،
ٻڏان ڪيئن ٻانهون، چليان ڪيئن چاتي،
ٻچي پور ٻانهين، وجي ٻار ٻيڙا.

وڃن جنهن جي ڪاڏي وطن، ويس وسري،
اها زهر پانيان، منجي توڙي مصري،
تڪا ڪِير ڪيلا، ڪنا توت ڪيڙا.

غضب جي گهٽن ۾ هوا جا هاو اٽا،
همت جي هٽن ۾ دعائن جا داٽا،
مڪا مون ڏي پريات پاٿر پهيڙا.

اڳيان ڪوت ڪارا، مٿان مينگهہ ڪارا،
جنوني جهڙن ۾ وڄون ڏين جهارا،
الائي تہ ايندا ڪڏهن ڪي اونيئڙا.

ڏکن جي پٽيان سک ٻڏاتم جڏهن ڪان،
لڳاتار استاد الران تڏهن ڪان،
ڏيان پٺي ڏهاڙي ڏکن جا ڏوهيڙا.

○

○

پيار بنايو پاڳل آهي منهنجو منڙو.
ڪڏهن سڏڪي،
ڪڏهن ٿهڪي،
بلڪل پنڪيل بادل آهي، منهنجو منڙو.

چوتا مانڊا پاڙها آئيو،
چوتا ڪوڙا ڪاڙها آئيو،
شوخ نظر جو ڪاڏل آهي، منهنجو منڙو.

مستانن تي مرڪڻ وارا،
لوڻ ڦٽن تي ٻرڪڻ وارا،
پيلي ڏاڍو گهايل آهي، منهنجو منڙو.

سونهن پرست ۽ پيار پڄاري،
دنيا ۾ استاد بخاريؔ،
ڇاتل آهي سڃاتل آهي، منهنجو منڙو.

○

○

هي ٿَئي استاد بخاري،

تا چون ديس جو خادم، تا چون سونهن - پجاري،

هي ٿئي استاد بخاري!

تو ڪٿي نيڻ نهاريو ٻه اشارو ٻه ڪيو هو،

پنهنجي آواز جو انداز نيارو ٻه ڪيو هو،

تو ٻه تي ٻول چئي، يار يَڪي ياد ڏياري.

هي ٿئي استاد بخاري!

نه رنو آ نه رنو آ، جي رنو ته رڙيو آ،

نه اڙيو آ نه اڙيو آ، جي اڙيو ته ڪڙيو آ،

نه لڙيو آ جي لڙيو آ، ته ڪٿي سوچ سگهاري.

هي ٿئي استاد بخاري!

چنڊ ڪي جنڊ چئو، جنڊ ڪٿي چنڊ چئو،

ڪو پتو ڪو نه پئين، ڳار ڪٿي ڪنڊ چئو،

لفظ احساس ڪي تا ڏين انڌاري يا ڏياري.

هي ٿئي استاد بخاري!

ڪي ته جلوا هئا جن عشق جا آڙاهه تي ٻاريا،

ڪي بدن بهشت هئا، جن جي هڳاءُ هانءَ ٺاريا،

ڪي ته جذبا هئا، جن اوت ڪري جوت اجاري-

هي ٿئي استاد بخاري!

○

○

او البيلا، البيلا،
نازن وارا نخريلا،
تون بہ لچين ها تڙپين ها، جيءَ جڙين ها ڪنهن سان جي لا.

ڪابہ جواني منهنجا جاني، جهلئي نہ تي جهلجهي، لا-
تون بہ لچين ها تڙپين ها....

ڪجهہ بہ ڪجي پر پيار تہ پيارا، پلئي نہ تو پلجي، لا-
تون بہ لچين ها تڙپين ها....

ڪيئن ڪا باهہ ڪکن ۾ لڪندي، سور ڪٺي سلجي، لا-
تون بہ لچين ها تڙپين ها....

ايڏو سور اندر مان اٿلي، سلئي نہ تو سلجي، لا-
تون بہ لچين ها تڙپين ها....

ويندي ويل وهي پو ويهي، هٽ هٽ تي ملجي، لا-
تون بہ لچين ها تڙپين ها....

دل دل سان استاد ملي وئي، روح يلي رلجي، لا-
تون بہ لچين ها تڙپين ها....

○

○

ڪي تہ گهڙيون گڏ گهار، پيارا، -
ڪي تہ گهڙيون گڏ گهارا

هي دم مهلت،
هي دم نعمت،
دم تي ڇا اعتبار، پيارا،
ڪي تہ گهڙيون گڏ گهارا

توسان گڏجي آئي آهي، موسم باغ- بهار، پيارا.
ڪي تہ گهڙيون گڏ گهارا

توسان مونکي ڪرڻيون آهن، ڳالهيون ڪي تي چار، پيارا.
ڪي تہ گهڙيون گڏ گهارا

تون تہ سبزين منهنجي دل ۾، سنجري تو آزار، پيارا.
ڪي تہ گهڙيون گڏ گهارا

لچندو ڇڏيون ڇوتہ وڃين تون، ڪهڙو تني لاچار، پيارا.
ڪي تہ گهڙيون گڏ گهارا

منهنجي دل تي تنهنجون يادون، اپ تي ميگهہ ملهار، پيارا.
ڪي تہ گهڙيون گڏ گهارا

درد وتي استاد تني سان، ڪاوڙ ناهي ڪار، پيارا.
ڪي تہ گهڙيون گڏ گهارا

○

○

توسان منهنجي دلڙي، هاڻي رهي حُج کهڙي!

چڱ چڱ چمڪائين تي زوري،
رگ رگ پئي تي رهڙي، هاڻي رهي......

ٿهڪي ٿهڪي سڏڪي پوين تي،
اڳ نہ هئينءَ تون اهڙي، هاڻي رهي......

سسئي عمر، سهارو آري،
ڪاچو، واري ڪَهَ ڙي، هاڻي رهي.....

سهڻي ُسير ڪنارو، ساهڻ،
واڳون، واهڻ، وه ڙي، هاڻي رهي......

ڪوڙ دلارا دق دز تي ويا،
دنيا ساڳي دَهَڙي، هاڻي رهي.....

جُهرڻي بين تہ جِهيٽيون ڦوڪون،
ڌر تي ڀهڙي ڀهہ ڙي، هاڻي رهي.....

مڪڙيون ماڪ، مهڪ سيپ ساجهر،
ڏِوسي سانجهي سهڙي، هاڻي رهي.......

سرتيءَ سان گڏ ڏرتي پياري،
جاني، جندڙي جهڙي، هاڻي رهي.....

جوڙيسين جنهن ريت بخاري،
توڙ ڪئيسين تهڙي، هاڻي رهي حُج ڪهڙي.

○

○

بندوق ڪٽي ٽاٽا نہ ڪيم،
ٻيو باقي حيلا چا نہ ڪيم.

کھڙن تي ڪٽيچي پئي ڪوڪي،
ڪڪرن ۾ بجلي پئي ڪڙڪي،
ھي دل تي ڏوڏو پئي ڏڏڪي،
چا وقت اچا واڪا نہ ڪيم.

اڪ آھسا سبايو سُٽَ پَٽَ سان،
لب سي بہ لِنبايو سيمنٽ سان،
لڳ لرزايو پل زيپٽ سان،
چو تہ قاتل کي وھوا نہ ڪيم.

ڪي پلڪن پيتا، ڳل سُرڪيا،
ڪي واءَ ڇُھيا ڪي پونءِ ڳتا،
ھي ڪڻ ڪڻ ڪينجھر تي پئي ھا،
استاد ڪتا ڳوڙھا نہ ڪيم.

○

○

سونهن سرخي بُسي، تيل، ڪنگا ڪِنان، جان جانان بنان.
جان جانان بنان.

ويس ورتا بہ مون، هار پوتا بہ مون، پريت پورهيو ڪري،
ويس ڪارا ڪيان، هار چوڙيان چِنان، جان جانان بنان،
جان جانان بنان.

مان لڄان پئي لڄان، مان پَڄان يا مڄان، تون اَمِي سُمهہ سُکي،
چو تہ ڏاجا ڏِمان، تو تہ ناهن ڏِنان، جان جانان بنان،
جان جانان بنان.

قسمتون، ڪوششون، همتون حجتون، دوستيون دشمنيون،
هانوَ هڙني چِنا، نانوَ کهڙا ڳِنهان، جان جانان بنان،
جان جانان بنان.

پيار برسات آهي بخاري لڳاتار برکا وسي،
پيار خيرات ناهي، ڏيان يا پِنان، جان جانان بنان،
جان جانان بنان.

○

○

ٻڌو ٿو وچي هاڻ ،اڌي هليو آ، نان،
جاني جانِ جانان ، ڄاني، جانِ جانان!

جي محفل مچايانِ تہ مهمانِ تي آ،
وسانِ مينهن تي مانِ تہ طوفان تي آ،
ملڻ لاءِ ماندا بنايونِ بهانا، جاني جان جانان....

تہ گهرجيم خاجا خضر جي جياتي،
رڳو هڪڙو پيرو چڪي لاءِ ڇاتي،
گهڙي گهار مونِ سان تہ گهاريان زمانا،جاني.........

ستارن کانِ هر راتڻ جهرمز چنانِ تو،
ستيئي رنگ اندلث کان سهٽا کٽان تو،
بنايان تو سڪ ساڻ تو ڪاڻ ڳانا،جاني........

سٽي روبرو تون سدائين سڪان تو،
برابر بخاري لچان تو، لکان تو،
نوان گيت گانا، توانا ترانا، جاني......

○

○

مون ڏي نيڻ نہ ڪڻ،
مون ڏي نيڻ نہ ڪڻ،
دنيا ڏاڍي ساڙولي آ، ڏيندءِ ڪين ڏسڻ.

ڏس بہ نہ مون ڏي، ڪِل بہ نہ مون سان،
پلجي ڪڏهن مل بہ نہ مون سان،
پنهنجو ٿيءُ سڄڻ-
مون ڏي نيڻ نہ ڪڻ!

ننڍ ڦٽي ۽ تن تڙپي پيو،
هن دنيا ۾ ڪجھ نہ وٽي پيو،
ايڏو بي تہ نہ وڻ،
مون ڏي نيڻ نہ ڪڻ!

سونهن سڄڻ تنهنجي چاندوڪي آ،
چاندوڪي من ڪنهن روڪي آ،
منهنجو روح اگڻ،
مون ڏي نيڻ نہ ڪڻ!

صورت تنهنجي ڏاڍي سٺي آ،
محبت تنهنجي يار مٺي آ،
ماکيءَ ساڻ مکڻ،
مون ڏي نيڻ نہ کڻ!

عرض ڪريان استاد بخاري،
نيڪ نہ آهي نيت نياري،
ڪنهنکي هينئن چوڻ-
مون ڏي نيڻ نہ کڻ!

٥

٥

منهنجي روشن طبيعت تي پروانيون،
هي پريشانيون، هي پريشانيون.

ڪالهه دلڙي ڏنم، رات ننڊڙي ڦٽيم،
صبح سوچون وڌيون، شام خلقون ڪليم،
پيار پيو تو وٺي روز قربانيون.
هي پريشانيون، هي پريشانيون.

پيار ڪنهن سان ڪرڻ، خار ڪنهن سان ٿيڻ،
ڪنهنجي ڪارڻ مرڻ، ڪنهنجي ڪارڻ جيئڻ،
زندگي جون ٻه ئي نيڪ نيشانيون.
هي پريشانيون، هي پريشانيون.

غير جي باغ ڪان پنهنجو ٻر تو وٺي،
توڙي ناهي اتو پو ٻه ٽر تو وٺي،
ايندڻيون آباديون ويندڻيون ويرانيون.
هي پريشانيون، هي پريشانيون.

پريت يا پيڙ، استاد اڏري وئي،
زندگي ڪيئن ٻه هئي، يار گذري وئي،
ڪي گهڙيون هوش جون، ڪي ته حيرانيون.
هي پريشانيون، هي پريشانيون.

٥

○

سالن  کان پو ھيل ، الا،
مس مس تيو منھن -ميل.

ڪيڏو ڏکيو ڪاٽي وياسين،
تنھنجي جدائيءَ جو جيل، الا-
مس مس تيو منھن -ميل.

عطر اگھ تي ھر ھر ھاريان،
راھہَ چتيان رابيل ، الا-
مس مس تيو منھن -ميل.

سنگت جي لئہ سَوَ سوغاتون،
ويرين جي لئہ ويل ، الا-
مس مس تيو منھن -ميل.

تو آئي استاد اسان لئي،
خوشيون، ڪاڏا، ڪيل ، الا-
مس مس تيو منھن -ميل.

○

○

محفل خوشبودار گلن جي، چٽنگون گيت نہ چوءِ،
چٽنگون گيت نہ چوءِ.

جِيوَن هنج ۾ جوين جهومي، تن من تڙپي توءِ،
چٽنگون گيت نہ چوءِ!

چاهي بيجي چاهي مرجي، چڏجي جُوءِ نہ جوءِ،
چٽنگون گيت نہ چوءِ!

گهر ۾ سهرا ڪير پيچي هي، چوري چو تي روءِ،
چٽنگون گيت نہ چوءِ!

هير تڏي تي مڪڙي منهنڙو، ڏيري ڏيري ڏوءِ،
چٽنگون گيت نہ چوءِ!

اديون ڙي استاد بخاري، وهوا ۾ ووءِ ووءِ !
چٽنگون گيت نہ چوءِ!

○

○

توجو سِڪ جو سونهيو سُورُ،
سور انهيءَ ۾ ڏاڍو سُرور آ!

قرب بنا ڪجھ ڪين زمانا،
نغمو سڻ نابين زمانا،
نينهن نئون آ، نئون آ نُورُ،
سور انهيءَ ۾ ڏاڍو سُرور آ!

جهجهڙ اجهامي دود دکن تا،
دودَ ٻامي ڊاڻيد برن تا،
دردن جو هي آ دستور،
سور انهيءَ ۾ ڏاڍو سُرور آ!

جهير پون تا جيءَ ۾ جاني،
جڏهن ڏسون تا جُوءِ ۾ جاني،
تڙپي پيو تو تازو تورُ،
سور انهيءَ ۾ ڏاڍو سُرور آ!

اهنج اهو جو سهنج پساڻي،
رنج اهو جو گنج ملائي،
پنڌ اهو جو هوت حضور،
سور انهيءَ ۾ ڏاڍو سُرور آ!

ڪڪرن ڪارا ڪپڙا پاتا،
ڪنوٽين جھرمر جھرڪا لاتا،
وڻ وڻ واڪا، پن پن پُور.
سور انهيءَ ۾ ڏاڍو سُرور آ!

برپٽ ڏي ٻه بهاري ايندي،
گل گل ۾ گلزاري ايندي،
پهڪي پوندا پوتا پُور.
سور انهيءَ ۾ ڏاڍو سُرور آ!

سُور سڄڻ چڻ دل جي سيري،
ياھ بنا چلھ ڪاري ڪيري،
پرھ بخاري، شوق شعور.
سور انهيءَ ۾ ڏاڍو سُروَر آ!

○

○

پلٽيو تنهنجا پُور پون ٿا.
سڏڪيو منهنجا سُورَ وسن ٿا.

وقت وڏا جي يار وڇوڙا،
سي سڀ انڌا، گونگا، ٻوڙا،
ڪجهہ نہ ڪڇن ٿا ڪجهہ نہ ٻڌن ٿا.
سڏڪيو منهنجا سور وسن ٿا.

مار پوئي ڪا مار وڇوڙا،
وهہ جي وٽي ڪان قاتل ڪوڙا،
تو جي ڪاڏا لال لڇن ٿا.
سڏڪيو منهنجا سور وسن ٿا.

سَهڪي سهڪي سُورَ مرين شل!
پنهنجي چر ۾ پاڻ چرين شل!
تنهنجي تَوَ ۾ جُنگ جلن ٿا.
سڏڪيو منهنجا سور وسن ٿا.

قطرا قطرا ماڪ پوي ٿي،
هِير جگر کي جهير ڏئي ٿي،
ٽڏڙا ٽڏڙا ساھ ڪڇن ٿا.
سڏڪيو منهنجا سور وسن ٿا.

دل تي چوي مان درد نه ڳايان،
ديس ڏکئي جي دل نه ڏکايان،
درد ونڊن کي درد ونڊن ٿا.
سڏڪيو منهنجا سور وسن ٿا.

تَڪ تَڪ منهنجي دل جي دَڪ دَڪ،
رُون رُون رينگي منهنجي رڳ رڳ،
ساٿي سمجهن ساز وڄن ٿا.
سڏڪيو منهنجا سور وسن ٿا.

نيث بخاري ايندين عيدون،
درد ونڊن جون کلنديون ديدون،
ڇا ته خوشين لئه ساهه سڪن ٿا.
سڏڪيو منهنجا سور وسن ٿا.

○



او سـرتـا،
او جـيـڏا،
او سائين،
ايڏو زور ڪري، ڇو تو سُورُ پرائين!

بيشڪ محبت مِني آ ماڪي،
تن تن ڪان ڇپ جن آ لاتي،
ڇو تو پاڻ ڏنگائين؟
او ڏاهـا،
او سـياڻـا،
او سائين،
ايڏو زور ڪري، ڇو تو سُورُ پرائين!

بيشڪ محبت پوءِ- بهاري،
پوءِ بہ ڪٽڻي پوندي خواري،
ڇو تو خلق کلائين؟
او خـواجـا،
او آقـا،
او سائين،
ايڏو زور ڪري، ڇو تو سُورُ پرائين!

بيشڪ سهڻا چنڊ، ستارا،
تون سڏڪين هو مرڪڻ وارا،
چو تو ننڊ ڦٽائين؟
او سُڪيا،
او سهنجا،
او سائين،
ايڏو زور ڪري، چو تو سُورُ پرائين!

بيشڪ پُورل باهيون آهن،
پنهنجا هانءَ ڪپاهون آهن،
چو تو جند جلائين؟
او سوڊا،
او ڍولـيا،
او سائين،
ايڏو زور ڪري، چو تو سُورُ پرائين!

بيشڪ گيسُو سرڪڻ ڦاهيون،
بيلي پنهنجون آجون پاهون،
چو تو قيد ڪرائين؟
او دودا،
او دريـا،
او سائين،
ايڏو زور ڪري، چو تو سُورُ پرائين!

سچ تو چوين استاد بخاري،
پريت مگر آ ڏادي پياري،
چو تو سِر پيو کائين؟
او ســادا ،
او ســوگها،
او سائيـن،
ايڏو زور ڪري، چو تو سُورُ پرائين!

○

○

سهڻن هٿڙن ساڻ سڄڻ،
پيار ڪٽي مون کي پاڻ سڄڻ.

سونهن آ سڪ آ سرهائي آ،
آجو سوچ تہ آجائي،
چرڪين تو چاڪاڻ سڄڻ.
پيار ڪٽي مون کي پاڻ سڄڻ.

ڏيندو ويندين پيئندو ويندس،
پيئندو ويندس جيئندو ويندس،
ڏينم پري ڪي ڏاڻ سڄڻ.
پيار ڪٽي مون کي پاڻ سڄڻ.

تهنجي سونهن سنگيتا سمجهان،
تهنجي پريت ڪويتا سمجهان،
ساز سبيئي تو ساڻ سڄڻ.
پيار ڪٽي مون کي پاڻ سڄڻ.

دل اهڙي استاد اجاري،
جام چپن تي، تہ بہ تاساري،
آڻ اجا ڪي آڻ سڄڻ.
پيار ڪٽي مون کي پاڻ سڄڻ.

○

○

رئارڻ وارا مون کي نہ رئارِ
مان جي رئندس بس نہ ڪندس.

گونگو ناهيان ٻوڙو ناهيان،
مان ڪو ساز پڳوڙو ناهيان،
چو تو چيڙين يار،
مان جي چڙندس بس نہ ڪندس.

ٻال ڪري آڻائين ، ٻانئين،
اڻ هيرئي کي تو هيرائين،
سوچ هينئر مٺار،
مان جي هرندس بس نہ ڪندس.

تون تہ ڏسي تو، ڦيرين نظرون،
آءٌ نہ ڏاريان، اهڙيون اکيون،
تون پيو يار نهار،
مان جي ڏسندس بس نہ ڪندس.

تو وٽ استاد آهي جيتر،
مون سان ملي ۽ ڪلي وٽ تيتر،
پوءِ آهيان لاچار،
مان جي اٽندس بس نہ ڪندس.

○

○

تون پلي دلربا ناز ڪر، دير ڪر.
ايتري سوچ ڪر، زندگي مختصر.

جاڳ ۾ گيت توتي لکان ٿو مٺا،
ننڊ ۾ خواب تنھنجا لھان ٿو مٺا،
پنڌ ۾ ھنڌ ۾ آھي تنھنجي پچر–
ايتري سوچ ڪر، زندگي مختصر.

دل گھري ٿي مٺا ھل ته ڪاچو گھمون،
ڪڪرين مان پيون، ٽڪرين تي ڪڏون،
عشق طوفان آ، تنگ آھي شھر–
ايتري سوچ ڪر، زندگي مختصر.

تون گلاب ئي سھي، نيٺ ڪوماڻبين،
ماھتاب ئي سھي، پوءِ به ميراڻبين،
پيار ڪر پيار ڏي، پيار جو ٿئي پھر–
ايتري سوچ ڪر، زندگي مختصر.

چو ٿو مون ڏي نھارين، ٽڪو تير ٿي،
آءُ استاد سان، ڪنڌ ٿي ڪير ٿي،
دل سان دل جوڙجي ۽ نظر سان نظر–
ايتري سوچ ڪر، زندگي مختصر.

○

○

ڇيءَ جنهنکي چيم، جهٽڪ تنهنکان مليم،
چوٽ ڏاڍي رسيم پر ڪيم درگذر.
جان جن تي ڏنيم سي نہ ڪانڌي ٿيم،
چوٽ ڏاڍي رسيم پر ڪيم درگذر.

ڪيس ڪيڏا ڪيئي حسن جي انڌ تي،
باھہ ٻاري وڌءِ هانءَ جي هنڌ تي،
غير جي پنڌ تي پير تنهنجا ڏٺم،
چوٽ ڏاڍي رسيم پر ڪيم درگذر.

پيار جي چانو ۾ ڪي بہ ساٿي مليا،
جون جي سج جان ڳوٺ وارا جليا،
خار ڪائي ڪِليا هي خبز جا ٻُڏم،
چوٽ ڏاڍي رسيم پر ڪيم درگذر.

ڪا بہ نازڪ بدن نوجوان نازنين،
ڪنڌ جهڙي مِٺي، چنڊ جهڙي حسين،
دلربا دلنشين جي ڏڪاري ڏٺم،
چوٽ ڏاڍي رسيم پر ڪيم درگذر.

گيت جن لئہ بخاريِ پڪاري لکيم،
سي ڏتاري ڏتاري ڏڪاري ويم،
نيڻ جن لئہ ينم سي مٿان پئي ڪليم،
چوٽ ڏاڍي رسيم پر ڪيم در گذر.

○

○

دل ڪنهنجي پرين، پنهنجي نہ ڪجي.
جي پنهنجي ڪجي، اهنجي نہ ڪجي.

اک برسي مِينهن وسائي پئي،
دل ڏڙڪي پُونء ڏڏائي پئي،
اڄ اُسهڻ جي جلدي نہ ڪجي.

ڪو حال ڪجي، سڄي بہ نہ ٿو،
بيمار ٿجي پيچجي بہ نہ ٿو،
ڪاوڙ تہ ڪجي اهڙي نہ ڪجي.

استاد اندر جو ٿار ملي،
ء آجائي – آڏار ملي،
پي ڪا بہ ڳري ڳٽي نہ ڪجي.

○

○

مونجهہ ماضيءَ جي من تان متايون،
آءُ تہ اَجڪلهہ سان اکيون مِلايون!

مان نہ يوسف نہ تون تي زليخا،
مان نہ مجنون نہ تون آهين ليلي،
هال هڪبئي کي سارو سٽايون.

آءُ تہ ..........

پريت جاني، ڪو پريت تہ ناهي،
ميت محبت، مصيبت تہ ناهي،
خوامخواهہ خوف، پولا پلايون.
آءُ تہ ..........

نيڻ محبوب جا تير ناهن،
زلف سهڻن جا زنجير ناهن،
سونهن کان پيار کي، چو ڊڄايون.
آءُ تہ ..........

سالَ سِڪَ ۾ سڪڻ جو سَمو ويو،
ڏينهن، مهنا بہ تڙپڻ ڏکيو ٿيو،
مهل جيڪا مليسين، ملهايون.
آءُ تہ ..........

چو تي بيڪار جادو جڙائين،
مفت مومل تي راڻا رلائين،
ڪاڪ ڳجي سنواريون سجايون.
آءُ تہ ..........

زور وارا زمانا نہ رهندا،
ڪي بہ ڪوڙا بهانا نہ رهندا،
جوت جاني نئين جڳمڳايون.
آءُ تہ ..........

وقت جي هيءَ تقاضا وڏي آ،
آءُ توڏي وڏان تون وڏي آ،
قرب استاد ڳجي ڪمايون.
آءُ تہ ..........

٥

o

مس مس واريئي واڳ،
پورل آنديئي ياڳ.

سورن جو هو سمنڊ زمانو،
جهاڳيم ڪيڏي جهاڳ.

ڪنهن نہ سجاتي ڪا نہ وسانتي،
دل ۾ لڳي حا آڳ.

پڙڪن ياڻا ڪوڙي ڪر جا،
مَرڪن پنهنجا ماڳ.

قائم پنهنجون قرب ڪچهريون،
چه په، چرچا، چاڳ.

تهنجي تانگهہ رکي تي مونکي،
ساري رات سجاڳ.

آجا تي استاد ملياسين،
رڳ رڳ ڳايا راڳ.

o



چو چنڊ وڃين تو مون ڪان لڙي:
مان تنهنجون ڳالهيون تارن سان،
هر روز ڪندس ٻيو روئي رڙي.

مان تنهنجي سڪ ۾ سودائي،
توکي سهٽا ناهي ڪل ڪائي،
مون رڳ رڳ تنهنجو راڳ رکيو،
تو دل ۾ ڪنهنجو داڳ رکيو؟
تون تيڙن سان گڏ ٿهڪين پيو،
منهنجو سڪندي ويو آ ساهہ سڙي.

تون ڪڏهن ڏنگو ۽ ڪڏهن سِڌو،
مان تنهنجو طالب هڪ جهڙو،
تون هر اولهہ ۽ هر اوير،
ڏس مون کي مان تيان کهڙي ير،
تون رات سڄي ڪنهن لاءِ رُلين،
مون توسان پنهنجي جان جڙي.

وک پُورَ وهيءَ ۾ سوچي ڪڻ،
ڳُهتجي پوندين تيندو گرهڻ،
جي ڏارئي پاڇي ۾ ايندين،
ڪجهہ ڪوجهو ڪارو ٿي پوندين،
او چنڊ، چوان ٿو سچ ٽوڪي،
پر سچ جي آهي ڳالهہ ڪڙي.

او چنڊ توں بيشڪ سهڻو آن،
محبوب مِنو من مِٺو آن،
پر ڪيڏو مون کان آهين مٿي،
تون اڀ تي ۽ مان ڌرتيءَ تي،
هي چنڊ، چڪور جو چاهہ ڏسي،
ڳوڙها ٽا پون استاد ڳڙي.

○

○

نہ سَري نہ سري نہ سري.
منهنجي سونهن سوا نہ سري.

جا عشق جهجهڙ ٻاري،
سا آڳ اندر واري،
نہ ٺري نہ ٺري نہ ٺري.
منهنجي سونهن سوا نہ سري.

اڌ رات تڪيان ڪتيون،
پريات چمان مڪڙيون،
سپنا جي ڏسان تہ پَري.
منهنجي سونهن سوا نہ سري.

ڪو چنڊ ڪٿي ناسيو،
ڪو ويس ڪٿي واسيو،
دل ٻاسي ٻاس وري.
منهنجي سونهن سوا نہ سري.

استاد اداسائي،
ڪا آس ڪٿي آئي،
دل ڪولي ديد– دري.
منهنجي سونهن سوا نہ سري.

○

○

هَتڪي، هتڪي، هتڪي.
وجي آخر دل اٽڪي.

تنهنجو حسن تو حملا يار ڪري،
هر روز نوان سينگار ڪري،
تنهنجو ناز تو ڏاڍا مار ڪري،
هڪ عاشق تي ڪيڏي ڪٽڪي-
وجي آخر دل اٽڪي.

جي ڏينهن جيان توساڻ جيان،
وهه آهي وڇوڙو ڪيئن پيان،
جي توکان جدا مان يار ٿيان،
هي جان ڏيان ڦٽڪي ڦٽڪي-
وجي آخر دل اٽڪي.

دل نازن ساڻ نپائي مون،
پنهنجي سيني ساڻ لڳائي مون،
استاد گهڻو سمجهائي مون،
پر پَرمٽڙي نه ٽِڪي نه ٽڪي-
وجي آخر دل اٽڪي.

○

○

نه پَلي نه پلي نه پلي،
دل پيار کان ڪين پلي.

محبوب جي منهن جو سنهن مون کوڙ ڪيا حيلا،
نه جهلي نه جهلي نه جهلي،
دل پيار کان ڪين پلي.

پاڙو ته پري ٿيو پر گهر کي به خبر ناهي،
مون کان به وئي هو آلي،
دل پيار کان ڪين پلي.

هُن چنڊ سان اک اٽڪاءِ،ڪنهن حور سان روح رلاءِ،
هڪڙي به نڳي نه هلي،
دل پيار کان ڪين پلي.

ريءَ پيار سڄي دنيا، آزار نظر آئي،
بي ڪا به سُجهي نه ڳلي،
دل پيار کان ڪين پلي.

استاد کي سمجهائڻ، استاد گهٽا آيا،
ڪنهنجي نه چلي نه چلي،
دل پيار کان ڪين پلي.

○

○

هوڏي ڇا تو ڏسين، هوڏي ڇاهي مَنَ.
جيڪي آهي سو تو ۾ آهي مَنَ.

جيڪي گهورن تن کي گهورڻ ڏي،
جيڪي ڦاسن تن کي ڦاسڻ ڏي،
جيڪي ڦٽڪن تن کي ڦٽڪڻ ڏي،
ڇو تو ناٽ اچين ڀلا ناهي مَنَ.

مون مُرڪي ڏٺو، تو گهنڊ وڌا،
مون عرض ڪيا تو ڪجهه نه ٻُڌا،
تو نه ناهيو پنهنجو ناز و ادا،
منهنجو ڏينگو وڏو تو ٻاهي مَنَ.

تنهنجي ديدن ۾ هر وقت هجان،
تنهنجي سونهن سڄڻ، سيني ۾ سٿيان،
تنهنجي پريت پيان، تندرست ٿيان،
مون کي آهي ڏسيو ڪنهن ڏاهي مَنَ.

استاد اچي ڦاتو آهيان،
ڪجهه سمجهه هجيس نه سمجهايان،
دل پاڳل کي ڪيئن دڳ لايان،
بيٺي آهي جا لاهي پاهي من.

○

○

رستي روڪ نہ ڪر اويار، رستي روڪ نہ ڪر.
سورهن ئي سينگار ڪري تون واتهڙن ڪي مفت نہ مار.
رستي روڪ نہ ڪر.....

وارن جو تو ڄاڻي واڻي آهي وڇايو ڄار، يار،
سياڻا وياڻا اڄن اڏاڻا، ڦاسي ڪن ڦٿڪار، يار-
رستي روڪ نہ ڪر.....

ابرو تنهنجا ابرو ناهن، دوڌاري تلوار يار،
جيڪي ايندا، تيندا ويندا، ڏڙ سِسين ڪان ڌار، يار-
رستي روڪ نہ ڪر.....

اکيون تنهنجون تي پيون اڄڪلهہ آهن مَن آزار يار،
ايندڙ ويندڙ تي ڪن بکين بازن وارا وار، يار-
رستي رَوڪ نہ ڪر.....

مُرڪڻ موتيو، ٽهڪڻ ٽانگر، خاموشي هبڪار يار،
بلبل پنئرا،سَئوسَئو پيرا، چئونڪي ڏين چوڌار، يار-
رستي روڪ نہ ڪر.....

تنهنجا ٽڙندڙ ٽهڪ فضا ۾ ڇيرين جا ڇمڪار يار،
واعظ آيا ناصح بنجي، نچ نچ ڪن نچڪار، يار-
رستي روڪ نہ ڪر.....

تنهنجي نور تِلڻ ۾ آهن محشر جا آثار يار،
راتين، ڏينهن جي تي رڪجي تو آڏو رفتار، يار-
رستي روڪ نه ڪر.....

واٺهڙو استاد وجي پيو واٺ وٺيو ڪنهن پار يار،
چو تو بنجين ان جي آڏو دردن جي ديوار، يار-
رستي روڪ نه ڪر.....

○

○

ڌار ڪر مونکي پلي تون ڌار ڪر، وڃ وري ويچار ڪر.
پو متان ووڙين وري مونکي،وڃ ڊڙي ويچار ڪر.

مان ڇڇي تو کان ٻچي ڪيئن تو سگهان،
پنهنجي ڪامل حُسن تي اعتبار ڪر،
منهنجي پاڳل پيار تي اعتبار ڪر!
وڃ وري ويچار ڪر!

ڳولڻو آهي انهيءَ اسرار کي،
ڪنهن ڇيو توکي اتي سينگار ڪر،
ڪنهن ڇيو مونکي وڏي ديدار ڪر.
وڃ وري ويچار ڪر!

منهنجي هڪ سوچ کان ۽ لوچ کان،
تون پلي آزاد تي انڪار ڪر،
پيار منهنجي جو رڳو اقرار ڪر.
وڃ وري ويچار ڪر!

ڪير تو تو کان ڪسي تنهنجي پسند،
هانءَ کولي اڄ ڪٿي اظهار ڪر،
عار ڪر استاد کان يا پيار ڪر.
وڃ وري ويچار ڪر!

○

○

مون ساڻ لچي پاڻ پرين تون ٻہ رُئين ها،
روئي نہ سگھئين پيار سان ڳوڙھا تہ اگھين ها!

مون تنھنجي اڳيان، شوق جا سجدا بہ ڪيا پئي،
اکڙين سان اگھان پير، ارادا بہ ڪيا پئي،
ھي چا تو ڪرين مست، جھلي پير، جُھڪين ها،
افسوس ائين آس تڏي سان نہ تڏين ها!

جنھن مھل ٻڌو ھوءِ تہ مان تار ۾ آھيان،
پيو توکي ڪريان ياد، ڪٽي ھوش ۾ ناھيان،
بروقت ننگي پير پري ڊوڙ پُڄين ها،
پھچي نہ سگھئين محب کو ماٺھو تہ مُنجين ها!

تون جاچ لھين يا نہ لھين، آءُ جيان پيو،
سڌ توکي ھجي يا نہ، مگر گيت لکان پيو،
بي درد جڏھن درد پريا گيت ٻُڌين ها،
استاد ڪري ياد، تڏا ساھہ پرين ها!

○



ايڏو نہ ٿي جذباتي، ايڏو نہ ٿي جذباتي،
اکڙيون نہ ڀوني اٿلي، ڇاتي نہ پوئي ڦاٽي.

ڇُپ آن تہ ٻکن ٿاندا، مهڪين تہ اٿن ڇٽنگون،
ٻولين تہ ٻري ڇاتي، ٻولين تہ ٻري ڇاتي.
ايڏو نہ ٿي جذباتي.....

وک تيز تکيري کڻ، پر ساهہ ضروري کڻ،
سهڪي نہ پوين ساٿي، سهڪي نہ پوين ساٿي.
ايڏو نہ ٿي جذباتي.....

گهوگهي نہ کٿو ڪرڪي، جيڪي بہ ڏيو مرڪي،
سُرڪي بہ چڱي ساقي، سرڪي بہ چڱي ساقي.
ايڏو نہ ٿي جذباتي.....

پرڀات پرانهين آ، اڄ رات لڙي هوندي،
اڄ رات اڃا باقي، اڄ رات اڃا باقي.
ايڏو نہ ٿي جذباتي.....

استاد امنگن جيءِ طوفان ۾ دل منهنجي،
مهراڻ ۾ ڇڻ ماتي، مهراڻ ۾ ڇڻ ماتي.
ايڏو نہ ٿي جذباتي....



○

يوڳ چڏي ڏي،
آءُ تڏي تي،
ساييان سَرهائِي، آ، جائي پائي!
آ، جائي پائي!

بيٺو آهيان نيڻ وڇايون،
ڪيڏا سڪٿا دوڪا ڪايون،
هاڻي تہ آ جائي، آ، جائي پائي!
آ، جائي پائي!

شايد توکي تڙکو تائي،
ساگر ڪاڻ مون ڪڪر گهرائي،
چانوَ وچارائي، آ، جائي پائي!
آ، جائي پائي!

مانگهہ مهينو هير تڏيري،
وڻ تي ويهي ڳيري ڳيري،
لات مٺي لائي، آ، جائي پائي!
آ، جائي پائي!

ڪيئن بہ ڪري آ سونهن سچاري،
تنهنجي اڳيئي ڳالهہ بخاري،
ڳليءَ ڳليءَ ڳائي، آ، جائي پائي!

○

○

لوڙهي وڏو ـوچوڙي، پر پوءِ به زندگاني،
تصوير تنهنجي جاني!
محبت ۾ آڌ-مُئي لئي اچڪلهہ آ زندگاني،
تصوير تنهنجي جاني!

پيڙي جڏهن پڌي تي تختو وڏو سهارو،
تصوير باقي تنهنجي هن جان جو جيارو،
تنهنجي اِها به مون تي محبوب مهرباني،
تصوير تنهنجي جاني!

آڏو رکي اکين جي نظرن سان پوڄيان تو،
چپ چاپ دانهن دل جي ڏسڪي لڄي ڏيان تو،
دل سان پڌي تي منهنجي ڪيڏي وڏي ڪهاڻي،
تصوير تنهنجي جاني!

دل تي چوي تہ هن ڪي دل ۾ چڏيان چپائي،
دشمن ڏسي نہ هن ڪي لوڪان رکان لڪائي،
ڪاڙي رکي، رکان مان هي نينهن نشاني،
تصوير تنهنجي جاني!

نازڪ بدن ۾ نازڪ رفتار هت ڪٿي آ؟
اقرار ناهي ڪوئي انڪار هت ڪٿي آ؟
توساڻ تر برابر استاد ناهي ثاني،
تصوير تنهنجي جاني!

○

○

آءٌ تہ پرين اڄ پيار پڇايون،
تنهنجو زور يا منهنجو زور.

ريت ڪُريت جو کهڙو سانگو،
نينهن تہ هوندو آهي نانگو،
نکري نسري نينهن بچايون.
تنهنجو زور يا منهنجو زور.

ڇَنگ ڇڙن تا تنهنجي چپن ۾،
گيت ٻرن تا منهنجي چپن ۾،
ساز ملايون، نغمو ڳايون.
تنهنجو زور يا منهنجو زور.

برهہ بنايا، هلچل آهيون،
پاڻءِ تہ ساوڻ بادل آهيون،
محبت وارو مينهن وسايون.
تنهنجو زور يا منهنجو زور.

مهل ملڻ جي جڳمڳ جاني،
تو ڪيئن ماڻي، مون ڪيئن ماڻي،
هڪٻئي کي "استاد" ٻڌايون.
تنهنجو زور يا منهنجو زور.

○

○

سارا سهج پُسا، هڪڙي پيار ڪانسوا،
کهڙا شوق ڪيا، پنهنجي يار ڪانسوا.

وڇڙڻ ويل رئان، پهچين پوءِ به رُئان،
پنهنجي پنبڻن سان، موتي محب پُئان،
سڪڻو ڪيئن چڙيان، توکي هار ڪانسوا.
کهڙا شوق ڪيا......

سي ڪي نيڻ نه ٿيا، جيڪي نينهن نه ڪن،
کهڙا ڪڪر اُهي جهڙا مينهن . نه ڪن،
ڪيئن ڪو ساز پلا تڙبي تار ڪانسوا،
کهڙا شوق ڪيا......

جنهن ڪان سَهوَ نه ٿئي، اهڙو ماٺهو ڪٿي،
جنهن ۾ عيب نه ڪو، سو آ سهڻو ڪٿي،
ڳوليو گل ڪو گلابي ڪاٽي خار ڪانسوا.
کهڙا شوق ڪيا......

پاندبو پانءِ بخاري ، لُٽن لٽن جي نه لجُهي،
تنهنجي شوق شعاع جو شعلو شال هجي!
اوندهه پئي تي سُجهي، عشق ۽ آر ڪانسوا.
کهڙا شوق ڪيا......

○

○

نعرا نينهن ڏنا، ڏينهون ڏينهن نوان.
جيئي عشق چئو، جيئي سونهن چوان.

پهرين سوچ پرين، تڪڙو پيچڙو نہ پاءِ،
هي تني عشق اُلا، هن کي هٿڙو نہ لاءِ،
لائين تو تہ پلا، جاني تيءَ جوان.
جيئي عشق چئو......

جيڪي نينهن جهتيا، ڪيڏهن ڪين هٽيا،
جوڙي جند ويا توڙي ڪنڌ ڪٽيا،
سينو ساهي هليا، سُوليءَ ڏانهن سنوان.
جيئي عشق چئو......

منهنجي محبن جا ڏاڍا مان متي،
ايڏو شان وڏو سگهندو ڪير ڪٽي،
جنهن سان جِيس جَون تنهن کان چاس چوان.
جيئي عشق چئو......

استاد، اُت اتون، چَمڪي سونهن چيو،
منهنجي دَم دَم ۾ پرجي عزم ويو،
اڳتي عشق ڪيو، پنتي ڪيئن پوان.
جيئي عشق چئو......

○

آءُ پيار ڪريون!
آءُ پيار ڪريون!
پيار ۾ تارون تار ڪريون!
آءُ پيار ڪريون.....؛

عمر، گهڙي پل جهڙي آ،
ڇُهتي ڇهتي پيار ڪريون،
دنيا، دَلدل جهڙي آ،
تڙپي تڙپي پيار ڪريون.
جيئي عشق ڇئو.....

بازر ۾ ٿا بَسنت لڳن،
ياڪر، بوسا بند نہ ڪر!
ڪاري ڏن تي انڌ وڙهن،
دل جا ڏنڏا بند نہ ڪر!
جيئي عشق ڇئو.....

واند ملئي ٿا راند ڪريون،
تيز تواني محبت لئي،
ويريءَ سان ويڙهاند ڪريون،
سا ہ تہ ماني، محبت لئي.
جيئي عشق ڇئو.....

ڪاري واري، رڻ ۾ رڃ،
سهڪي پئي ڪا پيار ڪري،
اوتر، لهرون، ڪڙڪڙ ڪُنَ،
ڪُوڪي پئي ڪا پيار ڪري.
جيئي عشق چئو.....

چا بہ تئي ۽ چا بہ هجي،
هي پل بلڪل پيار جو آ،
جو بہ بخاري وَجهہ سُجهي،
ماڻ، مليو پَل پيار جو آ.
جيئي عشق چئو.....

○

٥

گهران جام جنهن کان تو يارو،
اهو آ اڳيئي اجارو.

بَرن راڳ بستيءَ جو ڳاتو،
ڏيڻ ويس ڌرتيءَ جو پاتو،
کپڻ لاءِ آتو ڪنارو.

ڀڳو تُوڙو، مهراڻ گڏ آ،
ميُوتي ۽ مانڌاڻ گڏ آ،
نئون ڪشمڪش جو نظارو.

جو نيڻن جون تندون ڦتائي،
جو تَن من جون تندون تپائي،
اهو پنهنجو هوندو آ پيارو.

مان مشهور محبت جو گهورو،
۽ هو شان شوڪت جو گهورو،
بکاري کي ڏئي ڇا بکارو.

سچي ڳالهه آهي تہ سرتي،
تو آ سونهن قسطن تي ورتي،
مون آ پيار ورتو اڌارو.

ڏنئين حسن کي تي هِنياري،
هيو خود ڏکارو بخاري،
سهاري کي گهرجي سهارو.

○

○

دل نہ ڪجاڻ دلهير، دلبر- دل نہ ڪجاڻ دلهير.
سڀ تقديرون،
سڀ تدبيرون،
ڏرتي جي هڪ ڏير، دلبر- دل نہ ڪجاڻ دلهير.

تارِي نينهن نيائي ڄاڻي،
سسئي ڪوهہ ڪنبائي ڄاڻي،
سهڻي ترندي سير، دلبر- دل نہ ڪجاڻ دلهير.

منهنجي دل جي دولت آهي،
ساري تر جي زينت آهي،
تو واري تصوير، دلبر- دل نہ ڪجاڻ دلهير.

قطرا، منڇر، ڪينجهر ٿيندا،
سر سر گڏجي ساگر ٿيندا،
اوتر ٿيندي هِير، دلبر- دل نہ ڪجاڻ دلهير.

عشق اجهل استاد اسانجو،
ديس ڪندو آباد اسانجو،
ٿيندو ملڪ ملير، دلبر- دل نہ ڪجاڻ دلهير.

○

○

چو تو روئين، چو تو روئين؟
روئڻ مان ڇا ورندءِ، يار،
ڪانئر آهين، گيدي آهين،
هر ڪو طعنا هڻندءِ، يار- ڇو تو روئين!

يار ڦُرنو ٿئي، ڇاتي پوندو،
قرب کُٽو ٿئي، ڇاتي پوندو،
يارَ ائين رسندا ئي آهن،
قرب ايئن کٽندا ئي آهن،
ڪو به نه قائم رهندءِ، يار- ڇو تو روئين!

عرش ٻجهن ٿيون تنهنجون آهون،
ايندي ويندي ڪيٿ ڏين دانهون،
عرشن کي مغروريون پنهنجون،
ماڻهن کي مجبوريون پنهنجون،
ڪو به نه ڪوڪون ٻڌندءِ، يار- ڇو تو روئين!

ويٺو واٽن تي واجهائين،
چو تو پاڻ تي خلق ڪلائين،
پيڙون ڪائي ، ترُبي، لچي، اُٺ،
پنهنجا ڳوڙها پاڻ اگهي، اُٺ،
ڪو بہ نہ ڪوڪون سڻنديءِ، يار- چو تو روئين!

جِيوَن جي استاد بخاري،
ڏاڍي اوکي آهي ياري،
هر حالت ۾ جيئڻو آهي،
مرسيءَ سان منهن ڏيڻو آهي،
ڪو بہ نہ ڪوڪون سڻنديءِ، يار- چو تو روئين!

○

○

چانهه ڪوسي چڱي، آب ٺڏڙو هجي،
گرم جذبو هجي، نرم گفتو هجي!

قول ڪيڏو حڪيمن جو سهڻو سنو،
جو به دلهير ٿئي تنهنجي لئه دوستو،
عرق انگور جو، صوف تازو هجي.

وقت جي رهبري، رهزني ريت جو،
هي ته هر پريت کي هوندو آهي پتو،
ڪاٿي نعرو لڳي ڪاٿي نخرو هجي.

رنگ سارا سُٺا ڪي به ناهن ڪسا،
نيڻ ناسي- عنابي، گلابي وڳا،
غير ڪارو، ڦِڪو، يار ڳاڙهو هجي.

زندگي، حسن ۽ تندرستي هجي،
تندرستي به آجي ۽ سهنجي هجي،
پر ﺑﻪ محبوب استاد پيڙو هجي!

○

ن

اميدون لک محبت ﭘئي، اميدون لک، محبت ﭘئي.

ميون تا واريءَ وارو پنڌ محبت آ،
ڏسون تا ڪاريءَ وارا ڪڪ، محبت ﭘئي.
اميدون لک، محبت ﭘئي.

چون تا ڏاها، ڏاها ڏوھہ محبت ڪي،
ھٽن تا ھھڙا تھڙا جک، محبت ﭘئي.
اميدون لک، محبت ﭘئي.

جيئن تو اوڪا اوڪا تيز زمانو ڏئي،
وڃون تا سوگھا، سوگھا پک، محبت ﭘئي.
اميدون لک، محبت ﭘئي.

ڏيون تا ھيري جھڙو ھانءَ مِنائيءَ ﭘئي،
وڻون تا موتين وارا ڪڪ، محبت ﭘئي.
اميدون لک، محبت ﭘئي.

وٺن تا گفتا تنھنجا پيار پريا استاد،
لھن تا ڪوڄھا، ڪارا لک، محبت ﭘئي.
اميدون لک، محبت ﭘئي.

ہ

○

رَڃي مَڃي مون آزمايو.
سچي پچي چين نہ آيو.

رکي رکي ملم رکان چا،
گھڙي، گھڙي ڪنھن گھاءَ گھايو.

سُنڌي سُنڌي عشق وڏي تہ ہہ،
چمي چمي تم چاھہ چايو.

ڪَڏين ڪَڏين سُرڪ سَري نہ تہ،
جڏين ڪڏين تاس تپايو.

هَلي هلي هانءَ ٺري مَنَ،
ٻَلي ٻَلي مون راڳ ٻايو.

مِٺي مٺي قرب ڪچھري،
کِلي مِلي روحُ رچايو.

ڪِڪو وِکو کِلو نہ بخاري،
ڇُلي ڇو ٿا لوچَ لڪايو.

○

○

سو تہ پيو سوچيان،
چو جيان ڪيئن جيان، جان جانان بنان، جان جانان بنان.
دل پڇو چاھيان،
آھيان، ناھيان؟ جان جانان بنان......

چنڊ چمڪار ڏئي، ماڪ چٽڪار ڏئي، هير هبڪار ڏئي،
تاس تڙپي ، اتان،
پريت ڪاٺان پيان، جان جانان بنان.......

ڪنهن وڏي وار تي، عيش اٿلي پوي، موج ميڙو مچي،
لوڪ ٿهڪي تہ مان،
ڏاڪَ سڏڪي ٿيان، جان جانان بنان........

محب محفل ۾ محلات ۾ ڪاڪ ۾ يا ڪٿي قيد ۾،
آءُ اڪيلو اجان،
ڪوٽ چڙ ڪاٽيان، جان جانان بنان......

جان جانان تہ مون سان ، خزان سان بهاري بخاري ڪئي،
سوچ نہ تہ چيئن تي،
هيئن ڪيئن تو جيان، جان جان بنان......

○

○

ڪوئل ٻڌجي ڪوڪاريان،
تاڙو ٻڌجي تنواريان،
سانجهه، سويري تو ڪي ساريان.

پنڌ پڇايان، پاند پُسايان،
ڊارا ڊاري، ڦارون پايان،
ڪوني ڪانگ اڏاريان.
سانجهه، سويري تو ڪي ساريان.

آءُ مجي تون پيارا پاڻي،
ڏيان ڏري ڏس جواڻي ماڻي،
توريءَ ڪيئن گذاريان.
سانجهه، سويري تو ڪي ساريان.

نيٺ تہ ايندين مون سان ملندين،
منهنجون آليون اکڙيون اگهندين،
رويو راهہ نهاريان.
سانجهه، سويري تو ڪي ساريان.

○

○

ڇڏ ڇڏ ٻهريان ڇانگرا، اندر عشق ألا، ألا،
ماٺا ڪر نہ مٽاڇرا، اندر عشق ألا، ألا،

سيني سوٿون سُورَجون، ايڏا ٿهڪ أتاڇرا،
اندر عشق ألا، الا!

اڇو آب أڙهو تہ ڇا، ارتو اوت اتامرا،
اندر عشق ألا، الا!
آءَ ڇا تني ريت تي، آڇيان توکي ڇانورا،
اندر عشق ألا، الا!

ساري رات سُکيو رکانءِ، سانجهيءَ جهڙا سانورا،
اندر عشق ألا، الا!

ايرادي استاد جي، آندا عمدا آسِرا،
اندر عشق ألا، الا!

○

○

سڀ ڪجهه ڄاڻي،
سڀ ڪجهه ڄاڻي، تون ڇا ڄاڻي، تون ڇا ڄاڻي؟

ڇو وڌندو آ، دل جو دهڪو،
ڇو ٿمندو آ، اک مان پاڻي، تون ڇا ڄاڻي......

جنهن سان جِيون جو مُنهن جرڪي،
جرڪ نہ تو سا جيءَ ۾ آڻي، تون ڇا ڄاڻي.....

دل جي ڳالهہ لنوائڻ وارا،
مهل مِلي ٿئي، پر جي ماڻي، تون ڇاڄاڻي......

جِيوَن جُهوٽو، ڪوٺ نہ جوٽو،
سڪ جو سُوٽو، دل صوفياڻي، تون ڇا ڄاڻي......

لڇندي لڇندي رات ڪٽين ٿي،
جهومڻ جهولڻ، او جوڳياڻي،تون ڇا ڄاڻي.......

آکاڻي استاد تتي جي،
سياڻي وياڻي، سُورن هاڻي، تون ڇا ڄاڻي......

○

○

مان تيز تَٽيل تنبور، مون کي ڇيڙ نہ تون.
اک ڇڻنڇل پردل چور، مون کي ڇيڙ نہ تون.

هي ٺهڪ ڏئي ٿي چار، سُڏڪي پوندي آ،
دل بادل جي دستور، مونکي ڇيڙ نہ تون.

سمجهي نہ صراحي، جام، تنهنجا انگ چمان،
مان چاھ نشي ۾ چور، مونکي ڇيڙ نہ تون.

تو پرک رکي آ سخت پر پڇتائيندين،
مون موت کيو منظور، مونکي ڇيڙ نہ تون.

ڪجهہ ناهي ھٿونءَ ۾ يار، تنهنجو فوٽو آ،
پولار ۾ آهي پُور، مونکي ڇيڙ نہ تون.

هر ساهہ ۾ آهي سرورَ جنهنجي ساهہ جو،
سيني ۾ ان جو سور، مونکي نہ ڇيڙ تون.

آباد بخاري آهي کنهن بربادي ۾،
مشهور مگر مجبور، مونکي نہ ڇيڙ تون.

○

○

عشق تہ آهي عرش عُلاڙي،
حسن لنگهي ٿو پو بہ لتاڙي.

اک پرسي پئي، بت پڙڪي پيو،
پيڙيون پوڙي، ساحل ساڙي، عشق تہ آهي.....

ماڻي، ماڻي ڪاڻ ٽپي ٿو،
تانگهي، تانگهي کي ٿو تاڙي، عشق تہ آهي.....

اک دل ڪان ، دل اک ڪان لکي ٿي،
ڳالهہ هلي وئي آڙي پاڙي، عشق تہ آهي.....

عشق جي بت مان چٽنگون نڪرن،
سونهن جي سامهون ڳوڙها ڳاڙي، عشق تہ آهي.....

حسن جي هٿ ۾ سڀ ڪجهہ آهي،
مرڪ اجاري، ڳهنڊ اجاڙي، عشق تہ آهي.....

لوڪ سڏي استاد بخاري،
منهنجو نالو عشق الاڙي، عشق تہ آهي.....

○

○

شل نہ ڪنهنکي ڪو وٽي.
پو نہ تو ڪو پيو وٽي.

چنڊ، تارن ڪان ٿهي،
داغ هنکي تو وٽي، شل نہ ڪنهنکي ڪو وٽي.

ماڪ ماندي مُرڪ لئہ،
پنئر کي بوسو وٽي، شل نہ ڪنهنکي ڪو وٽي.

مينگهہ جي دل روح سان،
ڪنوڻ کي ڪِلڪو وٽي، شل نہ ڪنهنکي ڪو وٽي.

ديد ڪجليو، پُورڙو،
چيلهہ چهبڪڙو وٽي، شل نہ ڪنهنکي ڪو وٽي.

قرب ۾ استاد تو،
ڪارڙو ڪوجهو وٽي، شل نہ ڪنهنکي ڪو وٽي.

○

○

تو سان حجت ناهي هاڻي،
تون ڄاڻ تنهنجو ڪم ڄاڻي.

سڪ تنهنجي سان رڳ رڳ پنهنجي،
مون تہ ڇڏي آ واڻي، تون ڄاڻ.....

ساهہ جو سڱڙو نيٺ تہ ٽٽندو،
تہ ٿو ڏي ٿباڻي ٿباڻي، تون ڄاڻ.....

مان تو تڙپان تون تو مرڪين،
ماريس جو هن ماڻي، تون ڄاڻ.....

اڄ تہ رهي پئو اوريون ويهي،
ڪير ٻچي تو سياڻي، تون ڄاڻ.....

سونهن سَتيو استاد بخاري،
نينهن ڳنڍو ريءَ ناڻي، تون ڄاڻ.....

○



تنهنجي ديدن ۾ ڪئي دلبر،
انتر منتر جادو جنتر.

سامهون نظرون تير ۽ تبرون،
ترڇون، ميڇون، بڙڇون، خنجر.

نادر تنهنجي ناز نوايا،
تڪبر تنهنجي در تي نڪ پر.

"جي جي" تنهنجي جندڙي جوڙي،
ناتا ٽوڙي، ناتا نهڪر.

تو در ايندي مور نہ تڪجان،
هيڪر، ٻيهر، ٽيهر، هر هر.

گيت بخاري تنهنجا ڳايا،
جهومي جهومي، جرتر، گهر گهر.



○

تو ڏي گلابي سرها گل،
منهنجي بلبل دل جا بل.

-دل جهڙي ٻي دولت ڪانهي،
سونهن ۽ سڪ جي قيمت ڪانهي،
مرڪ مهانگي، سرڪ امل.

سهڻا ماڻهو جي ٻه ڏتا مون،
دل ۾ ڪيا سي ڪالهه ڪنا مون،
توريم، تنهنجو، ناهن تل،

چپ چپ آهن اکيون ڳائن،
ساهه ٻه پيا تا ساز وڄائن،
سونهن، سڪڻ ڄا سِرها هُل.

سڪ ۾ تڪڙو تي ٻه پوان تو،
مان ٻي صبرو، محب ميجان تو،
سڪ جي غلطي، دل جي يل.

محبت، مُهلت ذات ڏياري،
ماڻي وٺ هي مهل بخاري،
عشق، عقل جا ڪڻ نه نقل.

○

○

ڳاڙها، پورا، سانول گل،
صبح ٽڙن ٿا،
خوش ٿي کلن ٿا،
مون سان ملن ٿا، مرڪي- مرڪي.

جهرڪن جهومن بيد جون ٽاريون،
شادي ۾ جيئن نچٽيون ناريون،
سج جي ڪرڻن،
واءَ جي جهونڪن،
چيلهه وڪوڙي ڇهني - ڇهني.

خوشبو خوشبو رنگ ورهائي،
منهنجي محفل ڪي مهڪائي،
هوري هوري،
جيئڙو جهوري،
سانجهه وجن ٿا مرجهي- مرجهي.

محلي منهن ڏماڪا ڏوڏو،
دونهون ڏپ، بلا جي بدبو،
دهشت گردي،
جهومي، ٿهڪي،
سونهن لڇي پئي سڏڪي- سڏڪي.

وقت هلي پيو هوري هوري،
ساز جئين سازيندو سوري،
آءٌ اجارو،
ڏوڪڻ وارو،
ساقي ڏئي تو سرڪي- سرڪي.

تنهنجي گهاٽن وارن وانگر،
ڪنهن بيلي جي ٿارن وانگر،
توڙي بخاري،
ويو آ الجهي،
پو بہ سگهي تو سلجهي- سلجهي.

○

○

مون توسان نينهن نڀايو آ،
هي جملو جهونو پراڻو آ،
تہ بہ مونکي ساهہ سباڻو آ.

پئي نت نت تنهنجي جوت پري،
تو جوت کي ڏيان رت، اوت ڪري،
مون تو لئي جيءُ جلايو آ،
هي جملو جهونو پراڻو آ،
تہ بہ مونکي ساهہ سباڻو آ.

تنهنجو ساٿ بهانو جيون جو،
تنهنجي سونهن خزانو تن من جو،
تنهنجو پيار منهنجو سرمايو آ،
هي جملو جهونو پراڻو آ،
تہ بہ مونکي ساهہ سباڻو آ.

ها سونهن بخاري سچ آهي،
۽ محبت روشن مچ آهي،
اهو فلسفين فرمايو آ،
هي جملو جهونو پراڻو آ،
تہ بہ مونکي ساهہ سباڻو آ.

○

○

منهنجو محب اچي ويو،
منهنجو محب اچي ويو.

منهنجو محب اچي ويو،
ڏاڍو رنگ رچي ويو.

عطر مشڪ ڇڻايو، وڪ وڪ جوت وڇايو،
سارو شهر گهرائي خوشيون، خير ورهايو،
ميڙو خاص مچي ويو،
منهنجو محب اچي ويو.

ماٺهو اڄ مٺا تي، لوءِ لوءِ رچ لڳو تي،
ڪوڙن نوڳي ڪڪرن سارو لاڪ نڳيو تي،
محبت مينهن وسي ويو،
منهنجو محب اچي ويو.

ويهي محفل وچ ۾ دلبر ديد ورهائي،
سڪندن ڪاڻ بخاري تي وئي سڪر سٺائي،
سارو راڄ رچي ويو،
منهنجو محب اچي ويو.

○

○

جيڪي ڏينهن ٻه ٽي جيئندا سين،
پلي موت جلي، کلنداسين،
ڪٿي چا ٻه ٽئي ملنداسين.

هي مهلن جا ميخانا،
هي پل پل جا پيمانا،
پرپور پري پيئنداسين.
ڪٿي چا ٻه ٽئي ملندا سين.

پلي اڱيان آڳ وچايو،
ڪٿي ڪارا تانگ بچايو،
اسين نينهن ڪري نچندا سين.
ڪٿي چا ٻه ٽئي ملندا سين.

سڌ ناهي يار سياڻي،
وٺ ماڻي هاڻي- هاڻي،
ڏي پيار، توکي ڏيندا سين.
ڪٿي چا ٻه ٽئي ملندا سين.

جنهن پاري پاهر بخاري،
تنهن دلبر دلڙي تاري،
پيا ٻرندا سين، ٺرندا سين.
ڪٿي چا ٻه ٽئي ملندا سين.

○

○

روز چوين تو اڄ نہ سياڻي،
هئہ هئہ هليو آ هاڻي جو هاڻي!

سرمو پائي سينڌ ڪڍين تو،
ڪيڏي دلبر دير ڪرين تو،
هونئن ئي وٽي تو، رب تو ڄاڻي.
هئہ هئہ هليو آ....

جيئن ڪو تاسو پاڻي ڳولي،
جيئن ڪو راڻو، راڻي ڳولي،
تيئن تو تن من، توڙي تاڻي.
هئہ هئہ هليو آ....

منهنجا شاهد چنڊ، ستارا،
۽ ٻيو جيڪي ناهيم چارا،
ٽچڪان بينو، آڏيءَ تاڻي.
هئہ هئہ هليو آ....

سوچ سگهي استاد بخاري،
موت وتي . تو گهمندو ماري،
وٺ تہ ونون ٻئي، موسم ماڻي.
هئہ هئہ هليو آ....

○

○

سِڪُون سائيون سائيون، اکيون پائي پائي،
مٺا موڪلائي، مٺا موڪلائي.

اها رات برسات جي ياد رهندي،
تمنا جي تاريخ تي چاپ رهندي،
جيئن مان پينو تائيان تيئن تون پيو تائي،
مٺا موڪلائي، مٺا موڪلائي.

ذري تي چناسين ذري تي مليا سين،
ڪيئن تي رناسين ڪيئن تي کليا سين،
اڳيان آهي پيارا سا ڪٺست پرائي.
مٺا موڪلائي، مٺا موڪلائي.

قصا تنهنجا منهنجا لکين لوڪ ڪٺندا،
غريبن جا ناتا غريبن کي وٺندا،
قبوليندو ڪاچو، ڪچي جي ڪهائي.
مٺا موڪلائي، مٺا موڪلائي.

وڇوڙي کي سر تي سهايون وڃان ٿو،
وڃان ڪو نه ٿو مان مڃان ٿو مران ٿو،
منهنجو عشق مون سان ، توسان سونهن سائي.
مٺا موڪلائي، مٺا موڪلائي.

ڏيو ناهي، سورج آ، سنگت اسانجي،
لڳاتار روشن آ، محبت اسانجي،
انهي عشق جي آگ تاهي اجهائي،
متا موڪلائي، متا موڪلائي.

وڃيا ڪين ورندا، ڏهاڙي ڏسون ٿا،
اميدن ۾ استاد، مرندي جيون ٿا،
بيچاري جي پيارت هجئي يار هائي،
متا موڪلائي، متا موڪلائي.



# پڙهندڙ نسُل . پَ نَ

The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪ ”لُڙهندڙ نسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڄُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، ياجوڳُڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعني e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعويٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ جاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ جاڻو تہ اُهو بہ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. بين لفظن ۾ پَنَ کا خُصوصيِ ۽ تالي لڳل کِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَڙِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَن پاران ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڌِ کان وَڌِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، جاڻ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ ڇڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جٿ جٿ جاڙ وڏي تي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛

ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛

گيتَ بہِ ڇڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،

جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!

مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،

جنهن رِڻ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اڻجاڻائي کي پاڻ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاٿي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڇي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻجاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ بين

ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پڙهندڙ نسُل جا پَنَ سيني کي **چو، چالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽٽر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

**توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا. بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.**

وڻ وڻ کي مون ڀاڪي پائي چيو تہ ”منهنجا ڀاءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَـنَ پَـنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)